# سنڌي ادب جو مختصر جائزو

(نئون وڌايل ۽ سنواريل ڇاپو)

اڪبر لغاري

# سنڌي ادب جو مختصر جائزو

(نئون وڌايل ۽ سنواريل ڇاپو)

اڪبر لغاري

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2012ع

**Roshni Book No. 505**

ڪتاب جو نالو: سنڌي ادب جو مختصر جائزو (نئون وڌايل ۽ سنواريل ڇاپو)

ليکڪ: اڪبر لغاري

ڇاپو پندرهون: روشني 2012ع

ڪمپوزنگ: رفيق حسين ڪولاچي

پيسٽنگ: سهيل سلام پنهور

روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

# SINDHI ADAB JO MUKHTASIR JAIZO

by: **Akbar Laghari**

Composed by: Rafique Hussain Kolachi

Roshni Composers & Printers Hyder Chowk, Hyderabad

Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.

Published by: Roshni Publication, Kandiaro

15th Edition © Roshni 2012

**اسٽاڪسٽ**

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد. ڀٽائي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي. لعل بخش نيوز پيپر ايجنسي ٺٽو
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي. رابعه سينٽر. لاڙڪاڻو
مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه. سڪندري بوڪ ڊيپو ڪنڊيارو + حافظ ڪتب خانو ڪپرو
المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ. العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو+ صوفي ارشاد رتوديرو +مرچو لال بوڪ ڊيپو. بدين
رحيم بوڪ ڊيپو بدين + رانئور بڪ ڊيپو سڪرنڊ. ٿر ڪتاب گهر مٺي+ ڪتاب مرڪز فريئر روڊ. سکر
+ عزيز ڪتاب گهر. بئراج روڊ. سکر + الفتح نيوز ايجنسي مهراڻ مرڪز. سکر+ گل ڪتاب گهر. لک در. شڪارپور.
تهذيب نيوز ايجنسي، خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس+ مڪتبه عزيزيه کهڙا +
سچل ڪتاب گهر، درازا . + ڪنول ڪتاب گهر مورو.
سارنگ ڪتاب گهر چمن بازار ڪنڊيارو + قاسميه لائبرير. اسپتال روڊ ڪنڊيارو

## انتساب

پنهنجي هيءَ ننڍڙي ڪاوش
محترم استاد سائين حيدر علي لغاريءَ
جي نالي ڪريان ٿو
جن جي محبت، شفقت ۽ تعليم مون کي
"ماڻهوءَ" منجهان "انسان" بڻايو.

-اڪبر لغاري

# فهرست


| | | |
|---|---|---|
| سنڌي ادب جو جائزو | اسحاق سميجو | 11 |
| پيش لفظ | | 15 |
| **سنڌي ادب جي شروعات ۽ ارتقا** | | 17 |
| **سومرن جو دؤر (1050ع کان 1351ع)** | | 18 |
| رزميہ شاعري | | 19 |
| مذهبي شاعري | | 22 |
| ڳيچ | | 23 |
| هن دؤر جو ادبي جائزو | | 24 |
| هن دؤر جي شاعري جون فني خوبيون | | 24 |
| **سمن جو دؤر (1351ع کان 1521ع)** | | 26 |
| سنڌي شاعري | | 26 |
| عشقيہ داستان | | 27 |
| مخدوم احمد ڀٽي | | 28 |
| شيخ حماد جمالي | | 29 |
| درويش نوح هوتياڻي | | 29 |
| اسحاق آهنگر | | 29 |
| قاضي قاضن | | 30 |
| مذهبي شاعري | | 31 |
| جنگي رجز | | 31 |
| دعائيہ فقرو | | 32 |
| هن دؤر جو ادبي جائزو | | 32 |
| **ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو دؤر (1521ع کان 1718ع)** | | 34 |
| مخدوم نوحؒ | | 34 |
| شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو | | 35 |

شاهہ خيرالدين 36
جرڪس فقير 36
عثمان احساني 37
شاهہ لطف الله قادري 37
هن دؤر جو ادبي جائزو 39
**ڪلهوڙن جو دؤر** (1718ع **کان** 1782ع) 40
مذهبي شاعري 41
مخدوم ابوالحسن ٺٽوي 41
مخدوم ضياءُ الدين 42
مخدوم محمد هاشم ٺٽوي 42
صوفيانہ شاعري 43
شاهہ عنايت رضوي 44
حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي 45
(1) نيم تاريخي داستان 46
(2) صوفيانہ نصيحت 46
(3) مجازي شاعري ۽ فطرت نگاري 46
شاهہ سائين جي ڪلام جون خصوصيتون 47
خواجہ محمد زمان لنواري وارو 47
روحل فقير 48
مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي 49
صوفيانہ شاعري 50
صاحبڏنو فاروقي 50
تمر فقير 51
هن دؤر جون نيون صنفون 51
ڪافي يا وائي 51
سينگار 52
مولود 52
مدح 52
مناقبا ۽ معجزا 53
هن دؤر جو ادبي ۽ فني جائزو 53

**ٽالپرن جو دؤر (1782ع کان 1843ع)** 55
مذهبي شاعري 55
صوفيانہ شاعري 56
سچل سرمست 56
الف: حقيقي شاعري 57
ب: مجازي شاعري 58
چين راءِ سامي 58
خليفو نبي بخش لغاري 60
صوفي دلپت 60
حَمل فقير لغاري 61
هن دؤر جون نيون صنفون 62
مرثيو 62
گهڙولي 62
جهولڻو 63
هِجو گوئي 63
نثر نويسيءَ جي ابتدا 63
هن دؤر جو ادبي جائزو 63
**انگريزن جو دؤر (1843ع کان 1947ع)** 65
صورتخطي جو نهڙ 65
سنڌي نثر 66
افسانو يا مختصر ڪهاڻي 66
ناول 66
ڊرامو 67
مضمون نويسي 67
متفقہ نثر نويسي 68
سفرنامہ 68
آتم ڪهاڻي 68
تنقيد ۽ تحقيق 68
سنڌي نظم 68

غير عروضي شاعري 69

قادر بخش بيدل 69

محمد حسين بيڪس 70

مصري شاهه 71

عروضي شاعري 71

آخوند گل محمد هالائي 71

غلام محمد شاهه گدا 72

مير عبدالحسين سانگي 72

مرزا قليچ بيگ 73

هن دؤر جو ادبي جائزو 73

سنڌي نثر جون ڪجهه اهم صنفون 74

افسانو 74

تعارف 74

فني خوبيون 74

1. افسانو مختصر آهي 74

2. اهم واقعو صرف هڪ هوندو آهي 74

3. زمان، مڪان ۽ عمل جي وحدت 75

4. ڪردارن ۽ مڪالمن ۾ حقيقت جو رنگ 75

5. عَمل ۽ ڪردار نگاريءَ ۾ توازن 75

6. آغاز ۽ انجام 75

سنڌي افساني جي تاريخ 75

افساني جو پهريون دؤر (1851ع کان 1925ع) 76

افساني جو ٻيو دؤر (1825ع کان 1940ع) 76

افساني جو ٽيون دؤر (1940ع کان 1947ع) 77

افساني جو نئون دؤر 77

1990ع کان پوءِ سنڌي افسانو 79

ڪجهه افسانه نگارن جي فن جو مختصر جائزو 81

امر جليل 81

نسيم کرل 84

| | |
|---|---|
| **سنڌي ناول** | 86 |
| ناول جون فني خوبيون | 86 |
| ناول جا قسم | 87 |
| سنڌي ناول جي تاريخ | 87 |
| سنڌي ناول جو اوائلي دؤر (1870ع کان 1923ع) | 88 |
| سنڌي ناول جو ٻيو دؤر (1923ع کان 1947ع) | 89 |
| ورهاڱي کان پوءِ وارو دؤر | 89 |
| 1990ع کان پوءِ سنڌي ناول | 90 |
| سراج الحق ميمڻ | 91 |
| ڊاڪٽر نجم عباسي | 92 |
| آغا سليم | 94 |
| **مضمون نويسي** | 97 |
| سنڌي مضمون نگاريءَ جي تاريخ | 98 |
| پهريون دؤر (1861ع کان 1900ع) | 98 |
| ٻيون دؤر (1900ع کان 1941ع) | 98 |
| ٽيون دؤر (ورهاڱي کان اڄ تائين) | 98 |
| **سنڌي ڊرامو** | 100 |
| ڊرامي جون فني خوبيون | 100 |
| سنڌي ڊرامي جي ارتقا | 101 |
| اوائلي سنڌي ڊرامو (1880ع کان 1894ع) | 101 |
| ڊرامي جو ٻيو دؤر (1894ع کان 1923ع) | 102 |
| ناٽڪ منڊلين جو قيام | 103 |
| ڊرامي جو ٽيون دؤر (1923ع کان 1947ع) | 103 |
| ڊرامي جو چوٿون دؤر (1923ع کان 1947ع) | 100 |
| ڊرامي جو چوٿون دؤر (1947ع کان هن وقت تائين) | 104 |
| **سنڌي شاعريءَ جون ڪجھ اهم صنفون** | 105 |
| غزل | 105 |
| وصف | 105 |
| غزل جون فني خوبيون | 106 |
| غزل جون خاصيتون | 106 |

غزل جا موضوع 107
سنڌي غزل جي تاريخ 109
آخوند قاسم هالائي 111
مير عبدالحسين سانگي 109
مرزا قليچ بيگ 111
ورهاڱي کان اڄ تائين 112
شيخ اياز 112

**ڪجهه ڪلاسيڪل شاعر** 122

قاضي قاضن 122
شاهه ڪريم بلڙي وارو 127
شاه عبداللطيف ڀٽائي 131

**ڪجهه عروضي شاعر** 151

خليفو گل محمد گل هالائي 151
آخوند محمد قاسم 152
غلام محمد شاهه گدا 153
مير عبدالحسين سانگي 154

**ڪجهه جديد شاعر** 157

شيخ اياز 157
تنوير عباسي 165
استاد بخاري 170

**نامور مُحقق ۽ نثر نويس**

مرزا قليچ بيگ 173
ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي 177
ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو 179
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 182
ڊاڪٽر غلام علي الانا 184

**سنڌي ادب ۾ جديد لاڙا** 186

**سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد** 187

مهاڳ

# سنڌي ادب جو جائزو

ادب ۽ ادب جي تاريخ بظاهر ٻہ ڳنڍيل، پر اصل ۾ قطعي ڌار ڌار موضوع آهن. ادب لاءِ جذبي ۽ تخيل کي جيڪا مرڪزي حيثيت حاصل آهي، ادب جي تاريخ لکڻ مهل انهن ٻنهي کان بچڻ ايترو ئي لازمي ٿي پوي ٿو. تخليقي ادب ۾ ذاتي رايي ۽ Emotions جو وڏو مُلهہ آهي ۽ تاريخ ۾ انهن کي بلڪل بہ دخل ڪونهي. ان لاءِ تنقيد وانگر بلڪل Rational ٿيڻو پوي ٿو. ان ڪري ئي چوندا آهن تہ ادب جي تاريخ لکندڙ وٽ هڪ سٺي محقق ۽ سٺي نقاد، ٻنهي جون خوبيون هجڻ ضروري آهن ۽ ڪنهن بہ هڪ شيءِ جي کوٽ ڪيس ڪاهيءَ ۾ ڪيرائڻ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿي. چو تہ تحقيق، تنقيد کان سواءِ عام معلومات کان وڌيڪ اهم نہ آهي ۽ تنقيد، تحقيق کان سواءِ هوا ۾ اڇليل لٺ برابر آهي. اُڪبر ۾ هڪ محقق واريون خوبيون بہ اتم درجي جون آهن تہ وٽس ڪنهن نقاد واري عقابي اک بہ ڀَسي سگهجي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو سندس لکيل "سنڌي ادب جو مختصر جائزو" نہ فقط ادب جي عام پڙهندڙ ۽ مقابلي جي امتحانن ۾ ويهندڙ شاگردن جو پسنديده ڪتاب رهندو آيو آهي، پر خود سنڌي ادب جي مستقل شاگردن توڙي استادن بہ ان کي اهم حوالي طور، سالن کان ڪم پئي آندو آهي.

اها ڳالهہ هونئن تہ هر علمي تحرير تي جيئن جو تيئن لاڳو ٿئي ٿي، پر گهٽ ۾ گهٽ تاريخ جو تعصب، پسند ناپسند ۽ ذاتي وابستگين کان مٿانهون هجڻ بيحد ضروري آهي، پر بدقسمتي چئجي جو اسان وٽ وڏ ۾ وڏ تعصب جو شڪار تاريخ ئي رهندي آئي آهي ۽ سموريون دشمنيون تاريخ جي ڪتابن ۾ ئي پاڙڻ جي ڪوشش ٿيل ملندي. تاريخ ادب جي هجي يا ڪنهن سماجي علم جي، شهرن جي هجي يا شعبن جي، توهان کي اڪثر ڦيليون ٽنيءِ ۽ اڪثر ٽنيءَ ڦيليون ئي ڏسڻ ۾ ايندا. اسان وٽ ذهني پستي ۽ علمي زوال جا سهڻا مثال ڏسڻا هجن تہ تاريخ جا ڪتاب اٿلائڻ ئي ڪافي ٿيندو. ان صورت ۾ اها توقع ڪيئن ڪجي تہ اسين فقط ۽ فقط ڪنهن بہ ادبي تاريخ وسيلي پنهنجي سماج جي ذهني سفر جي ڪٿا ۽ ان جي تخليقي حاصلات کي مڪمل طور سمجهڻ جي اهل بڻجي سگهنداسين؟ ٻئي طرف اهو بہ سچ ئي آهي تہ اسان وٽ گهڻو ڪري تہ ادبي تاريخون بہ تاريخون پڙهي لکيون ويون آهن. جڏهن تہ ادب جي تاريخ ۾ تيستائين انصاف ممڪن ئي نہ آهي، جيستائين خود تخليقن مان سڌيءَ ريت

استفادو نٿو حاصل ڪيو وڃي. گذريل ڪجهه سالن دوران جهڙيءَ ريت ادبي تاريخن جي نالي ۾ انتهائي غير معياري، غير علمي، ناڪاره، ناقص ۽ بازاري ڪتاب سامهون آيا آهن، تن ماڻهن جو تاريخ جي ڪتابن تان ويساهه ئي کڻائي ڇڏيو آهي. انهن ڪتابن ۾ نه فقط انگن اکرن ۽ معلومات جون بي تحاشا غلطيون آهن، پر غلط ڪاريون به ٿيل آهن ۽ انهن جا ليکڪ ڪاروباري پبلشرن جي گهرج ۽ خواهش مطابق سالوڊ پيپرن ۽ گائيڊن نما تاريخ جا ڪتاب لکي، پوري 'خلوص' ۽ 'نيڪ نيتيءَ' سان ادبي تاريخ مٿان منڊيٽرن تي منڊيٽرا لڳائڻ ۾ رڌل آهن. اهڙين تاريخن ۾ ڪئين نهايت معمولي ۽ ٽئين درجي جي ليکڪن جو ذڪر ته 'عظيم ليکڪ' طور ٿيل ملندو، پر صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي وقت ۽ دور جي روح ۽ ڌڙڪنن کي پنهنجيءَ تخليق ۾ سمائيندڙ سچن فنڪارن کي يا ته "وغيره وغيره" جي کوهه ۾ اڇليو ويو آهي يا وري کين بلڪل غير اهم ڪري پيش ڪيو ويو آهي. ادبي تاريخ جنهن ذميداري، سنجيدگي، ايمانداري ۽ علمي گهرائيءَ جي گهرجائو آهي اهڙيون بازاري ادبي تاريخون ان کان بلڪل وانجهيل ملنديون. ان ڪري اڪبر ڏاڍو سٺو ڪيو آهي جو هن پنهنجي ڪتاب کي ادب جي تاريخ بجاءِ "سنڌي ادب جو مختصر جائزو" سڏيو آهي. جيتوڻيڪ هيءَ جائزو ڪئين ادبي تاريخن کان گهڻو معياري ۽ ڀرپور آهي ۽ اهو پڙهندڙ جون ڪوڙ اُجون اجهائي ٿو ته ڪي منجهس پڙڪائي به ٿو جيئن اهو وڌيڪ علم ۽ فهم لاءِ بين ڪتابن ۽ هن جائزي جي اصل ماخذن جو به رخ ڪري. هن جائزي جي سڀ کان اهم خوبي ان ۾ موجود تنقيدي نُڪتهء نظر ۽ ليکڪ جو ڪنهن به قسم جي تنگ نظريءَ کان آجو هجڻ آهي. جڏهن ته هر باب جي آخر ۾ هر هڪ دور يا صنف جي خاص خاص ڳالهين کي جنهن مختصر ۽ بيحد جامع نموني، نُڪتن جي صورت ۾ نمايان ڪيو ويو آهي، تنهن هن ادبي جائزي کي ڪنهن به ادبي تاريخ کان مختلف ئي نه معتبر بڻائڻ ۾ به ڪردار ادا ڪيو آهي.

جيتوڻيڪ اڪبر مختلف بابن ۾ ڪتاب جي مواد کي وس آهر اپ ڊيٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ موجوده زماني تائين ايري آيل اهم شاعرن ۽ افسانه نگارن کي به هن ۾ شامل ڪيو اٿس، پر پنهنجيءَ نوڪريءَ جي مصروفيتن سبب هو ان کي گهڻو ڏيان ۽ وقت نه ڏئي سگهيو آهي. جيڪڏهن هو هر هڪ ادبي دور ۽ صنف جي تاريخي پسمنظر ڏيڻ سميت نثر جي صنفن جهڙوڪ تنقيد، آتم ڪٿا/يادگيريون، سوانح عمريون، خاڪا، سفرناما، ادبي خط وغيره ۽ نظم جي ڪجهه وڌيڪ صنفن جهڙوڪ نظم (مختلف گهاڙيتا)، گيت، هائڪو وغيره کي به هن ڪتاب ۾ شامل ڪري ها ته يقينن ڪتاب جي اهميت اڃا به وڌي وڃي ها.

پر هن مهل به هيءُ ڪتاب ڪنهن به صورت ۾ گهٽ اهم نه آهي ۽ جنهن مقصد تحت لکيو ويو هو اهو مقصد هيءُ بخوبي پورو ڪري ٿو. خاص طور سي ايس ايس ۽ پي سي ايس جي امتحانن ۾ ويهندڙ شاگردن لاءِ ته هيءُ ادبي جائزو سدائين هڪ مددگار ۽ بهترين دوست هجڻ جو حق ادا ڪندو رهندو.

اسان وٽ ادب جون لکيل اڪثر تاريخون نج ادب جون ئي تاريخون آهن ۽ انهن کي پڙهڻ سان ايئن محسوس ٿيندو ته ادب هڪ اهڙو ٻوٽو آهي، جيڪو ڄڻ ته خلا ۾ ڦٽي ٿو ۽ پنهنجو پاڻ ئي وڌندو ويجهندو رهي ٿو. جڏهن ته ادب پنهنجي دور جي سياسي، سماجي، معاشي، تهذيبي ۽ فڪري حالتن ۽ عنصرن منجهان ئي تحريڪ ۽ قوت ماڻي ٿو. هو سموري حرارت ۽ زندگي سماج منجهان ئي حاصل ڪري ٿو. ان ڪري ادب کي فقط ادب جي طور تي ڪٿڻ ۽ ان جي تاريخ کي ٻين سماجي ۽ معروضي معاملن کان الڳ ڪري ڏسڻ زيادتيءَ برابر آهي. ان ڪري سنڌي ادب جي ارتقا جي هڪ تاريخ يا جائزو اهڙو به لکجڻ کپي، جنهن لاءِ هر هڪ دور جي ذهني، شعوري، سياسي، اقتصادي ۽ فڪري ارتقا کي آڏو رکيو وڃي. ڇاڪاڻ ته ادب پنهنجي دور جي شعور ۽ جذبي جو تخليقي اظهار آهي ۽ جذبو ۽ شعور ڪنهن مخصوص زمان، مڪان، سماجي سرشتي ۽ ڪلچر ۾ ئي اسرن نسرن ٿا. ادب تي سياسي ۽ فڪري تحريڪن کان سواءِ مذهبي، سائنسي، تهذيبي ۽ تاريخي عنصرن سميت جديد دور ۾ خود ميڊيا جي اثرانداز ٿيڻ کي به نظر ۾ رکڻ گهرجي، جو اهي ادب جي ظاهري ساخت، اندروني جوڙجڪ توڙي تخليقي جوهر جي تعين ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ٻئي طرف اسان وٽ سنڌ توڙي هند ۾ اڄ تائين هڪ به اهڙي ادبي تاريخ نه لکي وئي آهي، جنهن ۾ هڪ ئي وقت ٻنهي ملڪن ۾ لکجندڙ سنڌي ادب جي ارتقا تي گڏيل نموني روشني وڌي وئي هجي. سنڌ ۾ لکجندڙ ادبي تاريخون فقط سنڌ جي ادب کي ئي سڀ ڪجهه ڪري ليکين ٿيون ۽ هند ۾ لکيل ادبي تاريخن کي فقط هند ۾ لکيل ادب ئي "سنڌي ادب" نظر آيو آهي. ان ڪري اسان پنهنجي ئي ادب جي مجموعي ارتقا ۽ صحيح ڇهري ڏسڻ کان محروم رهندا اچون ٿا. جيتوڻيڪ اڪبر هن جائزي ۾ ڪجهه هنڌن تي اهڙي سرسري ڪوشش ڪئي آهي، ته ادب کي پنهنجي دور ۽ سماجي حالتن جي پسمنظر ۾ ڏسجي، پر هو ان تي ڪو خاص ڌيان ان ڪري به نه ڏئي سگهيو آهي، جو هن جائزي لکڻ مهل هن فقط پڙهندڙن جي مخصوص حلقي، جيڪو مقابلي وارن امتحانن ۾ دلچسپي رکي ٿو تنهن کي ئي ذهن ۾ رکيو آهي. البته هند جي سنڌي ادب کي هن به ايئن ئي نظرانداز ڪيو آهي، جيئن باقي مورخن ڪيو آهي.

اڪبر هڪ ادبي مورخ جي معيارن کي ان ڪري بہ بهتر نموني پورو ڪري ٿو ڇاڪاڻ تہ لکڻ مهل هو گهڻي حد تائين علمي ۽ معروضي انداز اختيار ڪندي ڏسجي ٿو. ٻيو تہ هو فلسفي ۽ تنقيد جو شاگرد آهي۽ اهي ٻئي شعبا ادب کي سمجهڻ ان جي ڪول اڪيل ۽ تخليق جو پيرو کڻڻ ۾ جيتري مدد ڏئي سگهن ٿا، ايتري شايد ئي ڪي ٻيا شعبا ڏئي سگهن. تنهن ڪري ئي ڪجهہ هنڌن تي هن جي گهڻ طرفي نگاهہ کي چٽيءَ ريت محسوس ڪري سگهجي ٿو. سنڌي ادب جي تاريخ بابت هھڙي مختصر پر بيحد اهم ادبي جائزي لکڻ ۾ ان ڳالهہ بہ اڪبر جي گهڻي مدد ڪئي آهي تہ هو ڪو روايتي افسانوي اديب يا شاعر نہ آهي. ان ڪري ئي سندس تحرير عام ادبي تحريرن وانگر اجائي تخيل پسنديءَ يا مبالغي کان بہ محفوظ آهي تہ بي جا جذباتيت کان بہ بچيل نظر اچي ٿي. جيڪي ٻئي ڳالهيون تحقيق ۽ تنقيد ۾ منصفيءَ آڏو وڏيون رنڊڪون آهن. اڪبر ڪنهن روايتي ادبي ازم يا نظرياتي وابستگيءَ ۾ بہ ڪو گهڻو يقين نٿو رکي، جيتوڻيڪ هو هر عقلي ۽ منطقي ڳالهہ کي پسند ڪري ٿو ۽ ان جي صحيح هجڻ لاءِ دليل بہ پيش ڪري ٿو جيڪا ڳالهہ هن کي فلسفي جي شاگرديءَ سيکاري آهي. خود هن جو ڪتاب "فلسفي جي مختصر تاريخ" پڻ ادب ۽ ان ۾ موجود مختلف فڪري ۽ تخليقي تحريڪن کي سمجهڻ جي ڏس ۾ ڪافي ڪم اچڻ جهڙو آهي. ان ڪتاب ۾ هن ڪئين جديد ۽ قديم فلسفين بابت ڄاڻ ڏيڻ سان گڏ تخليق جي محرڪن ۽ دنيا جهان جي ادب تي اثرانداز ٿيندڙ تنقيدي نظرين جي پڻ ڪافي ڪمائتي معلومات ڏني آهي.

اڪبر هيءَ ادبي جائزو ان دور ۾ لکيو هو جڏهن اڃا خود هن جو اڀياس ايترو گهڻ طرفو ۽ گهرو نہ ٿيو هو. گهڻي قدر تہ هي اهي نوٽس آهن، جيڪي هن پاڻ ڪميشن جو امتحان پاس ڪرڻ لاءِ تيار ڪيا هئا ۽ پوءِ انهن کي مرتب ڪري ڪتاب جي شڪل ڏني هئائين. جيڪڏهن هو وقت ڪڍي، هرهڪ ڇاپي تي نئين سر نگاهہ وجهي ۽ ڪتاب ۾ موجود ڪجهہ ڪچاين ۽ غلطين کي دور ڪري، ادب جي ڪجهہ رهجي ويل پاسن ۽ اهم ليکڪن جي ڪم تي بہ نگاهہ وجهي ۽ ان کي اپ ڊيٽ بہ ڪندو رهي تہ هن ڪتاب جي اهميت تہ وڌندي ئي وڌندي پر پڙهندڙن جي پڻ تمام گهڻي مدد ٿي پوندي۽ اهي بازاري ڪتابن ڏانهن واجهائڻ کان بچي پوندا.

**اسحاق سميجو**

سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي

ڄامشورو

12.01.10

# پيش لفظ

جڏهن مون، سي. ايس. ايس (CSS) جي امتحان جي تياريءَ لاءِ سبجيڪٽ، "سنڌي ادب جي تاريخ" کي چونڊيو ته ان وقت منهنجي ذهن ۾ ٻه ڳالهيون هيون. هڪ ته 'سنڌي' پنهنجي مادري زبان آهي، ان ڪري ڪابه تڪليف نه ٿيندي ۽ ٻيو ته سنڌي ادب سان تمام گهڻي دلچسپي هئڻ سبب ادبي ڪتاب ۽ رسالا پڙهندو ٿو رهان، تنهن ڪري آسانيءَ سان سٺيون مارڪون کڻي ويندس، پر مون جڏهن سليبس ۾ ڄاڻايل ڪتاب ۽ گذريل سالن جا امتحاني پيپر پڙهيا ته سخت ششدر ٿي ويس. هڪ ته سؤ (100) مارڪن جي نسبت سان سليبس تمام ڊگهو لڳو ۽ ٻيو ته ان ۾ ڄاڻايل 28 ڪتابن جي لسٽ پريشان ڪري ڇڏيو. خير، سندرو ٻڌي ڪتابن جي ڳولا شروع ڪيم. ڪتابن جا دڪان ڏٺم، لائبريريون ڏٺم، يارن دوستن وٽ ڳولا ڪيم. سخت ڳولا ڪان پوءِ به سڀ ڪتاب هٿ ڪري نه سگهيس. وري جڏهن انهن ڪتابن کي پڙهڻ شروع ڪيم ته هيڪاري وڌيڪ پريشاني ٿيم. ڇو ته هڪ تہ اِهي ڪتاب ڪافي ضخيم، مهانگا ۽ ٻيو اهي سي. ايس. ايس جي امتحان لاءِ تمام گهٽ فائديمند هئا. بهرحال جيئن تيئن ڪري امتحان ته پاس ڪيم، پر اهو خيال ستائڻ لڳو ته اسان وٽ ڪو اهڙو جامع ڪتاب ڇو نہ آهي، جيڪو پڙهڻ سان اسان جا نوجوان دوست آسانيءَ سان امتحان پاس ڪري سگهن؟ ڇو ته هن امتحان ۾ وڌ کان وڌ اهميت "وقت" ۽ "صحيح رهنمائيءَ" جي آهي. اها ڳالهہ هر شاگرد جي وس کان ٻاهر آهي تہ هو پهرين 28 ڪتاب هٿ ڪري ۽ پوءِ انهن کي پڙهي، سو به صرف هڪ سؤ مارڪن لاءِ!

انهن خيالن جو اظهار جڏهن پنهنجي محترم دوست فيروز احمد ميمڻ صاحب سان ڪيم ته ان منهنجي هر طرح سان همت افزائي ڪئي ۽ هن سلسلي ۾ هڪ ڪتاب لکڻ لاءِ اتساهہ پيدا ڪيائين.

هن ڪتاب لکڻ وقت مون امتحان جي حوالي سان اميدوارن جي ضرورتن کي مدنظر رکيو آهي ۽ اهو ئي مواد ڏنو اٿم. جيڪو سليبس ۽ سوالي پيپرن سان ٺهڪي اچي ٿو. وڌيڪ اهميت انهن موضوعن کي ڏني اٿم، جيڪي بار بار

امتحان ۾ اچي چڪا آهن. باقي انهن موضوعن کي نظر انداز ڪيو اٿم، جيڪي يا ته ڪڏهن به امتحان ۾ نه آيا آهن يا تمام گهٽ آيا آهن.

هن ڪتاب جي پهرين حصي ۾ سنڌي ادب جي شروعات کان وٺي ورهاڱي تائين، ان کي مختلف دؤرن ۾ ورهائي ان جو ارتقائي جائزو ورتو اٿم. ۽ ان کان پوءِ سنڌي نثر توڙي نظم جي اهم صنفن، اوائلي توڙي جديد شاعرن جي شاعريءَ، اهم محققن، سنڌي ادب ۾ جديد لاڙن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد بابت ڏنل نظرين جو نچوڙ پيش ڪيو اٿم.

مون کي اميد آهي ته هي ڪتاب نه صرف سي. ايس. ايس، پي. سي. ايس ۽ ايم. اي سنڌي جي شاگردن لاءِ بهترين مددگار ثابت ٿيندو پر عام پڙهندڙن لاءِ پڻ دلچسپ ۽ معلوماتي هوندو ۽ ڪين هن مان گهڻو فائدو حاصل ٿيندو.

آخر ۾ آئون پنهنجن دوستن خاص ڪري فيروز احمد ميمڻ، محمد نواز نوناري، نور احمد خواجه، عليم لاشاري، مشتاق لغاري ۽ مِس شهناز شورو جو انتهائي شڪرگذار آهيان، جن نه صرف منهنجي همت افزائي ڪئي، پر مسودو سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ به منهنجي عملي مدد ڪئي. آئون سندن اِهي ٿورا ڪڏهن به لاهي نه سگهندس.

**اڪبر لغاري**

E-42 بلديه ڪالوني،
ويسٽ لين، حيدرآباد سنڌ.

# سنڌي ادب جي شروعات ۽ ارتقا

سنڌي ادب جي باقاعده شروعات بابت عالمن ۾ ڪجهه اختلاف آهي. ڪجهه عالمن جو اهو رايو آهي تہ سنڌي شاعريءَ جي شروعات عربن جي دؤر ۾ ٿي چڪي هئي، پر اڪثر عالم هن راءِ تي متفق آهن تہ سنڌي شاعريءَ جي شروعات سومرن جي دؤر ۾ ٿي.

عربن جي دؤر وارو مفروضو هڪ جملي تي ٻڌل آهي. جيڪو ابو حاتم محمد جي ڪتاب "روضة العُقلاءِ ونرهه الفضلاء" ۾ آيو آهي. اهو جملو هي آهي:

"اره بره ڪنڪره، ڪرا ڪري مندره"

يا ڪن روايتن مطابق اهو جملو هيئن آهي:

"اره اصره ڪڪرا، ڪي ڪره مندره"

هن جملي بابت چيو وڃي ٿو تہ ڪو سنڌي ماڻهو بغداد ويو ۽ اتي يحييٰ بن برمڪيءَ جي روبرو اهو جملو پڙهيائين. انهيءَ جملي جي معنيٰ هن ريت ٻڌائي وڃي ٿي، "جڏهن اسان وٽ نيڪين جو بيان ٿئي ٿو تہ ان وقت تنهنجوئي نالو ورتو ويندو آهي."

هن جملي بابت ڪيترن ئي ماهرن جا تحقيقي مقالا ڇپجي چڪا آهن ۽ اڪثر ماهرن جي اها راءِ آهي تہ اهو جملو ڪنهن آفريڪي ٻولي جو آهي، جيڪو حضرت بلالؓ، رسول ڪريم صلي الله عليه وآلہ وسلم جي شان ۾ چيو هو.

بهرحال جيڪڏهن هن جملي کي سنڌي ڪري بہ مڃجي، تڏهن بہ هن دؤر کي "سنڌي ادب جو دؤر" قرار ڏيئي نٿو سگهجي.

سنڌي ادب جي باقاعده شروعات سومرن جي دؤر ۾ ٿي، جنهن کي "سنڌي ادب جو وائلي دؤر" بہ سڏيو وڃي ٿو.

سنڌي ادب جي ارتقا جو مطالعو ڪرڻ لاءِ اسان ان کي مختلف تاريخي دؤرن ۾ ورهائي، ان جو تفصيلي جائزو وٺون ٿا.

# سومرن جو دؤر (1050ع - 1351ع)

سومرن جي دؤر کان اڳ سنڌ تقريباً ساڍن ٽن سون سالن تائين عربن جي قبضي ۾ رهي، جنهن سبب سنڌي ٻولي تي ڪوبہ توجہ نہ ڏنو ويو. انهيءَ عرصي ۾ سنڌي ٻوليءَ تي عربي ٻولي پنهنجو پورو اثر ڄمائي چڪي هئي. سومرن جي دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ کي وڌڻ ويجهڻ جو ڪافي موقعو مليو. هن ئي دؤر کي "سنڌي ادب جو بنيادي دؤر" سمجهڻ گهرجي، ڇو تہ هن کان اڳ سنڌي ادب جو ڪوبہ مستند ثبوت ڪونہ ٿو ملي.

هن دؤر ۾ سنڌ جا رومانوي داستان شروع ٿيا، جن کي قصي جي صورت ۾ ٻڌايو ويندو هو. شاهہ لطيف جي ستن سورمين مان ڇهن جي قصن جو تعلق هن دؤر سان آهي، جيڪي هي آهن: سسئي پنهون، عمر مارئي، مومل راڻو سورٺ راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر ۽ سهڻي ميهار. هنن قصن کي اڳتي هلي تمثيل طور استعمال ڪيو ويو جيڪو رواج اڄ تائين بہ جاري آهي.

هنن قصن کي ڀٽن ۽ ڀانن ڳائي وڄائي تمام گهڻو مشهور ڪيو. ڪچهرين ۽ محفلن ۾ ڏاڍي سوز سان ٻڌائيندا هئا. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي مطابق تہ هنن داستانن ۾ تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ شعر بہ چيو ويندو هو. ان اوائلي شعر کي "ڳاهہ" چيو ويندو هو جيڪو لفظ "ڳاءِ" يا "ڳائڻ" مان نڪتو. ڳاهہ ابتدائي واقعاتي شاعري هئي. ڪجهہ ڳاهون نموني طور ڏنيون وڃن ٿيون.

مثال: سسئي جڏهن ڪيچ جي واپارين کان وکر بابت پڇيو تہ انهن جواب ڏنو:

"چوٽا چندن، ڪيوڙا، مون سان وکر جون ويهون
مل مهانگي آئون ڏيان، ٻيو ڪيتي ٻيٺون."

مومل راڻي جي قصي ۾، مومل جي ٻانهي 'ناتر' چوي ٿي:

"آئون ٻانهي راڻيون ٻيون، مون نيڻين نہ پل
سندي ڪاڪ ڪنڌيءَ، آهي ڪاٺين هل"

## رزميہ شاعري

گهڻن عالمن جو خيال آهي تہ ٻوليءَ ۾ شاعريءَ جي شروعات گهڻو ڪري رزميہ شاعريءَ سان ٿيندي آهي. سومرن جي دؤر ۾ ڪيترين ئي مشهور جنگيون لڳيون، تنهن ڪري رزميہ شاعري بہ گهڻي ترقي ڪئي.

سومرن ۽ گُجرن جون لڙايون 1150ع کان 1250ع تائين ٿينديون رهيون. سومرن جا ساٿي سما هئا، جيڪي تمام سَنا مددگار ثابت ٿيا. هڪ جنگ کان پوءِ صلح ٿيو ان وقت جي حاڪم، گُجرن کي سگ ڏيڻو ڪيو. ڏونگر سومري ان سگ جي مخالفت ڪئي ۽ گُجرن وري حملو ڪيو. گجرن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڏونگر، دودي ڏي ماڻهو موڪليو. دودو اڳيئي دلوراءِ هليو ويو هو (هي اُهو دودو نہ آهي، جنهن علاءُ الدين جي لشڪر سان مقابلو ڪيو هو.)

ڏونگر جو قاصد هڪ چارڻ هو جنهن کي جواب ۾ دودي چيو. "جي طاقت نہ هجين، تہ ڪنهن ٻانهيءَ جو سگ ڏيئي ڪٽي صلح ڪن." چارڻ تمام چالاڪ ۽ سياڻو هو جنهن ان جي جواب ۾ هي بيت چيو:

"جر نہ ڪتي ڪنگرين، راوَ نہ ڳنديين ويڙ،
گولي وچي گُجرين، تہ چُندا دودي پيڙ."

**سومرن ۽ علاءُ الدين جي جنگ:** هيءَ لڙائي 1313ع ۾ ٿي هئي.* هن لڙائي بابت ڪافي ڳاهون ملن ٿيون. ڳاهن جي اوائلي شاعريءَ ۾ هڪ شاعر جو بہ ذڪر ملي ٿو اُهو هو ياڳو يان. هي سومرن جو خاص شاعر هو. جڏهن جنگ لڳي تہ ياڳو يان سومرين وٽي ڪڇ جي ابڙي سمي ڏانهن سام پوڻ لاءِ روانو ٿي ويو. سندس چيل ڪجھ ڳاهون هيٺ ڏجن ٿيون:

"ٻاٽي ٻاٽي ڏينهڙا، لڳايو يونگر راءِ سي
مڙدن آٽي مامرو ٻڌو پڳ متي."

چنيسر کي سندس زال مهڻو ڏيندي چوي ٿي:

"چاڃي منهنجي ڪانڌ کي، چني چِٽائي ڏي،
اڳي هيوسين بہ جٽيون، هاڻ تلي ٿيون سين ٿي."

چنيسر کي تمام گهڻي ڪاوڙ آئي.

"ڪاوڙ جي ڪارو ٿيو چڙيو چنيسر راءِ
ٻڌي ڪٽاريون ڪاٽيون، سونهري سَروپا."

---

* هن جنگ بابت ڪن مورخن جو خيال آهي تہ اها نہ ٿي آهي ۽ علاءُ الدين خلجي ۽ دودي جي دؤر ۾ ڪافي فرق آهي.

"ڪوڙا ڪوڙي ڏيهه جا، تو ڪوڙا قول ڪيا،
سنڌ لڄايئه سومرن جي، ٻيو دانهه دودل لاءِ"

"ارڙنهن ڏک ترار جا، لڳا ننگر متي ڏانهن،
پر تڪر ترپو ڪين ڪي، پئي جبل ڪونه سماءُ"

"ستريون وجهن تا سومرا، جيئن لنب جو گاهه لٽن،
دودو ماريو هو ٻوهه سان، آيو ڏولائو ڏيهن"

ٻاڳو ٻان کان علاوه دودي- چنيسر جي قصي تي ڪجهه ٻين شاعرن به ڳاهون لکيون آهن، جيڪي پنهنجي ساخت جي اعتبار سان سومرن جي دؤر جون لڳن ٿيون. سندن مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو.

جڏهن چنيسر کي پڳ جي آڇ ٿي ته شاعر چيو:

"ويهه پڄاڻان پيءُ جي، آءُ چنيسر آءُ،
ٻاڳ سٽائو تنهنجو توکي پلي جڻيو ماءُ"

چنيسر جواب ۾ چيو:

اَئين سعيو ڪريو سپاهه جو ته گهمي اڇان گهرانءِ
وڏي جا ورهين جي، پڇي اڇان تنهن ماءُ"

چنيسر جڏهن گهران ماءُ کان موڪل وٺي آيو ته پويان دودي کي پڳ ٻڌائي چڏيائون. چيائون ته جيڪو هر ڳالهه ۾ تو ماءُ کان صلاح وٺي، اهو حڪومت ڪين هلائيندو. چنيسر اچي ماءُ کي دانهن ڏني. ماٽس جواب ڏنو:

"مون جڻيو ماءِ پٽ ڪري، پر تي پئين تون ڏيءَ،
ويهي آتڻ وچ ۾، پانڌيون ڪتج تيهَه"

هائي صلاح اٽئي هيءَ ته گهر ويهي ڳالهيون ڪرين.

چنيسر مهٽا ٻڌي، دودي کان وير وٺڻ لاءِ قسم ڪنيو دودي ڏي نياپو موڪليائين ته تخت مون کي ڏي نه ته علاءُ الدين جو لشڪر وٺي ايندوسانءِ. دودي پنهنجي وزيرن سان صلاح ڪئي ته چنيسر کي تخت ڏجي يا نه. تنهن تي هڪڙي وزير چيس:

"پيءُ پڄاڻان پاڳڙي، دودا پانءِ نه راند،
راج نه ڏجن منگيا، منگيا ڏجن ڏاند."

دودي جو جواب ٻڌڻ کان پوءِ چنيسر، علاءُ الدين وٽ ويو ۽ چيائينس:
"پيءُ مرندي چڏيون، تو سانو جٽي،
مون تي آنديون تولئي، سي دودي جهليون،
مون تہ اچي وسليون، هاٽي جيڪر رضا راءِ جي."
علاءُ الدين پنهنجي سپهہ سالار ظفر خان کي لشڪر ڏيئي سنڌ تي حملي ڪرڻ لاءِ موڪليو. دودي پنهنجو ڀائيٽيو يعني چنيسر جو پٽ ننگر صلح لاءِ موڪليو. ننگر کي جواب مليو:
"آئين ڀائر پرچو پاڻ ۾، ٻاگهي ڏيو مون
سڀ پهرايان سومرا، آءُ جهجهي ڏيان ڀونءِ
هاٽي وهلو وڃي تون، سعيو ڪر سڱ جو."
ننگر سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ خونريز جنگ چڙي پئي. شاعر جنگ جو نقشو چٽيندي لکي ٿو:
"ننگر مغل پاڻ ۾، چڙهي ڏني چوٽ،
ڀڄي چٽ چيهون ڪري، گهڻا ماريائون گهوٽ،
بنا ٻر ۽ اوٽ، ننگر ماريو ماڳ ۾."

"واچوڙي جيئن وچڙي، گيوڙ گوڙ ڪيا،
ڏهہ لک ڏهن اڳرا، ماري خلق وڌا،
سوره سڀ ٿيا، ويري سڀ وچڙي ويا."

"او ابڙو آهِ اَيڳ، او ڏونگر ئي ڏيهہ ٻيو،
او جوڙيجاڻو جڳ، جو سامُن سوننا نہ ڪٽي."

"اُپُ سڀ ڪنهن اوچو اُپَ نہ اوچو ڪوءِ،
مُئي بہ مٽي ٿئو سورهہ سر سندوءِ"
شابس توکي هوءِ، جو سامر نہ ڏنئي هڏهين

آڙَ جهلي ابڙي، نَوَ ويهون ڏهہ لک،
گهوڙي ڪنڌ نہ ڦيريو ماري گهڻي خلق."
سومرن جي دؤر جو ٻيو بہ هڪ نامور شاعر هو جيڪو ڪيراڪوٽ (ڪڇ) جو رهاڪو هو ۽ لاکي ڦلاڻيءَ جي دربار ۾ شاعر هو. سندس نالو هو سمنگ چارڻ، جنهن کي هڪ دفعي "لاکي ڦلاڻيءَ"، "وڪيي ڏاتار" ڏانهن

موڪليو تہ بي موسمي پيرون وٺي اچ. سمنگ چارڻ جڏهن وڪيي وٽ پهتو تہ ان هڪ گهيٽي جي تنگ تي پٽي پٽي ٻڌي، تنهن تي سمنگ چارڻ چيو:

"ڦُلاٽي لاکي وٽ، مون وڏو ڪيو تي وات،
گهيٽن پٽيون ٻڌي، سو ڏيندو ڪهڙي ڏات."

وڪيي ڏاتار ڪان پيرون گهرڻ مهل چيائين:

"آئون آيس توڏي، تر ڏونگر جهاڳي،
جي وڪيو جام اَپرادي، تہ ڪمندا پيرون ڏي"

وڪيي، سمنگ کي جواب ۾ چيو:

"انبن لڳي نہ ڪيري، چارين لڳي نہ ڇٽ،
ور چارڻ ماٺ ڪر، جيسين اچي وٽ."

(اي چارڻ جيسين موسم اچي. جيسين انبن کي ڪيري لڳي، جيسين وڻ ٻُور جهلين، تيسين ترس)

"وٽ اچي تيسين وِهان، تنهن کي لڳي وير،
جيءَ چارڻيءَ جو وجي، سو واري ڏيندو ڪير."

(جيڪڏهن آئون موسم اچڻ تائين هتي ترسي پوان ۽ منهنجو ساهہ هليو وڃي تہ اهو ڪير ورائي ڏيندو.)

همير سومري جي حڪمرانيءَ ۾ سمنگ چارڻ سمن جي ساراهہ ۽ سومرن جي گلا ڪندو هو. سومرن جي گلا ڪندي چوي ٿو:

"سجو ڦسي پيا سومرا، اڏ ڦسي پيا لوڪ،
جهيٽي ٻارڻ جهوڪ، نہ تہ ليڙ پيائي لاٺون ڪري"

"ستينءَ هو سوجهرو، انينءَ تي اونداهِ،
هميراٽي باهِ، وساٽي ورهن ڪان."

(همير، سومرن جي انين پيڙهي جو حڪمران هو هن ڪان پوءِ سومرن ڪان حڪومت ڦرجي وئي ۽ سما سنڌ جا حڪمران ٿيا.)

## مذهبي شاعري

اسماعيلي فرقي جي ارڙهين امام پنهنجي هڪ داعي کي تبليغ لاءِ 1079ع ۾ سنڌ موڪليو. سندس تبليغ جي ڪري سومرا حڪمران ۽ ٻيا بہ ڪيترائي سنڌي مسلمان ٿيا ۽ اسماعيلي فرقو اختيار ڪيائون.

اسماعيلين تبليغ لاءِ سنڌي زبان کي وسيلو بنايو. هڪ مبلغ پير شمس سبزواريءَ جو هڪ شعر آهي:

"حق تون، پاڪ تون، بادشاهہ مهربان پيي يا علي تون ئي تون
رب تون، رحمان تون، يا علي، اول آخر قاضي تون ئي تون."

پير صدرالدين (1290ع ـ 1409ع): پير صدرالدين تبليغ لاءِ جيڪا شاعري ڪئي، ان کي گنان (گيان) چيو ويجي ٿو. سندس مشهور گنان هيٺ ڏجي ٿو.

شاهہ مجيئڙو تن، جي صبحڙي جاڳن،
اُتي الله نہ گهرين بندا، تون سُتين ساري رات،
نڪو جهوري جيو جي، نڪو ثمر سات،
شاهہ مجيئرو تن، جي صبحڙي جاڳن

ڪوٺا، مندپ ماڙيون، گهر، گهوڙا پنبار،
ڪين نيا پاڻ سين، جيو چلنتي وار،
شاهہ مجئڙو تن، جي صبحڙي جاڳن

ڪيا تيئين ڪتيو جڏهن ستو لوڪ،
تني پانهنجو ڪتي وڏو ڳچيءَ ڳاڙهو توڪ،
شاهہ مجيئرو تن، جي صبحڙي جاڳن

پير صدرالدين گنان چوڻ کان علاوه سنڌي ٻوليءَ جي ٻي وڏي خدمت اها ڪئي، جو هن "خواجڪي سنڌي" ترتيب ڏني. ان ۾ چاليهہ اکر هئا، جن جي وسيلي هو نون مسلمانن کي اسلام جا عقيدا لکي ڏيندا هئا. خواجڪي سنڌيءَ کي چاليهہ اکري بہ سڏيو ويندو هو. صدرالدين جا گنان ۽ سندس چاليهہ اکري اجا بہ اسماعيلي خواجن ۾ رائج آهي.

## ڳيچ

ڳيچ جيڪي اجڪلهہ شادين يا ٻين خوشيءَ جي موقعن تي ڳايا ويندا آهن، انهن جي شروعات بہ سومرن جي دؤر ۾ ٿي. هن بابت ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو "ڳاهہ کان علاوه ڳيچ قديم سنڌي شاعريءَ جو ٻيو قسم آهي. ڳيچ لفظ بہ ڳاءِ مان نڪتو آهي. ڳاءِ ڪوهستاني عورتن ۾ اڄان بہ مروج آهي. هن لفظ کي بعد ۾ ڳاچ، گاچ، ڳاڇ، يا ڳيچ چيو ويو. ڳيچ کي اجڪلهہ سِهرو بہ چيو وڃي ٿو." ڳيچ لوڪ شاعريءَ جو هڪ قسم آهي ۽ لوڪ

شاعريءَ ۾ گھڻو ڪري شاعر جي خبر نہ پوندي آهي، پر تنهن هوندي بہ سومرن جي دؤر جي هڪ شاعره جو نالو ملي ٿو جنهن جو نالو "مرڪان" هو. سندس ڳيچ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"هيءَ ڪانڊيرڙي لس،
هيءَ واسرڙي وس
آئون ڪلندي ڪڏندي اچان

ترهيل ڏنم سڪ پار ۾
آئون ڪلندي ڪڏندي اچان

ڀانڊاري ڏنم سڪ پار ۾
آئون ڪلندي ڪڏندي اچان

## هن دؤر جو ادبي جائزو

1. هن دؤر ۾ رومانوي داستان شروع ٿيا، جيڪي اڳتي هلي تمثيل طور استعمال ٿيڻ لڳا.
2. هن دؤر ۾ رزميہ شاعريءَ جي شروعات ٿي.
3. گنان چيا ويا (هنن گنان ۾ اسلامي اصولن سان گڏ اخلاقي هدايتون ۽ دنيا جي بي ثباتيءَ جو فڪر ملي ٿو. هن مان ثابت آهي تہ سنڌي شاعريءَ ۾ روحانيت ۽ تصوف جي شروعات اوائلي دؤر کان ئي ٿي چڪي هئي.)
4. هن دؤر ۾ لوڪ ادب جي صنف ڳيچ جي شاعري ملي ٿي.
5. خواجڪي سنڌي يعني چاليهہ اکري لکي وئي، جيڪا نظم لکڻ ۾ تمام گهڻي مددگار ثابت ٿي.
6. هِجو گوئي جا بہ آثار ملن ٿا.

## هن دؤر جي شاعريءَ جون فني خوبيون

1. هن دؤر ۾ جيڪي بيت يا ڳاهہ چيا ويا آهن، اُهي هندي ڇند۔ وديا جي صنف "دوها ڇند" جي طرز تي ملن ٿا. دوها ڇند ۾ هر بيت ۾ بہ سٽون تين تيون ۽ قافيو هر مصرع جي آخر ۾ ايندو آهي.
2. ڪي بيت سورٺا ڇند موجب بہ مليا آهن. هنن بيتن ۾ بہ بہ سٽون ٿينديون آهن، پر انهن جو قافيو بنهي سٽن جي وچ تي ايندو آهي.
3. ڪجهہ بيت دوها ڇند ۽ سورٺا ڇند جو ميلاپ آهن.

4. هن دؤر ۾ ٿورڙا بيت ٽن سٽن وارا بہ مليا آهن. جن جي پهرين سٽ دوها يا سورٺا ڇند واري, ٻي سٽ دوها ڇند واري ۽ ٽين سٽ وري سورٺا ڇند واري آهي. بيت جو هي ڍانچو تمام گهڻو مقبول ٿيو. شاهہ لطيف کان علاوه ٻين ڪيترن شاعرن بہ هن سٽاءَ کي استعمال ڪيو. موجوده بيت بہ هن سٽاءَ مطابق ٺهيل آهي.
5. اسماعيلي داعين جا چيل گنان اڳتي هلي وائيءَ ۽ ڪافيءَ جو بنياد بنيا, جن ۾ پهرين مصرع ٿلهہ ۽ وراڻي جو ڪم ڏئي ٿي.

# سمن جو دؤر (1351ع - 1521ع)

سومرن جي دؤر کي سنڌي ٻوليءَ جو تعميري دؤر سڏيو ويو آهي. انهيءَ تعميري دؤر جي تڪميل سمن جي دؤر ۾ ٿي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو "سمن جي دؤر جي شروعات ۾ سنڌي ٻوليءَ جون لساني خصوصيتون خواهه ادبي روايتون ساڳيون سومرن جي دؤر واريون هيون. البت قوت بيان ۾ وڏو اضافو ٿيو ۽ لغت جي سرمايي ۾ وسعت پيدا ٿي. قصن ۽ داستانن بيان ڪرڻ کي هڪ 'ادبي فن' جي درجي تي پهچايو ويو ۽ ڳاهن سان ڳالهيون ڳائجڻ لڳيون. سماع جي محفلن ذريعي سنڌي بيت عام مقبول ٿيو ۽ اهو هيئت جي لحاظ کان تڪميلي صورت کي پهتو. سمن جي دؤر ۾ اعليٰ معياري شاعريءَ جي شروعات ٿي."

سمن، سومرن جي آخري حڪمران همير سومري کان ڄام انڙ جي قيادت ۾ حڪومت ڦري. سمن جا ارڙنهن حڪمران ٿيا. جن تقريباً پوڻا ٻه سؤ سال حڪومت ڪئي. آخر سمن جي آخري حڪمران ڄام فيروز شاهه بيگ ارغون کان شڪست کاڌي ۽ ائين سمن جي دؤر جو خاتمو ٿيو.

سمن جي دؤر ۾ تمام گهڻا مدرسا قائم ٿيا ۽ ٺٽو علم ۽ ادب جو مرڪز بنجي ويو. هن دؤر ۾ سنڌي زبان تمام گهڻي ترقي ڪئي ۽ سندس سرحدون ڪانياواڙ، ماناوادر، راجڪوٽ، ڄام نگر، قلات، سبي، ڪڇ، پاڳناڙي، لسٻيلي، مڪران، پسني، ملتان ۽ بهاولپور تائين پهچي چڪيون هيون. ايتري ترقيءَ جي باوجود، سنڌي سرڪاري ٻولي نه بنجي سگهي. سرڪاري ٻولي فارسي ئي رهي.

## سنڌي شاعري

سمن جي دؤر ۾ سورهيائي، سخا، محبت ۽ تصوف جي شاعريءَ جا اهڃاڻ ملن ٿا. جن کي چارڻن ۽ ڀٽن ڳائي وڄائي مشهور ڪيو. هن دؤر جي شاعري جو مختصر جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو.

**ماموين جا بيت:** ماموئي فقير ست ڄڻا هئا. تنهن ڪري انهن کي "هفت

تن" بہ چيو ويو آهي. انهن ستن درويشن ڪجهہ اڳڪٿيون ڪيون هيون، جن کي "مامويَن جا معما" بہ سڏيو ويندو آهي. سندن بيت هيٺ ڏجن ٿا:

1. "هاڪ وهندو هاڪڙو، پجندي ٻنڌ اروڙ
ٻهہ مڇي ۽ لوڙهہ، سمي ويندا سوڪڙي"

2. "وسي وسي آر، جڏهن وڃي ڦٽندو
تڏهن ٻاروچاڻو ٻار، ستين درمي وڪبو."

3. "ڪاري ڪاپاري، جهيڙو لڳندو ڇهہ پهر،
مر مڇي ماري، سک ويندي سنڌڙي"

4. "مر مڇي ماري، مر مڇيءَ کهڙا پار،
هٿين ڪاريون پوتيون، مٿن ڪارا وار."

5. "لڳندي لاڙان، سونڪو ٿيندو سري ۾،
جڏهن ڪڏهن سنڌڙي، اڳاٽا وٽاهہ."

6. "نيلا گهوڙا ڏٻرا، اتر کان ايندا،
واساماں واٽن تي، ورهائي ويندا،
تهان پوءِ ٿيندا، طبل تاجاڻين جا."

7. "اچي ويجها ماڙهئا، ننگر جي آڌار،
پراڻا پراڻ نوان مَر اڏج نجهرا."

هنن بيتن جي باري ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ چوي ٿو تہ. "اهي بيت سومرن جي خير خواهن جا آهن." بهرحال اها ڳالهہ ثابت آهي تہ اهي بيت سمن جي دؤر جا آهن. هنن بيتن جي زبان ۾ ڪافي پختگي آهي ۽ منجهن فصاحت ۽ بلاغت پڻ آهي.

## عشقيہ داستان

هن دؤر ۾ بہ ڪافي عشقيہ داستانن جنم ورتو جن کي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ڪافي مشهور ڪيو. انهن داستانن ۾ "ڄام لاکو ۽ مهر راڻي"، "ڄام لاکو ۽ اوڏڻ"، "ڄام اڍو ۽ هوٿل پري"، "نوري ۽ ڄام تماچي" ۽ "دولهہ دريا خان" وغيره ڪافي مشهور ٿيا.

هن دؤر ۾ جام اڏي جي باري ۾ ڪجهه ڳاهون مليون آهن. جام اڏي جي ياجائي مٿس موهت ٿي پئي. جڏهن جام اڏي ملڪ ڇڏي اتر ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪئي ته سندس ياجائي پنهنجي دل جي ڪيفيت هيئن بيان ڪئي:

"اتر سيگهون ڪيون، ڏونگر ڏمريا،
هينئڙو ڦٿڪي مڇيءَ جيئن، ساجن سنيريا."

جام اڏي کي هوٿل پريءَ سان محبت ٿي وئي ۽ ٻنهي جي شادي به ٿي. هوٿل پري پنهنجي محبت جو اظهار ڪندي چوي ٿي:

"اڏا! توسين آر ڪر وسرن نه سپ ڇمار،
شل تر- ٻاپيهڙي ٿي مران."

"وساريان نه وسرن، وسرن نه سيڻ،
جي نه ٿمن نيڻ، تر- ٻاپيهڙي ٿي مران."

جڏهن هوٿل پري ۽ اڏو وڇڙي ويا ته اڏي وڇوڙي ۾ چيو:

"پاٽي مٿي پَنُ- جيئن ٿو ٻڏي اپڙي،
تيئن هوٿل منهنجو من، لوڙهي وڏو لهرين."

هوٿل کي به اڏي جي فراق ڪاٺي ڇڏيو:

"ڪاٺيءَ ڪاٺي ڪِيُون، جيئن سُرو سانگهيڙو ڪري،
منهنجو تيئن هيون، اڄ اڏي ڪاڏئو."

عشقيه داستانن ۽ ڳاهن کان علاوه ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي بيت ملن ٿا ۽ ڪافي شاعرن جو به ذڪر ملي ٿو. ڪجهه شاعرن ۽ انهن بيتن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

## مخدوم احمد ڀٽي

هي بزرگ اصل هالا ڪندي جو هو ۽ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جو مريد هو. هڪ دفعي نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) جي ڪنهن محفل ۾ ويٺو هو ته اتي هڪ سوناري ڇوڪري هيٺيون بيت پڙهيو:

"سڏ سٽين پرينءَ جو- وانگي جي نه ورن
ڪوڙي دعوِيٰ دوستيءَ جي، ڪچاڙي کي ڪن."

بيت ٻڌي مخدوم صاحب جو روح پرواز ڪري ويو. ته سوناري ڇوڪري وري هيٺيون بيت پڙهيو:

”سر ڏيئي سٽ جوڙ ڪنهن پر ڪلالن سين
مرٽا منهن مَ موڙ اڄ وٽي تي وڌ لهي.“

هنن بيتن جي باري ۾ خبر نہ پئجي سگهي آهي، تہ اهي بيت مخدوم احمد ڀٽي جا هئا يا ڪنهن ٻئي شاعر جا. پر هنن بيتن مان صاف ظاهر آهي تہ سمن جي دؤر جي شاعريءَ ۾ روحاني عنصر داخل ٿي چڪو هو.

## شيخ حماد جمالي

هي بزرگ ٺٽي جي ويجهو رهندو هو. ڄام تماچيءَ کي ساڻس گهڻي عقيدت هئي ۽ وٽس ايندو ويندو هو. ڄام جوڻي هڪ سازش تحت ڄام تماچيءَ کي قيد ڪري دهليءَ موڪلي ڇڏيو. جڏهن اها خبر شيخ حماد کي پئي تہ هن ڄام جوڻي کي پاراتو ڏنو ۽ ڄام تماچيءَ جي واپسي لاءِ دعا ڪندي هينيون بيت چيائين:

”جوڻو مت اوڻو ڄام تماچي آءَ،
سڀاجهي ڀاڄهہ پيئي، توسين ٺٽو راءِ.“

## درويش نوح هوتياڻي

هي ڪيبر قبيلي جو درويش هو ۽ هن بہ ڄام جوڻي جي مخالفت ۾ ڄام تماچيءَ جي حمايت ۾ هڪ بيت چيو:

”جوڻو وڃي جهوري ماريو
ڄام تماچي شهرين چاڙهيو.“

## اسحاق آهنگر

اسحاق آهنگر (لوهار) سان هڪ بيت منسوب آهي، جيڪو شيخ ڀريي مجذوب جي واتان ٻڌو ويو. اهو بيت هي آهي.

”تيان مان جهرڪ، ويهان سجڻ جي سُپ تي،
مان ڪرن ٻرڪ، ٻولي ٻاجهارپ مون سين.“

هن بيت جي بيهڪ ڏاڍي عمدي آهي ۽ منجهس جيڪا آرزو سمايل آهي، اها بہ شاعر جي ذهني ڪيفيت جو پورو پتو ڏئي ٿي.

## قاضي قاضن

قاضي قاضن سمن جي آخري دؤر ۽ ارغونن جي شروعاتي دؤر جو شاعر هو. هي پنهنجي دور جو وڏو عالم هو ۽ حديث ۽ فقہ جي ڪتابن تي ڪيس عبور حاصل هو. پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو قاضيءَ جي عهدي تي گذاريائين. هي سيد ميران محمد جونپوري جو مريد هو.

قاضي قاضن جا 7 بيت "بيان العارفين" جي مصنف شاهہ ڪريم بلڙي واري جي ڪلام سان گڏ ڏنا آهن. انهن ڪان سواءِ دهليءَ ڪان هيري ٽڪر نالي هڪ سنڌيءَ "قاضي قادن جو ڪلام" جي نالي سان ڪلام ڇپايو آهي. (جنهن تي تبصرو اڳتي هلي ڪبو.)

قاضي قاضن جي شاعريءَ بابت محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو "قاضي قادن سنڌي ٻوليءَ جو پهريون وڏو شاعر آهي. هو سنڌي شاعريءَ جو ابو هو. هو پهريون مشهور شاعر آهي، جنهن جا گهڻا بيت اسان کي پوريءَ تصديق سان لکت ۾ ملن ٿا، جن مان ان دؤر جي بکر واري علائقي جي سنڌي ٻوليءَ تي روشني پوي ٿي."

قاضي قاضن جي شاعري تصوف جي اپٽار سان گڏوگڏ فني خوبين سان بہ مالا مال آهي. پاڻ ظاهري علم کي حق تائين پهچڻ لاءِ ناقص سمجهندي چيائون:

"ڪنز قدوري ڪافيہ ڪي ڪين پڙهيوم
سو پار ئي ٻيو جتان پريم لڌوم."

ظاهري علم جي باري ۾ وڌيڪ فرمايائين:

سيئي سيل ٿيام پڙهئام جي پاٺان
اکر اڳيان اُيري واڳو ٿي وريام

قاضي قاضن پنهنجي مرشد لاءِ جوڳيءَ جو لفظ ڪم آندو آهي، جنهن کيس غفلت جي ننڊ مان جاڳائي، پرين جي پيچري جو ڏس ڏنو.

"جوڳي، جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري."

قاضي قاضن جي شاعريءَ تي تبصرو ڪندي محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو "فڪر جي بلندي ۽ معنيٰ جي سهڻائي جي لحاظ سان اهي اعليٰ اخلاقي ۽ وجداني شاعري جا بهترين مثال آهن. فن جي لحاظ کان اسان کي انهن بيتن ۾ "بنيادي" بہ- تڪي سنڌي بيت کان وٺي، مڪمل سنڌي بيت تائين ارتقاءَ جون سيئي صورتون ملن ٿيون.

سٽاءَ جي لحاظ کان قاضي قاضن جا ڪجھ بيت "دوھا ڇند" مطابق ۽ ڪجھ "سورٺا ڇند" جي مطابق آهن. ڪجھ وري دوھا ڇند ۽ سورٺا ڇند جو خوبصورت ميلاپ آهن.

## مذهبي شاعري

مذهبي شاعريءَ ۾ اسان کي اسماعيلي داعين جا ڇيل ڪجھ گنان ملن ٿا، جيڪي انهن تبليغ لاءِ ڇپيا هئا. هن دؤر ۾ پير حسن ڪبير الدين وڏو داعي هو. هي پير صدرالدين جو فرزند هو. پير حسن ڪبير جا ڪجھ گنان هيٺ ڏجن ٿا.

آشا جی شری اسلام شاھ تخیج بیٹھا
تاری دین ھو
الرحمان جی
سر بندہ لئے
گردئے منکی دیدھا
تارے نر اگھاڑو کری، نر بیٹھا

(جڏهن کان حضرت اسلام شاھ تخت تي ويٺو تڏهن کان ڏٽيءَ جي دين جو فرض جاري ٿيو. (پير حسن ڪبير الدين) جڏهن امام کي پڳ نذرانو ڪئي. تڏهن پاڻ مرد سر اگھاڙو ڪيو ويٺو هو.)

"ناريون تمهاريون آنتي گھٽيون،
منجھ سريکيون لاکو ئي لاک،
تمهن هئ الک نرنجن،
هم چيئي درڙي خاک."

(تنهنجون ٻانهيون تہ تمام گھٽيون آهن. مون جهڙيون تہ لکن جي تعداد ۾ آهن. تون ڏسڻ کان پاڪ آهين ۽ آئون تہ مٽيءَ خاڪ آهيان.)

## جنگي رجز

سمن جي دؤر ۾ سلطان محمد تغلق سنڌ تي چڙهائي ڪئي، پر ٺٽي جي ٻاهران بيمار ٿي پيو ۽ گذاري ويو. ان کان پوءِ سلطان فيروز شاھ بہ سنڌ تي چڙهائي ڪئي، پر ويا پڪڙڻ سبب ڪجھ ڏانهن هليو ويو. پنهنجي دشمن کان جان آجي ٿيڻ تي سنڌي فوج هيئين جنگي نعرو يا رجز بلند ڪيو:

با برڪت پير پنو
هڪ مئو- هڪ ڄنو.

## دعائيہ فقرو

هن دؤر ۾ شاهہ مراد شيرازيءَ جو چيل هڪ دعائيہ جملو ملي ٿو. شاهہ مراد هڪ وڏو عالم، صوفي ۽ بزرگ هو. هن خاندان ۾ هڪ نئين ڄاول ٻار کي ڪٺي خوشيءَ مان هي دعائيہ فقرو چيو:

"او ياتي! ڏيئي وڏي ڄمارا."

(اي گهر جا ياتي! الله توکي وڏي ڄمار ڏي)

هن فقري جي اهميت ان ڪري آهي، جو هن جو قافيو الف اشباع جي شاعريءَ تي ٻڌل آهي. جنهن مان ظاهر آهي تہ الف اشباع جي شاعري جو رواج هن دؤر ۾ پيئجي چڪو هو.

## هن دؤر جو ادبي جائزو

1. هن دؤر ۾ سنڌي ادبي ٻولي هئي، عربي علمي ٻولي هئي ۽ فارسي دفتري ٻولي هئي.
2. سنڌي ٻولي سنڌ جون سرحدون اورانگهي دور دراز علائقن تائين پهچي وئي هئي. اتان جي ٻولين تي پنهنجو اثر بہ ڇڏيائين ۽ انهن جو اثر بہ قبول ڪيائين.
3. شروع ۾ لساني خصوصيتون ۽ ادبي روايتون سومرن جي دؤر واريون ساڳيون رهيون.
4. هن دؤر ۾ روماني داستان ڳايا ويا.
5. سنڌي نثر ۾ بيان جي قوت ۽ صلاحيت وڌڻ جي ڪري نوان قصا رائج ٿيا.
6. سماع جون محفلون جا بجا ٿيڻ لڳيون، جن ۾ سنڌي بيت پنهنجو ارتقائي سفر طئي ڪيو.
7. مذهبي شاعريءَ ڳنانن جي صورت ۾ ترقي ڪئي.
8. الف اشباع جي شاعري (يعني هر مصرع جي آخر ۾ "آ" ڳنڍي قافيو ٺاهڻ) جي شروعات ٿي.
9. هن دؤر ۾ ڌارين سنڌ تي ڪاهون ڪيون، تنهن ڪري حب الوطني جو جذبو جاڳيو ۽ جنگي رجز يا قومي نعري جنم ورتو.
10. هن دؤر ۾ ڪيترائي عالم ۽ شاعر پيدا ٿيا، جهڙوڪ: شيخ جهنڊو پاتڻي، ڄام ننڍو، مخدوم بلاول، ملان عبدالرحمان عرف ملان لنڊ وغيره.

11. هن دؤر جي ڪجهه بيتن ۾ ان وقت جي سماجي ماحول ۽ سياسي حالتن جو بہ پتو پوي ٿو جهڙوڪ: ماموئين جي بيتن ۾ درياءَ، دريائي پنڌ، دريائي پيداوار وغيره سنڌ جي تهذيب ۽ ماحول جو چٽو عڪس پيش ڪن ٿا.
12. هن دؤر ۾ بيت جي ميدان ۾ جيڪي روايتون قائم ٿيون اهي اڳتي هلي سنڌي بيت جو مستقل ڍانچو بڻيون. مثلاً دوهي ۽ سورٺي جي ميلاپ سان جيڪي ڪامياب تجربا ڪيا ويا، اُهي شاهہ عبداللطيف ۽ ٻين شاعرن بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيا. ان کان علاوه ڪجهہ بيت ٽہ سٽا بہ ملن ٿا.
13. تمثيلي شاعري جو بنياد بہ پيو جيڪو اڳتي هلي تصوف ۽ روحاني نقطن سمجهائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو.
14. عشقيہ ۽ فراقيہ عنصر سنڌي بيت کي وڏيڪ پرسوز ۽ دلڪش بنائي ڇڏيو.
15. قاضي قاضن مرشد لاءِ "جوڳي" لفظ ڪم آندو جيڪو تقريباً اڄ تائين بہ استعمال ٿيندو رهيو آهي.
16. قاضي قاضن هڪ لفظ استعمال ڪيو "جاڳايوس" جنهن جي معنيٰ آهي، مون کي جاڳايائين، پر اڄ ڪلهہ جاڳايوس جي معنيٰ آهي "هن کي جاڳايو."
17. هن دؤر ۾ سنڌي ۽ سرائڪي جو هڪٻئي تي تمام گهڻو اثر پيو. قاضي قاضن ٽہ سرائڪي ۾ بہ بيت چيا.

# ارغونن، ترخانن، ۽ مغلن جو دؤر
## (1521ع - 1718ع)

ارغون، سمن جي آخري حڪمران ڄام فيروز کي شڪست ڏئي، سنڌ جا حڪمران بڻيا. شاهہ بيگ ارغون پهريون حڪمران هو. ڪجهہ وقت کان پوءِ حڪومت ارغونن جي اميرن يعني ترخانن جي هٿ ۾ آئي، ترخانن کان پوءِ سنڌ جون واڳون مغلن جي هٿ ۾ آيون.

ارغون، ترخان ۽ مغل ڌاريا حڪمران هئا. انهن سنڌ ۽ سنڌ واسين تي جيڪي ظلم ڪيا، تاريخ انهن جي گواهہ آهي. وڏو ظلم تہ اهو ٿيو جو سنڌ جو علم ۽ ادب تباهہ ٿي ويو. مٿان بي مصيبت اها ٿي جو فارسي زبان جي ايتري همت افزائي ڪئي وئي، جو سنڌي شاعر ۽ عالم بہ فارسيءَ ۾ شاعري ڪرڻ لڳا ۽ سنڌ ۽ سنڌي زبان کي ننڌڻڪو ڪري ڇڏيائون. ڌارين جي ظلم ۽ بربريت، جتي رت جا درياءَ وهايا ۽ سنڌ جي وسيلن جي ڦرلٽ ڪئي تہ اتي سنڌي شاعرن فارسي ۾ شاعري ڪري، سنڌيءَ کي يتيم بنائڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي

اهڙن مايوس ڪن حالتن ۾ ڪيترن ئي سنڌي شاعرن سنڌي زبان کي زنده رکڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ سنڌيءَ ۾ شاعري ڪيائون. جيڪا زماني جي دست برد کان تمام گهٽ بچي سگهي. تنهن هوندي بہ ڪجهہ شاعرن جو شعر ايترو تہ پرسوز ۽ پراثر هو جو اهو عوام جي دلين ۾ گهر ڪري ويو ۽ محفوظ رهجي ويو. انهن بزرگن مان ڪجهہ شاعرن جو شعر مختصر احوال سان هيٺ ڏجي ٿو:

### مخدوم نوح رحہ (1505ع - 1590ع)

مخدوم نوح رحہ هالا ڪنديءَ جو وڏو بزرگ هو. ظاهري تعليم تہ تمام ٿوري حاصل ڪئي هئائون، پر قرآن شريف جو تفسير ڏاڍي عالمانہ انداز ۾ ڪندا هئا. قرآن شريف جو فارسيءَ ۾ ترجمو ۽ مختصر تفسير پنهنجي هڪ مريد بهاءُ الدين گودڙيو کان لکايائون. قرآن شريف جو اهو فارسي تفسير ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي.

مخدوم صاحب جا صرف چند بيت مليا آهن. جيڪي تصوف جي رمزن سان ٽمٽار آهن. سندس خيال ۾ حق کي پسڻ لاءِ ظاهري اکيون ناڪافي آهن، حق کي پسڻ لاءِ اندر جي اکڙين جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ڪو ظاهري اکين تي ڀروسو ڪندو تہ پرين پسي نہ سگهندو. پاڻ فرمائين ٿا:

"پٽيان تہ انڌيون، پوريون پرين پسن،
آهي اکڙين، عجب پر پسڻ جي"

مخدوم صاحب فطرت جي نظارن ۾ "حق" جا مظهر پسڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. پاڻ فرمائين ٿا:

"ماڪ نہ پانيو ماڙها، پيئي جا پريات،
روئي چڙهي رات، ڏسي ڏکوين کي"

پنهنجي آخري ايامن ۾ بيمار رهڻ لڳا. سندس رفيق بہ هڪ هڪ ٿي فاني دنيا مان لڏڻ لڳا، تہ اداس ٿي هيٺيون بيت چيائون:

"نہ سي جوڳي جوءِ ۾، نہ سي سامي واٽ،
ڪاپڙين ڪنوات، وڏي ويل پلاٽيا."

پنهنجي آخري وقت ۾ پنهنجي هڪ معتقد ابابڪر ڏانهن پيغام جي صورت ۾ هيٺيون بيت چئي موڪليائون:

"ابابڪر آءُ، سامي سفر هليا،
تها پوءِ متا، سڪين سناسين کي."

جڏهن ابابڪر اهو بيت ٻڌو تہ پاڻ بہ هيٺيون بيت چيائون:

"اچان ٿو اچان، ڪجائو ڪا جري جي جتا،
تهان پوءِ متان، سڪان سنياسين کي."

## شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو سال

شاهہ ڪريم کي قديم دؤر جو سڀ کان وڏو شاعر مڃيو ويو آهي ۽ کيس سنڌيءَ جو "چاسر" ۽ سنڌي ادب جو "وهائو تارو" جا لقب بہ ڏنا ويا آهن. پاڻ پنهنجي پيٽ گذر لاءِ ٻني ٻاري جو ڪم ڪندا هئا.

شاهہ ڪريم جا 94 يا ڊاڪٽر بلوچ مطابق 93 بيت مليا آهن. جيڪي ٻوليءَ جي انمول ذخيري هجڻ سان گڏ تصوف جي رمزن ۽ الاهياتي فلسفي سان پڻ ٽمٽار آهن. پاڻ اهي شعر وڏي آواز سان پڙهندا هئا. اڪثر ڪري سماع جي محفلن ۾ وجد ۾ اچي ويندا هئا. وحدة الوجود جي حقيقت جي اپٽار ڪندي چون ٿا:

”سو هيڏانهن سوئي هوڏانهن، سوئي من وسي،
تهين سندي سوجهري، سوئي سو پسي“.

آفاقي حقيقت جي آواز ۾ پڙلاءَ کي ٻڌڻ لاءِ ظاهري ڪن بلڪل ناقص آهن. انهيءَ کي ٻڌڻ لاءِ باطني روشنيءَ جي ضرورت آهي.

”هي ڪن گڏ هٽان وڪڻي، ڪن ڪي ٻيا ڳنيج،
سندي پريان ڳالڙي، تنين سين سٽيج“.

پنهنجي پرينءَ جي ياد جڏهن حد کان وڌي ويندي آهي ته پرين بلڪل پنهنجي ويجهو محسوس ٿيندو آهي ۽ ائين لڳندو آهي ته پرين ۾ ۽ اسان ۾ ڪوبه ويڇو ڪونهي. ڪوبه مفاصلو ڪونهي انهيءَ حقيقت کي سمجهائيندي چوڻ ٿا:

”پاٽياريءَ سر ڀڙو جر تي پکي جيئن،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.“

## شاهه خيرالدين (1505ع - 1617ع)

هيءُ بزرگ اصل ۾ بغداد جو هو ۽ پير عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان هو. سير و سفر ڪندي سنڌ ۾ آيو ۽ هالا ۾ اچي مخدوم نوح جو مريد ٿيو.
هڪ دفعي پنهنجي مريد کي سجدي ۾ ڏسي هيٺيون بيت چيائون:

”نه تون ڪعبو نه تون قبلو رهين منجهه سجود
وساري وجود، ملين ساڻ درياه.“

تنهن تي سندس مريد جواب ڏنو:

”ڪوه ڪندا قبلو جن سڄاتو سلطان،
پرين اسين پاڻ، ڪريون سجدو ڪنهن کي.“

## جرڪس فقير

هيءُ درويش مخدوم الياس جو مريد هو. هن جي زماني ۾ سمه ساهتيءَ جو حڪمران ”جام اهيو“ هو. جام اهيي (جام هميي) جرڪس فقير جي مرشدن کي ڏاڍو تنگ ڪيو جنهن تي هن درويش بد دعا ۾ هيٺيان بيت چيا:

”اوير ڏانهن تي آئيا، سنيري به سوار،
هڪڙي پڪڙيس ڏاڙهي ڪئون، ٻئي پٽيس وار،
ساري سپ جمار، تن جي منزل متو ناه ڪو.“

”اهيو ٿيو وهيو متئون پيس باز،
تنهين جو آواز، بيهر ٻڌو ڪونه ڪو.“

## عثمان احساني

هيءَ بزرگ اصل بلوچستان جي علائقي ياڳناڙي کان هجرت ڪري سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو هو. ان جي ڪلام جو مجموعو ”وطن نامہ“ جي نالي سان مليو آهي، ليڪن اهو ايترو تہ ڳري ڇڪو آهي، جو ان مان صرف چند بيت ملي سگهيا آهن. عثمان احسانيءَ جي شاعريءَ ۾ قبر ۽ آخرت جي عذاب جو موضوع سرفهرست آهي. موت ۽ قبر جي منظر ڪشي ڏاڍي لرزه خيز انداز سان ڪيل آهي. سنڌس بيت ان وقت جي بيت جي فني ستاءَ کان ڪجهہ بدليل آهي. يعني آخري سٽ جو قافيو وچ ۾ اچڻ بدران آخر ۾ آهي. سنڌس هيئيان بہ بيت پڙهي ڪوبہ عقل وارو اندازو لڳائي سگهي ٿو تہ ان وقت سنڌين جي سماجي حالت ڪهڙي هئي؟

اهي هن دنيا مان ڪافي حد تائين مايوس ٿي ويا هئا. ڏارين جي ڏاڍاين انهن کي قبر جا عذاب ياد ڏياري ڇڏيا هئا. اُهي بيت هي آهن:

”ڳالهہ اٿانگي گور جي، ويهہ مَ وسارو هي،
ترس مَ ويهہ تيار ٿي، ساٿيئڙا سنبهي،
هيءَ حد هيبت جهڙي، ويندءِ گور ڳهي“

”سپون وڇون سهسين، تنبڻ ناگڻ ساڻ نهي،
ڏنگي جان ڏنگن سان، ويندءِ ڏيل ڏهي،
ڳري ويندءِ گور ۾، لڱين لحم لهي.“

## شاهہ لطف الله قادري (1611ع - 1679ع)

شاهہ لطف الله قادري پنهنجي دؤر جو وڏو عالم ۽ شاعر هو. هن تصوف تي فارسي ۾ بہ ڪتاب ”تحفة السالڪين“ ۽ ”منهاج المعروف“ لکيا. پاڻ سنڌيءَ ۾ ڪافي شاعري ڪيائون. محترم ڊاڪٽر بلوچ سندس 357 بيتن تي، هڪ رسالو بہ مرتب ڪيو آهي. تصوف سندس شاعري جو موضوع آهي. ٻين صوفي شاعرن وانگر هن جي شاعريءَ ۾ بہ اندر جي روشنيءَ تي زور ڏنل آهي ۽ ظاهري عقل کي پرين پسڻ لاءِ ناقص قرار ڏنو اٿن:

”عقل ات اوچو ٿيو، ڪاجا ڏسي پت،
نہ ڪو ڳاچ نہ ڳت، حيرت هنيو سيڪو.“

حق کي پسڻ لاءِ ڪيئي ڪشالا ڪرڻا پون ٿا. ڪڏهن پنهنجي من ۾ جهاتي پائڻ لاءِ منهن مونن ۾ تو هڻڻو پوي ته ڪڏهن وري ڪاپڙي بڻجي ڪائنات جا اسرار سمجهڻ لاءِ وڻڪار جر ۽ جبل جهاڳڻا ٿا پون. پاڻ فرمائين ٿا:

"ڪهي ڏنو ڪاپڙين، ڪو آڳاهون پنڌ،
تنين منجهان آئيو ڳجهه ڳجهائين ڳنڌ،
سندو حيرت پنڌ، آيو آڏو آديسين."

هن ڪائنات جي اسرار کي پروڙن لاءِ هر دؤر جو انسان مٿا ڪٽ ڪندو رهيو آهي. هي سفر ڪٿان کان شروع ٿيو آهي، سندس منزل ڇا آهي؟ انهيءَ حقيقت سمجهڻ لاءِ ڇا ڪجي ۽ ڪيئن ڪجي؟ انهن رمزن بابت شاهه لطف الله قادري لکي ٿو:

جت پنڌ نهايت ناه ڪا، نڪو انت نه ڇيهه،
سو ڪوڙين ڏسي ڪنبيا، ڏوران ڏاڍو ڏيهه،
اُتِ هلڻ حيرت ۾ ٿئو، چيتا تو چيلهه،
اوري ڪر مَ آسرو، واديءَ وچ مَ ويهه،
ثابت ٿي سبحان سين، منجهه حقيقت پيهه،
ته سو پسين ڏيهه، جنهن کي سِڪي سيڪو.

(جنهن سفر جي ڪا انتها نه آهي ۽ نه ئي ان جي منزل آهي، ان کي ڏسي لکين دليون دهلجيو وڃن. سفر جي دؤران ڪو سهارو ڪونهي. واديءَ وچ ۾ هاري ويهڻ بيڪار آهي. ضروري آهي ته تون خدا تي ڀروسو رکي اڳتي هلندو رهه. اهڙي ريت منزل کي ويجهو ٿيڻ ۾ آساني ٿيندئي، جنهن تي رسڻ لاءِ سيئي سڪندا رهيا آهن.)

شاهه لطف الله قادريءَ جي ڪلام جو فني تجزيو ڪندي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو "فن ۽ هيئت جي لحاظ کان شاهه لطف الله قادري جي ڪلام ۾ نوان تجربا نظر اچن ٿا. ترجيح يا تڪرار پهريون دفعو سندس ڪلام ۾ ڏٺي وئي آهي. هن ڍانچي جي مطابق بيت ۾ لفظ، اصطلاح ۽ جملا وري ورجايا ويا آهن. شاهه لطف الله تشبيهن ۽ تمثيلن ذريعي پنهنجي ڪلام کي موثر ۽ ان جي مفهوم کي چڱيءَ طرح چٽو ڪيو آهي. انهيءَ کان سواءِ لفظ "ساموندي"، "ناٿا"، "جوڳي" ۽ "آديسي" استعمال ڪري جيڪي روايتون قائم ڪيون اٿس، انهن تي شاهه لطيف ۽ ٻين شاعرن به عمل ڪيو."

## هن دؤر جو ادبي جو جائزو

1. هي دؤر فارسي زبان جي تسلط جو دؤر آهي، جنهن ۾ سنڌي قوم سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جو بہ استحصال ٿيو. فارسي، سرڪاري دفتر، انتظامي ڪاروبار، خط و ڪتابت، تعليم ۽ تصنيف، ادب ۽ شاعريءَ جي زبان بڻجي وئي. فارسيءَ جي ايتري اثر هئڻ جي باوجود بہ ڪيترن ئي سنڌي شاعرن سنڌي ٻوليءَ ۾ اعليٰ درجي جي شاعريءَ ڪري پنهنجو تاريخي فرض ادا ڪيو.
2. هن دؤر ۾ رومانوي داستانن کي تمثيلي طور استعمال ڪرڻ جو عام رواج پيو.
3. بيت ٻن ۽ ٽن سٽن کان وڌي پنجن ۽ ڇهن سٽن تائين پهچي ويو.
4. ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي چوڻ مطابق، "انهن ڏينهن ۾ 'ڪافي' سنڌي شاعريءَ ۾ مقبول عام صنف هئي. جنهن کي سنڌ جي هينئين حصي ۾ 'وائي' چيو ويندو هو. وائيءَ جا ڪي باقاعده نمونا تہ نہ ملي سگهيا آهن، پر آخري دؤر جي آخري شاعر شاهہ عنايت رضويءَ جي رسالي ۾ وائيءَ جا ڪجهہ نمونا ملن ٿا."
5. هن دؤر ۾ تصوف سان گڏ حسن و عشق ۽ هجر وَ فراق بہ سنڌي شاعريءَ جا موضوع هئا. ان کان سواءِ ان ۾ سنڌ جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو عڪس بہ ملي ٿو.
6. سماع جون محفلون بہ ٿينديون هيون، جن ۾ سنڌي بيت پڙهيا ويندا هئا.
7. بيتن ۾ "وراڻ" ۽ "تڪرار" جا اهڃاڻ بہ ملن ٿا.
8. مذهبي شاعري بہ ڪئي وئي، جنهن جو سٽاءُ گهڻو ڪري الف اشباع تي ٻڌل هو.
9. سنڌي ٻولي پنهنجي "نج" صورت ۾ استعمال ڪئي ويندي هئي. شاهہ عبدالڪريم جي شاعري "نيٺ سنڌي" جو اعليٰ مثال آهي.
10. هن دؤر جي ڪافي شاعريءَ ۾ "ترڪ دنيا" "توڪل" "فنا ۽ بقا" جي چڱي خاصي اپٽار ڪيل آهي. ان کان علاوه هن دؤر جي شاعري تي مايوسيءَ ۽ نااميديءَ جو بہ ڪافي اثر آهي. عثمان احساني جي شاعري پڙهڻ سان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ان وقت سنڌين سان ڪهڙي ويڌن هوندي.

# ڪلهوڙن جو دؤر (1718ع۔ 1782ع)

ڪلهوڙا، مغلن جي دؤر ۾ سياسي قوت بڻجي آهستي آهستي ايرڻ لڳا. آدم ڪلهوڙو پيريءَ مريديءَ وسيلي ڪافي طاقتور بڻجي چڪو هو. خان خانان جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو ته آدم ڪلهوڙي کيس فتح جي دعا ڏني هئي. فتح ڪان پوءِ مغلن آدم ڪلهوڙي کي چانڊڪا ۾ جاگير عطا ڪئي. آخرڪار ميان يار محمد ڪلهوڙي، شاهه عنايت جي سر جو سودو مغلن سان ڪيو ۽ شاهه عنايت کي شهيد ڪرائي ڪلهوڙن جو پهريون حڪمران بڻجي ويو. ميان يار محمد ڪلهوڙي جي غداريءَ ڪرڻ تي شاهه عنايت چيو:

"ڏونگري ڏني ڏاڙهي، ڪوه ڪتي جو پيچ."

ميان يار محمد ڏاڙهيءَ تي هٿ رکي شاهه عنايت سان واعدو ڪيو هو. پر غداري ڪرڻ تي شاهه عنايت چيو ته اها ڏاڙهي نه هئي، پر ڪُتي جو پيچ هو. شاهه عنايت جي خون ۾ هٿ رنگڻ ڪان پوءِ ميان يار محمد کي مغلن "خدا يار خان" جو لقب ڏنو.

ارغونن، ترخانن ۽ مغلن ڪان پوءِ سنڌين جي حڪومت ته آئي، پر سنڌ ۾ امن نه ٿيو. ڪلهوڙن جي حڪومت 64 سال هلي، پر هن ٿوري عرصي ۾ سنڌ جي ڌرتيءَ کي ڪيترائي پيرا رت جو ريج ڏنو ويو.

1739ع ۾ نادر شاهه سنڌ تي حملو ڪري شڪارپور ۽ سکر کي قنڌار سان ملائي ڇڏيو. ان نه صرف سنڌ کي خون جو غسل ڏنو پر سنڌي علم ۽ ادب ايران سانڍُ ڪٺائي ويو. ميان نور محمد ڪلهوڙو نادر شاهه سان مقابلو ڪرڻ بجاءِ سنڌ کي نڌڻڪو ڇڏي، ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويو. ان ڪان پوءِ احمد شاهه ابدالي ۽ مدد خان پٺاڻ جيڪي سنڌ سان ويل وهايا، تاريخ اڄ به ان دؤر جي نوحه خوان آهي.

ايتري افراتفري ۽ عدم استحڪام جي باوجود سنڌي ادب تمام گهڻي ترقي ڪئي. سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي وسعت لاءِ زبردست صلاحيت موجود آهي. ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر ۾ سنڌي شاعريءَ جي بقا به وڏي ڳالهه هئي.

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ پڻ فارسيءَ جو اوترو ئي اثر رهيو پر جيئن تہ حڪمران سنڌي هئا، ان ڪري سنڌي زبان کي همت افزائي ملي. ان همت افزائيءَ جي بنياد تي سنڌي ٻوليءَ جي صلاحيتن ۾ ايترو نکار آيو جو هن دؤر کي "سنڌي ادب جو سونهري دؤر" چيو ويندو آهي. هن دؤر ۾ عظيم شاعر ۽ عالم پيدا ٿيا، جن سنڌي ٻوليءَ جي بي انتها خدمت ڪئي. هن دؤر جا شاعر ۽ سندن ڪلام هيل تائين لافاني ثابت ٿيا آهن.

هن دؤر جي ادب جو جائزو وٺڻ لاءِ ان کي هيٺين ٽن حصن ۾ ورهايون ٿا.

1. مذهبي شاعري
2. صوفيانہ شاعري
3. نيون صنفون

## 1. مذهبي شاعري

هن دؤر ۾ ٺٽو نہ صرف سنڌ جي سياست جو مرڪز هو پر مذهبي لحاظ کان بہ اهم هو. هتي ڪيترائي مدرسا هئا، جن ۾ ديني درس سنڌيءَ ۾ ڏنو ويندو هو. ان ڪري ڪيترائي ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيا ويا. ان وقت جيئن تہ سنڌي نثر جو باقاعده رواج نہ هو تنهن ڪري اهي ڪتاب الف اشباع جو قافيو ملائي نظم جي صورت ۾ لکيا ويا ۽ ان وقت جيئن تہ سنڌي صورتخطي اجان ايجاد نہ ٿي هئي، تنهن ڪري اهي عربي رسم الخط ۾ لکيا ويا. انهن نظمن کي "ڪبت" بہ چيو ويندو آهي. ان سان گڏ هنن نظمن کي "سنڌي" جي نالي سان بہ سڏيو ويندو هو. هن سلسلي جو پهريون ڪتاب "مقدمة الصلوات" مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ لکيو جنهن ۾ نماز جا مسئلا آسان زبان ۾ سمجهايل آهن.

### مخدوم ابوالحسن ٺٽوي

ٺٽي جو هڪ وڏو عالم هو. ان وقت ڪيترائي هندو اسلام قبول ڪري رهيا هئا، جن کي اسلام جا بنيادي رڪن ۽ عبادت جا طريقا سمجهائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. مخدوم ابوالحسن عربي رسم الخط ۾ ڪجهہ اضافا ڪري سنڌي رسم الخط تيار ڪئي، جنهن کي "ابوالحسن جي سنڌي" چيو ويچي ٿو.

سندس ڪتاب "مقدمة الصلوات" مڪمل طرح سان منظوم ڪتاب آهي، جنهن ۾ نماز جي باري ۾ تفصيل سان سمجهايل آهي: "مثلاً:

"مٿي مونن هٿڙا، نيئي نرتان ڏيج،
ڪري ڪشاديون آڱريون، محڪم پر پڇيج،
پورو مٿو پٽ سين، جوڙا جوڙ ڪريج،
جيئن رکيو پاٽي نہ رڙهي، ان پر پٽ جهليج."

"ساراهجي سو ڏٽي، سندن جنهن فرمان،
مڃيو مڙني مومنن، آنڊائون ايمان."

"چوٿون رڪوع سجدي ۾، ڪرڻ ويرم ڪا،
قدر تسبيح هيڪڙي، توڙي ٿي پيرا."

## مخدوم ضياء الدين

هيءَ بہ ٺٽي جي وڏن عالمن مان هڪ هو ۽ مدرسو هلائيندو هو. برک عالم محمد هاشم ٺٽوي بہ سندس شاگرد هو.

هن بزرگ بہ الف اشباع مطابق ڪتاب لکيا، جن ۾ اسلام جون ڳالهيون سمجهايل هيون. انهن ڪتابن کي "مخدوم ضياءَ الدين جي سنڌي" بہ چيو ويجي ٿو. سندس ڪتابن مان ڪجھ شعر هيٺ ڏجن ٿا:

"جيئن عنايت اسلام، تو ٿيو پلءَ پت،
سک احڪام اسلام جا، وٺ موچاري مت."

"ساڍيون ڇھ ويهون فرضن جون، ساري تو سکيج،
بيان تن جو علاحدو آخر ۾ پڙهيج."

"پهريون فرض تو ٿئي، بعد بلاغت
ايءُ ڪلمو آهي نبي اُتي جو صاحب آهي شفاعت."

## مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (1690ع - 1761ع)

مخدوم محمد هاشم پنهنجي ديني تعليم ٺٽي ۾ ئي حاصل ڪئي ۽ پنهنجي تعليم جو مرڪز بہ ٺٽي کي ئي بنايائين.

مخدوم صاحب پنهنجي وقت جو جيد عالم هو. هن عربيءَ، فارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ تقريباً ڏيڍ سؤ کن ڪتاب لکيا. جن ۾ "فرائض الاسلام"، "راحت المومنين" ۽ "زاد الفقير" مشهور آهن. سندس نظم جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ايمان با الله تعاليٰ جا، چوراسي فرض ٿيا،
سڄي ياد رکو تن کي، هيئين منجهان را،
پهريون فرض ويساهه وجود ڪري موليٰ،
بيو ايمان ان ڪري تہ آهي واجب الوجودا.

عربي آجاڻن کي، گهڻي ڏهلي هوءِ،
سنڌي ڪيم سهڪي، جان سڪِي سيڪوءِ.

بقا ناهه بلاد کي، دنيا ناهه دوام،
اجل ٿو اوتون ڪري، ٿي قريب قيام،
ڪريو ياد ڪريم کي، سنجهي صبح شام.

مسئلا اسلام جا، پڇي سڀ سڪجا،
پڙهيو پاڙهيو تن کي، جيڪي چيو خدا،
تہ ڪري رحمان رحمتون، سڀاجهو سينيا،
ڪري ڪرم ڪريم، ڏئي بخشي ڏوهہ خطا.

مٿين ٽن عالمن کان سواءِ ٻين بہ ڪيترن ئي عالمن ۽ سندن شاگردن مذهبي شاعري ڪئي ۽ مذهبي ڪتاب نظم جي ويس ۾ لکيا. انهن عالمن مان هيٺيان عالم ڪافي اهم آهن:

مولوي عبدالحق، مولوي محمد حسين، مخدوم محمد ابراهيم ٺٽي، مخدوم غلام محمد ٻگائي، قاضي عبدالڪريم، ميون عيسو مخدوم عبدالله واعظ وغيره.

## 2. صوفيانہ شاعري

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ صوفيانہ شاعري تمام اعليٰ درجي جي ڪئي وئي. هن دؤر کي جيڪڏهن صوفي شاعريءَ جو دؤر چئجي، تہ بہ وڌاءُ نہ ٿيندو. تمام وڏا وڏا صوفي شاعر پيدا ٿيا، جن تمام وسيع جامع ۽ لازوال ڪلام ڏنو.

صوفي شاعري گهڻو ڪري "بيت" ۾ ڪئي وئي. ان کان علاوه "وائي" کي بہ تصوف جي نقطن سمجهائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو.

هن دؤر جي ڪجهہ مکيہ صوفي شاعرن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو:

## شاهہ عنايت رضوي

شاهہ عنايت رضوي مغلن جي آخري دؤر ۽ ڪلهوڙن جي شروعاتي دؤر جو شاعر هو. سندس وڏا اصل بکر جا رهاڪو هئا، پر پوءِ لڏي اچي نصرپور ۾ وينا. سندس شعر تي تبصرو ڪندي محترم حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب "A Brief History of Sindhi Literature" ۾ لکن ٿا:

"شاهہ عنايت ۽ شاهہ لطيف شعر ۾ هڪ ئي رستي تي هليا آهن. اهائي ٻولي- ساڳي پابندين ۽ خيالن جي هڪجهڙائي توڙي دلڪشي- بيتن کي شاهہ لطيف وانگر هن بہ مختلف سرن ۾ تقسيم ڪيو آهي ۽ سنڌ جي عشقيہ داستانن کي شعر ۾ استعمال ڪيو آهي."

شاهہ عنايت، شاهہ لطيف جي همعصر شاعرن ۾ سيني کان وڌيڪ سٺو شعر چيو آهي، جنهن جو اثر خود شاهہ لطيف پڻ ورتو آهي. شاهہ عنايت جي شاعريءَ ۾ تصوف جا نقطا نهايت شاعرانيءَ نزاڪت سان بيان ڪيل آهن. عام صوفيانہ خيال مطابق شاهہ عنايت بہ محبت کي ڏاهپ تي ترجيح ڏني آهي. يعني جيڪڏهن من ۾ محبت آهي ۽ رهبري ڪرڻ لاءِ ڪو رهبر آهي تہ ڪيڏا بہ ڏکيا مرحلا ڇو نہ هجن ماڻهو آسانيءَ سان طئي ڪري سگهي ٿو. ان حقيقت بابت شاهہ عنايت چوي ٿو:

"ڪرڙا ڏونگر ڪھ گهٽي، جت برپٽ بيريان،
اُتِ ڏاهن ڏاهپ وسري، حريفن حيران،
سسئي لنگهيو سيد چئي، محبت سين ميدان،
جن جو آرياڻي اڳواڻ، تن کي ڪانهي باڪ بهير ۾."

تصوف کان علاوه شاهہ عنايت جي بيتن ۾ حسن، عشق، فراق ۽ وصال بہ انتهائي دلڪش ۽ پرسوز انداز سان بيان ڪيل آهي. پاڻ فرمائين ٿا:

"گلبدن جون گجريون، ارم اوڊيائون،
چوٽا تيل قليل سين، واسينگ ويڙهيائون،
مشڪ محبت پاڻ ۾، لڳين لاتائون،
اهڙي پر عنايت چوي، راڻو رانيائون،
سو موتي ڪيئن پاهون، جو وڃي ڪاڪ ڪڪوريو."

هر سٺي شاعر کي فطري نظارن سان محبت هوندي آهي. هو فطرت جو مشاهدو ڪرڻ کان پوءِ ان مان ڪجهہ نتيجا بہ ڪڍي ٿو تہ ان سان گڏ پنهنجي جمالياتي ذوق جي تسڪين بہ ڪري ٿو. شاهہ عنايت فطرت نگاري

ڪرڻ سان گڏ ان وقت جي سماجي حالتن جو به سٺو عڪس چٽيو آهي.
سندس هي بيت انهيءَ ڳالهه جي شاهدي ڏئي ٿو:

”پپيهل پتو هيون، تاڙي ڪئي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
لاهي ڏک ڏاتار، الاهي عنايت چوي“

شاهه عنايت بيتن سان گڏ وايون به چيون آهن، جيڪي فني توڙي فڪري لحاظ کان اعليٰ درجي جون آهن.

## حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي

سنڌ جو هي اهو باڪمال شاعر آهي، جنهن کي دنيا جي وڏن شاعرن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. مشرق توڙي مغرب جا عالم ۽ محقق، شاهه لطيف جي ڪلام جي تشريح ۽ تحقيق ڪرڻ ۾ رڌل آهن. شاهه سائين جي ڪلام کي جيترو وڌيڪ پڙهجي ٿو اوترو وڌيڪ حيرت ۾ اضافو ٿئي ٿو.

شاهه سائين جي ڪلام ۾ اهي سڀ خوبيون موجود آهن، جيڪي هڪ آفاقي شاعر ۾ موجود هجڻ گهرجن. علامه آءِ آءِ قاضي ڪار لائل جي ٻڌايل اصولن مطابق شاهه سائين کي دنيا جو وڏي کان وڏو شاعر ثابت ڪيو آهي. ڪار لائل جا مقرر ڪيل معيار هيٺيان آهن:

(1) شعر اهو آهي جيڪو ڳائي سگهجي.

(2) جيڪڏهن ڪنهن شاعر جي شعر جي ڪا مصرع يا لفظ بدلائي ڇڏجي ته شعر جو روح ختم ٿي وڃي.

(3) زبان جو استعمال جنهن ذريعي شاعر پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندو آهي.

شاهه صاحب جو ڪلام انهن ٽنهي معيارن تي بلڪل پورو آهي. سندس ڪلام گهري مشاهدي ۽ ذاتي تجربي تي ٻڌل آهي. پاڻ سڄي سنڌ جو چپو چپو گهميائون ۽ اتان جي مروج داستانن، ٻولي، قدرت جي رنگين ۽ حسين نظارن، ماڻهن جي نفسيات، انهن جي معاشي ۽ معاشرتي زندگي ۽ ٻين بيشمار پهلوئن کي پنهنجي مطالع هيٺ آڻي، انهن کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بنايائون. جيڪا اڄ هڪ لازوال ۽ لافاني حقيقت بڻجي چڪي آهي.

شاهه سائين جي ڪلام کي موضوع ۽ معنيٰ جي لحاظ کان هيٺين ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي:

### (1) نيم تاريخي داستان

شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ کي مختلف سرن ۾ ورهايو آهي ۽ سنڌ جا نيم تاريخي داستان جهڙوڪ: 'سسئي پنهون'، 'عمر مارئي' ۽ 'سهڻي ميهار' وغيره کي پنهنجي بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. شاهه سائينءَ انهن داستانن کي سچي جو سچو بيان نه ڪيو آهي پر انهن مان صرف پنهنجي مقصد وارا ٽڪرا کڻي انهن کي تمثيل طور ڪم آندو آهي.

### (2) صوفيانه نصيحت

شاهه صاحب هر داستان کي بيان ڪرڻ کان پوءِ انهن مان ڪجهه نتيجا ڪڍي ٿو ۽ پوءِ اسان کي صوفيانه نصيحتون ڪري سڌي راهه ڏيکاري ٿو.

### (3) مجازي شاعري ۽ فطرت نگاري

شاهه سائينءَ کي نوجوانيءَ ۾ مجاز جي مهميز آئي هئي، جنهن هن کي بيچين ۽ بي قرار ڪري ڇڏيو. ان بي قراريءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ واسطي شاهه سائين سير سفر ڪيو. ان سير و سياحت ۾ قدرت جا ڪيئي منظر ڏٺائين، جن کي پنهنجي لفظن جي قالب ۾ لاهي، انهن نظارن کي امر ڪري ڇڏيائين.

"سهسين سڄڻ ايري، چوراسي چنڊن،
باالله ريَ پرين، سڀ اونداهي پائنيان."

"جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٺن ويس،
چوٽا تيل چنبيلئا، هاها هو هميش،
پسِئو سونهن سيد چوي، نيهه اچن نيش،
لالن جي لبيس، آتڻ اکر نه اُجهي.

منظر نگاريءَ بابت سندس هيٺيان شعر پڙهي، شاهه سائين جي مشاهدي کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.

"وڏا وڻ وٽڪار جا، جت جائو جمر جر،
ڪوسا تپن ڪڪرا، ٻي دمدم تپي ڏر،
ويچاري ڏٺي ور، پيرَ نه لهي پرينءَ جو."
"هيٺ جر مٿي ميجر، پاسي ۾ وٽراهه،
اچي وچي وچ ۾، تماچيءَ جي ساءُ،
لڳي اُتر واءُ، ته ڪينجهر هندورو ٿئي."

## شاھہ سائين جي ڪلام جون خصوصيتون

(1) هندي شاعريءَ وانگر، زال کي عاشق ۽ مڙس کي معشق ڏيکاريو اٿن.
(2) شاھہ سائين جي ڪلام جي سيني قصن ۾ انجام دردناڪ ڏيکاريل آهي.
(3) سندن ٻولي نج سنڌي آهي.
(4) سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جي ڀرپور عڪاسي ڪئي اٿن.
(5) سندن شاعري تمثيلي آهي.
(6) سندن شاعريءَ ۾ جدوجهد ۽ قربانيءَ جو درس ڏنل آهي.

## خواجہ محمد زمان لنواري وارو (1712ع - 1774ع)

هيءُ بزرگ نقشبندي سلسلي جو هو ۽ شاھہ لطيف جو همعصر هو. شاھہ لطيف کي سائس گهڻي عقيدت هوندي هئي. روايت موجب هڪ شاھہ سائين سندس مريد ٿيڻ جي اِرادي سان وٽس ويو پر صرف ان ڪري سندس مريد نہ ٿيو جو نقشبندي سلسلي ۾ راڳ جي منع ٿيل آهي. شاھہ سائين خواجہ محمد زمان بابت فرمائي ٿو:

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪا، ڪري سگهان نہ ڳالڙي

عبدالرحيم گرهوڙي سندس مريد هو ۽ ان خواجہ صاحب جي ڪلام (جيڪو 85 بيتن تي مشتمل آهي) جي عربيءَ ۾ شرح ڪئي.
خواجہ محمد زمان جي شاعري جو موضوع تصوف آهي. هو محبوب کي سڃاڻڻ لاءِ "معرفت" کي وڌيڪ ترجيح ٿو ڏئي.

فِعل شريعت، حب طريقت، هنيون حقيقت هوءِ،
معرفت نالوءِ، پروڙڻ پارسين.

جيڪي معرفت وارا ماڻهو هوندا آهن انهن جي زندگيءَ جو مقصد ئي هوندو آهي پرينءَ کي پسڻ. هو جڏهن "حق" جو پرچار ڪندا آهن، تہ نہ انهن کي ڪنهن قسم جي لالچ هوندي آهي، نہ ئي وري ڪنهن قسم جو خوف. خواجہ صاحب هن حقيقت کي هيئن ٿو بيان ڪري:

عارف ۽ عشاق، پسڻ گهرن پرينءَ جو
جنت جا مشتاق، اجان اوراهان ٿيا."

ٻين صوفي شاعرن وانگر، خواجہ صاحب بہ ظاهري علم کي گهٽ ڪري ڄاڻايو آهي ۽ عشق جي منزل مٿائين ٻڌائي آهي ۽ هدايت ڪئي

اٿس ته انهن ماڻهن سان صحبت رک، جيڪي پنهنجي من ۾ محبت جو مچ ٻارين. فرمائين ٿا:

"اکر پڙهه عشق جو ڪنز قدوري ڇڏ،
ڇڙهه تنين جي مڏ، جي سُتي ڏين شراب جي."

پرين کي پسڻ لاءِ ماڻهوءَ کي سڀ لڳ لاڳاپا لاهڻا پوندا آهن. سڀ رشتا ناتا ٽوڙي، سڀ ڪجهه ڇڏي فقيراڻي راهه وٺڻي پوندي آهي. فقير ٿيڻ لاءِ نه صرف ٻين شين تان آسرو ڪٽڻو ٿو پوي، پر پنهنجي سر جو سانگو به لاهڻو ٿو پوي. خواجه صاحب فرمائي ٿو:

"تانسين تون نه فقير، جانسين سانگ سِسيءَ جو
ماڻئو تن ملير، جن جسو مال مباح ڪيو."

طالب جي زندگي، جو مقصد صرف مطلوب تائين پهچڻ آهي. سڄيءَ جدوجهد کان پوءِ جيڪڏهن طالب پنهنجي مطلوب کي سڃاڻي ورتو ته پوءِ هن جي لاءِ ٻئي ڪنهن به باري ۾ سوچڻ عظيم گناه آهي. جو ته جنهن وات لاءِ هو مٽا مونا هٽي رهيو هو اها جيڪڏهن کيس ملي وڃي ته پوءِ ويهڻ جو ڪهڙو ڪم؟

"سڄڻ ڏٺو جن، تن ڏسڻ غير گناهه،
جنين لڌي راهه، وهڻ تنين وهه ٿيو."

## روحل فقير

روحل فقير انهن ٿورڙن صوفي شاعرن مان آهي، جيڪي پنهنجي وقت جا وڏا عالم پڻ هئا. روحل فقير به عربيءَ ۽ فارسيءَ جو وڏو عالم هو. هنديءَ تي به چڱي دسترس حاصل هئس. پهرين ڪلهوڙن جي دربار ۾ ملازم هو پر پوءِ اتان ملازمت ڇڏي، خيرپور رياست ۾ وڃي سڪونت پذير ٿيو.

پاڻ سنڌيءَ، سرائڪيءَ ۽ هنديءَ ۾ اعليٰ درجي جي شاعري ڪئي اٿن، جيڪا وحدة الوجود جي فلسفي جو ڀرپور اپٽار آهي. هندي دوهن ۾ به ڪتاب لکيا اٿس، جن ۾ "من پربوڌ" "پريم گيان" ۽ "انيو" مشهور آهن.

روحل فقير ڪافي، غزل، بيت، دوهن ۽ سي حرفي ۾ شاعري ڪئي آهي، جيڪا فڪر ۽ فن جي لحاظ کان اعليٰ پايي جي آهي.

پاڻ جيئن ته عالم هئا ۽ ڪلهوڙن جي دربار ۾ رهيا هئا، ته ڪين زماني جي به اڪيائيءَ جي پوري پروڙ هئي. ماڻهو اندر ۾ ھڪڙا هئا ته ٻاهر ۾ ٻيا. گهڻو ڪري ڪجهه ڪتاب پڙهي پنهنجو پاڻ کي عالم سمجهڻ لڳندا هئا. انهيءَ حقيقت کي پنهنجي هڪ بيت ۾ هيئن چٽيو اٿس:

"پڙهڻ پرجهڻ پاڻ ۾، وڏو فرق ڦير،
ڪاڏي منهن محبوب جو ڪاڏي اکر اير
ساڻ سهائي سچ جي، پڇا موافق ٽيندو مير،
جن صحيح سڃاتو پير، روحل رات بہ تن جي."

انسانن جي گهڻائي اڪثر ڪري سطحي سوچ جي حامل رهي آهي. شروع کان وٺي انسان پنهنجي جبلتن کي تسڪين پهچائڻ لاءِ ڪوشان رهيو آهي. تمام گهڻ انسانن پنهنجي فوري خواهشن ۽ موجود حقير ذائقن کي ٺڪرائي، ڪنهن وڏي مقصد ماڻهن جي تمنا ڪئي آهي. انهيءَ وڏي مقصد تائين پهچڻ لاءِ صوفين جيڪا راهہ پسند ڪئي آهي، اها آهي عشق جي راهہ. عشق جي راهہ تي هلڻ کان پوءِ ئي انسان پنهنجي پرينءَ جو وصال ماڻي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي اندر ۾ عشق جي باهہ ڀڙڪي اٿي تہ پوءِ اهو ماڻهو زندگيءَ جي عام ضرورتن کان بي نياز ٿي ويندو. هن کي انهن شين مان خوشي حاصل نہ ٿيندي، جنهن جي لاءِ عام ماڻهو سڪندا رهندا آهن ۽ نہ هن کي انهن ڳالهين مان ڏک پهچندو، جيڪي عام انسانن کي روئڻ ۽ رڙڻ تي مجبور ڪري ڇڏينديون آهن. روحل انهيءَ حقيقت تان پردو کڻڻ لاءِ هي بيت چيو آهي:

"جن کي عشق اندر ۾، تن کي اُڃَ نہ بُکَ،
وحدت منجهہ وصال جي، سدا ماڻين سک،
ڏور تن کان ڏک، جي روحل رتا روح ۾."

روحل فقير جيئن تہ وحدت الوجود جي فلسفي جو قائل هو تنهن ڪري ان کي هر شيءِ ۾ وجود مطلق جي جهلڪ نظر ايندي هئي. پاڻ چيائون:

"پير ۾ پرميشور، تہ ٻير ۾ ڪو ٻيو؟"

يعني هر خوبصورت ۽ سڪون پهچائيندڙ شيءِ ۾ جيڪڏهن ذات حقيقي جو جلوو آهي، تہ پوءِ هر ايذاءَ رسائيندڙ ۽ گهڻ خوبصورت شين ۾ بہ اهائي ذات حقيقي آهي، ڇو تہ جيڪڏهن انهن ۾ اسان ٻئي ڪنهن وجود کي ڳولينداسين تہ وجود جي وحدت ختم ٿي ويندي ۽ اهو شرڪ ٿي پوندو.

## مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي

هيءُ بزرگ بہ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو ۽ هن کي پنهنجي علم ۽ ڄاڻ تي گهڻو فخر ۽ ناز هوندو هو ۽ ان وقت جي صوفي بزرگن تي ٺٺوليون ڪندو رهندو هو. پر پوءِ جڏهن خواجہ محمد زمان لنواري واري سان ملاقات ٿيس تہ سڀ ڳالهيون وسري ويس ۽ خواجہ صاحب جي رنگ ۾ رڱجي ويو.

مخدوم صاحب جي ڪلام کي هيٺين ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي:

**مذهبي شاعري:** پاڻ جيئن تہ عالم هئا. ان ڪري اسلامي مسئلا سمجهائڻ لاءِ سنڌي زبان ۾ شاعري ڪيائون. جيڪا گهڻو ڪري ”ڪبت“ جي صورت ۾ هئي. وحدانت تي سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

”لا الله اِلاالله“ آهي هيڪڙو جو موڙ مڙني جوءِ،
سڃاڻڻ ۾ ان سنديءِ عقل عاجز هوءِ،
سڀن ڏاران تنهن سريءِ ان ري نہ سري ڪوءِ...“

## صوفيانہ شاعري

سندس صوفيانہ شاعري بيتن جي صورت ۾ آهي. جنهن جو موضوع بہ اهو ئي آهي، جيڪو سندس همعصر صوفي شاعرن جو هو يعني ”تصوف ۽ عشق حقيقي“. پريْنءَ جو پسڻ هر صوفيءَ ۽ عارف جي زندگيءَ جو مقصد هوندو آهي. هو عبادت، عابد بڻجڻ لاءِ نہ ڪندو آهي ۽ تقويٰ زاهد ۽ متقي بڻجڻ لاءِ نہ. پر صرف پريْنءَ پسڻ لاءِ. مخدوم صاحب فرمائي ٿو:

”عابد زاهد اوريان، عارف عين منگن،
هو روادار رکڻ جا، هي هٿان هٿ گهرن،
ساعت سال چون، پسڻ ڏاران پريْنءَ جي.“

”نفي ۽ اثبات کان، پرين پاڪيزوءِ
لالن سندي لوءِ، تن تناقص ناهہ ڪو.“

### صاحبڏنو فاروقي (1697ع - 1788ع)

هيءُ بزرگ شاهہ سائين جو همعصر شاعر هو ۽ سچل سرمست جو ڏاڏو هو. سندس بيت وحدة الوجود جي فلسفي سان پرپور آهن. ان کان علاوه سندس شاعريءَ مان اهو محسوس ٿئي ٿوْ تہ هن جي نظر ۾ زندگي کن ننڍن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ نہ خلقي وئي آهي. زندگي ۾ پنهنجي عمل سان ان منزل تي رسجي جيڪا سيني کان اعليٰ ۽ اُتم هجي. انهيءَ نقطي کي هن بيتن ۾ ڏاڍي خوبصورت انداز سان نروار ڪيو آهي:

”ڪنين جو نينهن نهر سان، ڪنين دٻايا درياهہ،
صاحبڏني جي ساهہ، سارو سمنڊ سمايو.“

”ڪي ٻڏڻ سان ٻنجي ويا، ڪي چريا منجهہ چاهہ،
صاحبڏني جي ساهہ، سارا ورق ورايا.“

## مدن ڀڳت

مدن ڀڳت به شاهه سائينءَ جو همعصر هو ۽ شاهه سائينءَ سان ڏاڍي محبت هوندي هئس. ٻئي اڪثر رهاڻيون ڪندا هئا ۽ هڪ ٻئي سان بيتن ۾ سوال جواب به ڪندا هئا. مدن ڀڳت جي شاعري جو فني سٽاءُ به ساڳيو شاهه صاحب وارو ئي هو. سندس شاعريءَ جو موضوع گهڻو ڪري اعليٰ انساني قدر آهن ۽ انهن سيني اعليٰ انساني قدرن مان هو محبت کي ترجيح ڏئي ٿو. سندس هڪ بيت آهي ته

محبت مِنو ٿوڪ، ميون ۾ مدن چئي،
ڇا ڄاڻي لوڪ، قدر ان ڪيميا جو.“

## تمر فقير

هي بزرگ شاهه سائين جو خاص مريد هو. سندس اصل نالو حاجي علي هو پر شاهه صاحب کيس محبت ۾ تمر فقير جي نالي سان سڏيندا هئا.

تمر فقير جي شاعري به بيتن ۾ آهي ۽ سندس سٽاءُ توڙي موضوع تقريباً شاهه سائين جهڙو ئي آهي. نموني طور سندس به بيت هيٺ ڏجن ٿا:

”ذاتي مان صفاتي ٿيو صفاتيءَ مان جڳ،
آديسي الڪ، مشاهدو محبوب جو.“

”منهنجو من منجهائيو جتن جي جمال،
وڏو سور سرير ۾، ڪيچين جي ڪمال،
هوت نه پائي حال، مٺ نه ٿيا معذور جا.“

## هن دؤر جون نيون صنفون

هن دؤر ۾ ادب جي ايتري ترقي ٿي ۽ ايترا شاعر پيدا ٿيا، جو انهن سنڌي شاعريءَ کي ڪافي نيون صنفون ڏنيون. انهن صنفن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

### ڪافي يا وائي

ڪافيءَ جي باري ۾ اهو چيو وڃي ٿو ته اها صنف ڪلهوڙن جي دؤر کان به اڳ موجود هئي، پر ان جو ڪوبه باقاعده نمونو نه ملي سگهيو آهي، تنهن ڪري ڪافيءَ کي هن دؤر جي صنف سمجهڻ گهرجي. ڪجهه ڄاڻن جي راءِ مطابق ڪافي ۽ وائي ٻئي ساڳي شيءِ آهن. اتر ۾ ان کي ڪافي چيو ويندو هو ۽ لاڙ ۾ ان کي وائيءَ جو نالو ڏنو ويو. شاهه لطيف جي وائيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

آءُ راتڙا رهه رات.

تنهنجي چانگي کي چندن چاريان
راتيان ڏيهان روح ۾، تن تونهين جي تات
تنهنجي چانگي کي چندن چاريان
ويئي نت نهاريان، اچين جي پرڀات
تنهنجي چانگي کي چندن چاريان

## سينگار

شاعري جي هن صنف ۾ محبوب جي هار سينگار ۽ حسن ۽ جمال جي تعريف ڪئي ويندي آهي. محبوب جي حسن جي تعريف تہ شاهہ عنايت ۽ شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ بہ آهي، پر انهن جي شاعريءَ جو محور محبوب جي حسن جي تعريف نہ آهي. هن دؤر ۾ سينگار جا بہ وڏا شاعر ملن ٿا. جلال ڪٺي ۽ صابر موچي.

صابر موچيءَ جي سينگار جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"جهڙا گل گلاب جا، انهيءَ بہ اعليٰ پرين،
پسي دهن دلبر جو مجرو ڪيو مهتاب،
ڪن پيا ويس وڏاندرا، "صابر" چئي صاف،
ظاهر اڳيون زاف، اچي ڪونہ عجيب جي."

## مولود

هن لفظ جي لغوي معنيٰ آهي "نئون ڄاول ٻار". هن صنف ۾ حضور ڪريم ﷺ جي تعريف ۽ ثنا بيان ڪئي ويندي آهي. مخدوم عبدالرحيم ۽ غلام محمد ٻگائي هن دؤر ۾ علم عروض مطابق مولود چوڻ شروع ڪيا.

## مدح

هن صنف جو موجد جمن چارڻ آهي. هن ۾ خدا جي حمد، نبي ڪريم جي ثنا ۽ اصحابن ۽ بزرگن جي ساراهہ ڪئي ويندي آهي.

## مناجات

هن صنف ۾ شاعر ڌڻي جي درگاهہ ۾ ٻاڏائي سوال ڪندو آهي. ان ڪان سواءِ شاعر حضور ﷺ، اصحابن ۽ ڪنهن وليءَ کي بہ سوال ڪندو آهي.

هن صنف جو موجد مخدوم عبدالله عرف ميان موريو آهي. ان کان علاوه ميان سرفراز ڪلهوڙي ۽ ڪجهه ٻين شاعرن به مناجاتون چيون. ميان سرفراز ڪلهوڙي جي مناجات تمام گهڻي مشهور آهي، جيڪا هن بنديخاني ۾ ويهي لکي هئي:

بسم الله لڳ الله، محمد شاهه ڪر پناهه پرين تون،
منجهه درگاهه، ڪيم آهه، مٿي راهه رسين تون،
يلا چام، هن غلام، سندو سوال سڻج تون.

آهيان ڏڏ، غمن گڏ، سچا سڏ سڻج تون،
پسي پاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکيا ڏاڻ ڏئين تون،
يلا چام، هن غلام، سندو سوال سڻج تون.

چارئي طرف تنهنجي شرف، ڪيم روشن راهون،
منجهان نور، ٿيو معمور، مڪو ملڪ مدينون،
يلا چام، هن غلام، سندو سوال سڻج تون.

سرفراز کي اُداس، آهي آس، اوهان ڏون،
ره راس، بند خلاص، خوشي خاص ڏئين مون،
يلا چام، هن غلام، سندو سوال سڻج تون.

### مناقبا ۽ معجزا

مناقبا نبين، اصحابن ۽ ولين جي خوبين بيان ڪرڻ لاءِ چيا ويندا آهن ۽ معجزي جي معنيٰ آهي اڻ ٿيڻي ڳالهه جيڪا رسول اڪرم ﷺ ڪري ڏيکاري هجي. هي ٻئي صنفون مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جون ايجاد ڪيل آهن.

### غزل

غزل جو بنياد به هن ئي دؤر ۾ پيو جنهن اڳتي هلي تمام گهڻي ترقي ڪئي. غزل جا اوائلي شاعر مرزا تقي ۽ نور محمد خسته آهن.

## هن دؤر جو ادبي ۽ فني جائزو

1. هن دؤر ۾ شاهه عبداللطيف ۽ ٻيا ڪيترائي وڏا شاعر پيدا ٿيا، جن سنڌي ٻوليءَ ۽ شعر کي ڪمال جي درجي تي پهچائي ڇڏيو.

2. بيت تمام گهڻي ترقي ڪئي ۽ فني لحاظ کان ارتقائي منزلون طئي ڪري، فني پختگي ۽ وسعت حاصل ڪئي. گهڻن مصرعن تي مشتمل ڏگها ۽ پختا بيت بہ لکيا ويا. جن کي ڪبت چيو ويجي ٿو. ڪبت گهڻو ڪري مذهبي شاعريءَ لاءِ استعمال ٿيو. موضوع جي لحاظ کان بہ بيت ۾ ڪيترائي نوان تجربا ٿيا.
3. جمالياتي شاعريءَ بہ تمام گهڻي ترقي ڪئي.
4. اسلامي فلسفي سان گڏ هندو ويدانتي فلسفي کي بہ سنڌي شاعريءَ ۾ جڳهہ ملي.
5. هن دؤر ۾ ڪيئي نيون صنفون وجود ۾ آيون، جهڙوڪ: ڪافي، وائي، سينگار، مولود، مدح، مناجات ۽ معجزا.
6. الف اشباع جي نظم مطابق ڪيئي ڪتاب لکيا ويا. مخدوم ابوالحسن، محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جهڙن عالمن مذهبي نقطا سمجهائڻ لاءِ ڪيترائي ڪتاب لکيا.
7. مخدوم ابوالحسن، سنڌي صورتخطي تيار ڪئي.
8. سنڌي شاعري جمع ڪري رسالا لکيا ويا.
9. هن دؤر ۾ واقعاتي ۽ رزميہ شاعري بہ ملي ٿي.
10. فطرت نگاري ۽ منظرنگاري کي اهميت ڏني وئي.
11. سنڌي عروضي شاعريءَ جو بنياد هن دؤر ۾ پيو.
12. هن دؤر ۾ غزل جي شروعات ٿي.

# ٽالپرن جو دؤر (1782ع - 1843ع)

ٽالپرن، ڪلهوڙن کان 1782ع ۾ اقتدار ڦريو. ٽالپر جيئن تہ ڪلهوڙن وانگر ڏيهي حڪمران هئا، تنهنڪري سنڌي ادب جيڪو عروج ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ماڻيو اهو ٽالپرن جي دؤر ۾ بہ جاري رهيو.

هن زماني ۾ سنڌي نثر جو بنياد پيو ان کان علاوه هن دؤر ۾ شعر جي هر صنف تمام سٺي ترقي ڪئي. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ جيڪي نيون صنفون ايجاد ٿيون هيون، انهن ۾ بہ سٺو واڌارو آيو. ڪافي تہ پنهنجي ڪمال کي پهچي وئي.

هِن دؤر جي ادب کي اسين هيٺين چئن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا:

1. مذهبي شاعري
2. صوفيانہ شاعري
3. نيون صنفون
4. نثر نويسيءَ جي ابتدا

## 1. مذهبي شاعري

هِن دؤر ۾ مذهبي شاعري بہ ڪئي ويئي، جيڪا الف اشباع جي قافيي ۾ هئي. هِن قسم جي شاعري ڪرڻ وارو وڏي کان وڏو شاعر مخدوم عبدالله نرئي وارو هو.

مخدوم عبدالله ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن مان هيٺيان ڪتاب ڪافي مشهور آهن.

قصص الانبياء، ڪنزالعبرت، تنبيه الغافلين، غزوات خلفاءِ راشدين وغيره.

"ڪنزالعبرت" مان سنڌس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"اهو منهنجي اکين جو نار منجهہ دنيا
ءِ پڻ ميوو هوم دل جو وندر وجودا،
هيجان سانڍيو مون هنجهہ ۾ سو پيارا پاٽا...."

خلفاءِ راشدين" ۾ مخدوم صاحب لکي ٿو:

"هاڻي ڪريهو امام حسين جو ڪي مذڪور هن مٿا،
جو عابد، زاهد متقي، اڪمل اطهرا،
سنهه سونهارو منهن موچارو......"

مخدوم عبدالله کان علاوه مولوي ولي محمد، مُلا عبدالحڪيم بہ هن طرز جي ڪافي شاعري ڪئي.

## 2. صوفيانہ شاعري

سنڌ جي سرزمين ڏاڍي ڪا سياڳي آهي، جو سندس ڪُکِ مان هميشہ اعليٰ درجي جا شاعر ۽ باڪمال صوفي پيدا ٿيندا رهيا آهن. تصوف سنڌ جي خمير جي ذري ذري ۾ سمايل آهي. هر دؤر وانگر هي دؤر بہ صوفين جو دؤر هو ۽ هِن دور ۾ بہ باڪمال صوفيانہ شاعري ڪئي وئي. جيئن تہ هِن دؤر ۾ تمام گهڻا صوفي شاعر پيدا ٿيا، تنهن ڪري هتي صرف چند ناميارن شاعرن جو ذڪر ڪجي ٿو.

### سچل سرمست (1739ع - 1842ع)

سچل سرمست جو خاندان بہ شاهہ لطيف جي وڏن وانگر دين جي تشهير ۽ تعليم لاءِ مشهور هو. هِن فاروقي خاندان مان بہ ڪيترائي اهِل الله بزرگ ٿيا، جن دين لاءِ وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون.

سچل سرمست خيرپوررياست جي درازن نالي ڳوٺ ۾ سن 1739ع ۾ تولد ٿيو. هو اڃا ننڍو ئي هو تہ سندس والد ميان صالح الدين وفات ڪري ويو. تنهنڪري سندس چاچي ميان عبدالحق جي سنڀال هيٺ رهيو.

سچل سرمست قرآن جو حافظ هجڻ سان گڏ عربيءَ ۽ فارسيءَ جو عالم پڻ هو. تصوف سان دلچسپي هئڻ ڪري شيخ فريد الدين عطار جو ڪتاب "منطق الطير" ۽ "وصيت نامہ"، شيخ شمس الدين تبريزيءَ جو "ديوان شمس تبريزي" پڙهيائون، جن ايترو تہ متاثر ڪيس جو شيخ عطار ۽ شمس تبريزيءَ کي پنهنجي فارسي ڪلام ۾ روحاني مرشد ڪري مڃيو اٿن.

سچل جو ڪلام رندي ۽ بي باڪيءَ جو ڀرپور نمونو آهي ۽ لطيف سائينءَ جي اڳڪٿيءَ مطابق جيڪو ڪُنيءَ جو ڍڪڻ لاٿائين. ان ۾ ايترو تہ بي باڪ ٿي ويو جو مُلن تہ مٿس فتوائون بہ جاري ڪيون ۽ کيس گمراهہ سڏيائون.

سچل سرمست جي شاعريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي، ان تي مختصر تبصرو ڪجي ٿو.

الف: حقيقي شاعري

ب: مجازي شاعري

### الف: حقيقي شاعري

سچل سرمست جي حقيقي شاعري نج تصوف آهي. تصوف جون رمزون ظاهر ڪندي تمام گهڻو بي باڪ ٿي ويو آهي. ذات حقيقي جو مظهر انسان ۾ ڏسندي بي ڌڙڪ چئي ٿو ڏئي:

"ڀول نہ ٻي ڪنهن ڀُل، تون تہ آدم ناهين،
لڪيو ٿو لاتون ڪرين، جيئن باغ اندر بلبل."

"الله الله ڇو ڪرين، پاڻ ئي الله ڄاڻ،
سچو سائين هڪڙو ناهي شڪ گمان"

"ايهو ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ بڻيجي،
مارا نغارا اناالحق دا، سولي سر چڙهيجي،
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تان نہ اڙيجي،
سبحاني ما اعظم شاني، "سچُو" سر سليجي."

سندن طبيعت ۾ جلال گهڻو هوندو هو. جڏهن ساز وڄندا هئا تہ پاڻ مست ٿي ويندا هئا ۽ بي خود ٿي نچندا بہ هئا ۽ شاعري بہ ڪندا هئا. اهڙي استغراق جي ڪيفيت ۾ سندن اکين مان آب جاري رهندو هو:

"رئڻ زارو زار، راتون ڏينهان آهِ مون،
ڪوڙي ڪانَ قريب ويو هينئڙي منجهہ هزار،
هِن گوليءَ جي گفتار، ڪا ٻڌيوَ ٻاروچن ۾."

فنا ۽ بقا جي مسئلي تي سندس خيال اِهو آهي تہ انسان فاني نہ آهي، ڇو تہ انسان جو وجود ٻاري تعاليٰ جو هڪ حصو آهي. جيئن تہ ذات حقيقي مڪمل آهي، تنهن ڪري انسان بہ پنهنجي تڪميل کي پهچندو. فرمائي ٿو:

"جهڙو آهين تهڙو هوندين، فاني ٿيندين ڇا،
سُڌ پنهنجي سر جي، ڪامل پيڙئي ڪا،
ڳالهہ نہ سمجهئي سا، آوازي اناالحق جي."

## ب: مجازي شاعري

سچل سرمست بہ شاهہ لطيف وانگر مجازي عشق جي اوڙاهہ مان گذريو جنهن کيس حقيقت جي راه ڏيکاري.

سچل سرمست پنهنجي مجازي عشق وارن خيالن جو اظهار ڏاڍي پُر سوز ۽ درد انگيز انداز ۾ ڪيو آهي. فراق ۽ جدائيءَ جو درد ۽ پيڙا سندس شاعريءَ ۾ صاف عيان آهي. پنهنجي پرين کي التجا ڪندي چوي ٿو:

"ٻڌي ٻاروچا ورين، هن عاجز جون آهون،
درد پريون دانهون- ڪري ٿي ڪافين ۾."

"چڙهندي سانءِ چکي، نہ تہ منهن ڏيکارج ميندرا،
چاڙهيو مون کي ڏاگهہ تي، تنهنجي عشق تکي،
مر ٻيو ڪو سر سکي، انهيءَ جي اولاڪ جو."

ملان کي عشق ۽ عقل جا ازلي دشمن ڄاڻندي، کيس هيئن مخاطب ٿيو آهي.

"مُلان انهيءَ مڏ جو چڪو جي چکين،
ڪارنهن ڪٽي ڪُنڊَ ۾، وينو مُنهن مکين."

سچل سرمست ڪافيءَ کي تمام گهڻي اهميت ڏني آهي، ڇو تہ مجاز جو نرم ۽ گرم احساس ڪافيءَ ۾ تمام سهڻي نموني سان ظاهر ڪري سگهجي ٿو. سندس سرائڪي ڪافي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"زاري، زاري، يار زاري، نال تيڏي لک واري،
- نال تسا ڏي ميڏي آهي، ياري، ياري يار ياري،
- محبت تيڏي ڏي مهڻان دي، ماري، ماري، يار ماري،
- هي تساڏي ڳچي اساڏي، ڳاري، ڳاري يار ڳاري،
- ڳالهہ "سچل" دِي هَتِ تُساڏي ساري، ساري، يار ساري"

## چين راءِ سامي (1743ع - 1850ع):

ڀائي چين راءِ لنڊ اصل شڪاربور جو هو. جواني ۾ سندس محبت ٻهاولپور جي هڪ سنت سوامي مينگهراج سان ٿي ويئي، جنهن هن کي ويدانت جي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو. پنهنجي گروءَ کان ايڏو تہ متاثر ٿيو جو پنهنجي شاعريءَ ۾ سندس نالو يعني "سامي" پنهنجو تخلص ڪري استعمال ڪيائين.

سندس شاعري اعليٰ پائي جي آهي، جيڪا بيتن جي صورت ۾ آهي ۽ "ساميءَ جا سلوڪ" جي نالي سان مشهور آهي.

پاڻ انسان ذات کي حقيقي عشق ۾ غرق ٿيڻ لاءِ تلقين ڪئي اٿس ۽ غرور ۽ هٺ کان پاسو ڪرڻ جي هدايت ڪندي چوي ٿو:

"پائڻ پيچي چڏ، متان جاڻ وجهئي جار ۾،
آهيون اسين جن جا، تنين وٿون اڏ،
پاڻ تنين سان گڏ، نينهن جن جو ناهه سان."

انا ۽ هٺ، انسان جا وڏا دشمن آهن. اِهي محبوب حقيقي تائين پهچڻ لاءِ انسان لاءِ سوين مشڪلاتون ۽ رنڊڪون پيدا ڪندا آهن. تنهنڪري سالڪ کي سڀ کان پهرين انهن شين تي ڪاري ضرب هڻي، انهن کي پورا پورا ڪري، پنهنجي من مان ڪڍڻو آهي ۽ پوءِ انهن جي جڳهه تي محبت رکي، پرين جي پچار ڪرڻ سان ئي پرين ملي سگهي ٿو. سامي فرمائي ٿو:

"جنين هٺ هاريو تنين جيتيو جڳ،
نرمل پاءُ پڳت سان، سڀ جو چت ٺاريو
گهٽ گهٽ نهاريو سامي سپرين کي."

جيئن شاهه سائين پنهنجي ڪلام کي آيتون ڪري ڪوٺيو آهي، تيئن "سامي" وري پنهنجي ڪلام کي ويد سڏيو آهي. فرمائي ٿو:

"ويدن جا ويچار، سنڌي منجهه سڻايم."

پر ٻين صوفي بزرگن وانگر هِن به پرين تائين پهچڻ لاءِ ظاهري علمن کي ناقص ڪوٺيو آهي ۽ چوي ٿو ته جيسين من ۾ محبت نه آهي تيسين ويد پڙهڻ ۽ عبادتون ڪرڻ بيڪار آهي. فرمائي ٿو:

"نينهن بنا نادان، ويد پڙهي واري ٿيا،
ٻانيڻ ڪن ٻيائيءَ سان، جٽ، تپ دان، اشنان،
نيهي ناراڻ رئَي، ٻي سڏ رکن ڪانه،
رهن منجهه جهان، نر پک نيارا نپ جان."

محبت ۾ سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ ئي محبت جو معراج آهي. جيڪي سر جو سانگو رکن، انهن کي عاشق چورائڻ جو حق نه آهي. سامي چوي ٿو:

"عاشق سي چئجن، جي سوري سهن سر تي،
- پنهنجي هٿين پنهنجي، لاهي ڪل ڏين،
- جئڻ ۽ مرڻ جو سنسو شوق نه ڪن،
- سدا غرق رهن، سامي ساز سروپ ۾."

## خليفو نبي بخش لغاري

نبي بخش لغاري سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ جو بلند پائي جو شاعر هو. پير صاحب پاڳاري جو خاص مريد هو. تنهنڪري کيس خليفو ڪري سڏيندا هئا.

سندس ڪلام ۾ تصوف سان گڏوگڏ حسن ۽ عشق جي به چڱي خاصي اپٽار ڪيل آهي. ان کان علاوه خليفي صاحب اعليٰ درجي جي مزاحمتي شاعري ڪئي آهي، جيڪا "ڪيڏارو" جي نالي سان مشهور آهي. جنهن ۾ هن ڪرڙيءَ واريءَ جنگ جو ذڪر ڏاڍي پرجوش انداز ۾ ڪيو آهي.

ڪرڙيءَ جي جنگ ميرن ۽ شاهه شجاع جي درميان 1834ع ۾ لڳي هئي. شاهه شجاع کي خبردار ڪندي، خليفو چوي ٿو:

"شجاع وَيهه مَ سنڌ، اوڏا اڏي نجهرا،
هتي راوت رند، وطن قلعي ڪوڏيا"

سنڌ جي بهادريءَ ۽ شجاعت جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"ڪونڌر قلعي جا ڪوڏيا، نونڌ نچندا پس،
چڏي تن ترس، پلٽيو شاهه پناڻ تي."

سنڌي بهادر جي ثابت قدميءَ جو احوال ڏيندي چوي ٿو:

"متي آرڻ اڄ، ڪونڌر ڪڏندي آئيا،
پڙ ۾ پهلوانن کي، لُڏڻ ڏي نه لڄ،
پيٺيو وچن پڄ، سائر تين سامهان."

## صوفي دلپت

هي بزرگ اصل سيوهڻ جو رهاڪو هو جتان پوءِ لڏي اچي حيدرآباد ۾ رهائش پذير ٿيو. ڪجهه وقت ميرن جي دربار ۾ نوڪري به ڪيائين. صوفي دلپت سنڌي ۽ سرائڪيءَ کان علاوه فارسيءَ ۾ به شاعري ڪئي. موضوع جي لحاظ کان، ويدانت سان گڏ حسن ۽ عشق تي به شاعري ڪئي اٿس. نموني طور سندس هڪ ڪافي هيٺ ڏجي ٿي:

"چو نه پسندا، سي پرين، جي عشق جي ڪوري ڪتا.

عاشقن جي جان تي، خوني خنجر چشمن ڪتا،
پي خمر مخمور ٿيا، مشتاق محبت ۾ متا،
فنا فاني جي ٿيا، دلپت دلبر جي متان....."

## حَمل فقير لغاري (1810ع-1878ع)

هي ٽالپرن جي آخري دؤر ۽ انگريزن جي اوائلي دؤر جو هڪ مقبول عام صوفي شاعر هو. هِن سنڌي ۽ سرائڪي زبان ۾ بيت چيا. جيڪي معنيٰ توڙي فن جي لحاظ کان اعليٰ درجي جا آهن. پاڻ مجازي شاعري به ڪئي اٿن. ان سان گڏ پاڻ هڪ فطرت نگار پڻ هئا.

عشق جڏهن انسان کي آڪيڙ ڏيندو آهي، تڏهن تن تڙپڻ لڳندو آهي. انسان صبر جو دامن هٿان ڇڏي ڏيندو آهي ۽ وتندو آهي جهر جهنگ ۾ ورلاپ ڪندو.

حمل هِن حقيقت تان هيئن تو پردو کڻي:

"سِڪ مڙيئي سور، سور به سرجيا سڪ مؤن،
صبر سڪ وڃايو ماٺ نه اچي مور،
حمل هِيءُ ڪلور، جو ساڄن سُٽي ڪينڪي."

محبوب کان سواءِ انسان کي پنهنجو وجود بلڪل بي سُود لڳندو آهي. بيچيني ۽ بي قراري ايتري وڌي ويندي آهي، جو پکي پکڻ کي منٿون ڪري پنهنجي پرينءَ ڏي پيو پيغام موڪليندو آهي. حمل چوي ٿو:

"وڃ سگهو جان واءَ، ڪانگل چٽج قريب کي،
تو ري هاڻ حمل چوي، جيئڻ مون نه جڳاءِ،
اچي وري هنڌ وساءِ، تو ري سر سڃا ٿيا."

"سڪندي ٿيڙم سال، تو سڪ نه لاٿي سپرين،
اٺ ئي پهر اندر ۾، آ تنهنجي سڪ سنڀال،
اچين هوند حمل چئي، ڪري پلايون پال،
ته ملڪ مڏيون سڀ مال، سِر سُوڌو صدقي ڪيان."

معاشرتي حالتن جو ذڪر ڪندي مارئي جي واتان چورائي ٿو:

"عمر اباڻي پار ڏي، لس بڌيون لويون،
آڻن پري پنڌ تان، آب پري اويون،
ڪر قوت ڪماحقه، ساڳ سنگر سوَيون،
پانڌ پُسي پويون، پائن هار حمل چوي."

حمل چوي ٿو ته اسان محبت وارا ماڻهو پنهنجي پرين لاءِ مال ملڪيت ۽ سر قربان ڪرڻ کان علاوه مهڻا ۽ طعنه به سهون ٿا ۽ پرين جي ڪري لوڪ جي پرواه به ڪرڻي پوي ٿي:

”ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڪاٿون ڪيان ڪن جون،
نہ تہ ڪير ڪاڻ، ڪير اسين، ڪنهن جي نہ ڪيون ڪاڻ،
اسين پاڻ اتامرا، ڪنهن جي نہ ڪيون هوند ڪاڻ،
حمل سرهي ساجن ڪاڻ، تا ڪاٿون ڪيون ڪن جون.“

## هن دؤر جون نيون صنفون

هن دؤر ۾ بہ نيون صنفون وجود ۾ آيون، جن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

### مرثيو

سنڌ ۾ مرثيي جو مؤجد سيد ثابت علي شاهہ آهي. هن مرثيي کان علاوه ٻي بہ ڪافي مذهبي شاعري ڪئي آهي. غزل بہ چيا اٿس ۽ هجو گوئي پڻ ڪئي اٿس، ليڪن سندس اهم موضوع مرثيو هو. سندس مرثيي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

”ڪربلا جي قتل جي، ڪر ڪا خبر اي آسمان،
ڪيئن ڏنئي نيزن چڙهيا، شاهن جا سر اي آسمان،
مرتضيٰ مولاٰ جو هي، سر ساهہ ۽ مُنهن نور عين،
فاطمہ زهره جا هي، جان و جگر اي آسمان.“

### گهڙولي

هي صنف سچل سرمست جي ايجاد ٿيل آهي. هن ۾ هر بند کان پوءِ وراڻي ايندي آهي، جنهن ۾ عورت پنهنجي محبت جي اظهار طور سندس چاڪري ڪندي چوي ٿي تہ ”مان تنهنجي گهڙولي پرڻ ٿي وڃان“ جا لفظ تا اچن.

- پير پران حضرت ميران، نام گِڏي جنهن تتن زنجيران مئن ڪامل مرشد ڪردي هان- سهڻي يار دي گهڙولي پردي هان.

- نوح نبي دي ٻيڙي آئي- جنهن وچ حضريت محبوب الاهي مئن صدق ٻيڙي تي چڙهدي هان- سهڻي يار دي گهڙولي پردي هان.

- حسن حسين علي دا جايا- بار امت دا سر تي چايا، مئن ٻانهي شاهہ حيدر دي هان- سهڻي يار دي گهڙولي پردي هان

- ڪيتا نور الله دے تجلا، تن من سارا عشق اُجلا
همه عشق قمردي هان- سهڻي يار دي گهڙولي پردي هان

## جهولڻو

جهولڻو بہ سچل سائينءَ جي ايجاد آهي. هن ۾ بيت ۽ ڪافيءَ واريون ٻئي خوبيون موجود آهن. سچل سائين جي جهولڻي جي هر سٽ جو وزن عام بيت کان ننڍو ۽ هندي بيت جي اڌ جيترو آهي. جڏهن تہ جهولڻي جو هر بند لڳ ڀڳ اٺن سٽن جو ٿئي ٿو. سسئيءَ بابت سچل سائين جي جهولڻي ۾ پنجاهہ بند آهن. پنهنجي جهولڻي ۾ فرمائي ٿو:

"ڪيچين ڪڍ لڳي هو ڪهڪي،
پهرين پور تڪر سان ٿهڪي،
ڪامڻ ڪوه ڏسي نا ڏهڪي،
توڙي پير ڦٽس پب ڦهڪي،
تان پي نار نہ بلڪل نهڪي."

## هِجو گوئي

هجو گوئي جو مطلب آهي "تنقيدي نظم لکڻ" هن صنف جو مؤجد بہ سيد ثابت علي شاهہ آهي. سيد خير شاهہ ۽ ٻين بہ هجويہ شاعري ڪئي.

## نثر نويسيءَ جي ابتدا

سنڌيءَ ۾ باقاعده نثر نويسيءَ جي شروعات ٽالپرن جي دؤر ۾ ٿي. هن کان اڳ ڪجهہ سنڌي فقرا وغيره ڇپيا ويا، جن جو ڪوبہ اطمينان بخش ثبوت نہ ملي سگهيو آهي.

نثر نويسي جي ابتدا آخوند عزيز الله ڪئي. آخوند صاحب مٽياري جو ميمڻ هو ۽ درس ڏيندو هو. پاڻ قرآن مجيد جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائون، جيڪو سنڌيءَ ۾ ابتدائي نثر آهي. هِن کان پوءِ نثر نويسيءَ انگريزن جي دؤر ۾ ڪافي ترقي ڪئي.

## هن دؤر جو ادبي ۽ فني جائزو

1. هن دؤر جي سنڌي شاعريءَ ۾ فارسي ۽ عربي جو تمام گهڻو عمل دخل رهيو آهي.
2. غزل تمام گهڻي ترقي ڪئي ۽ ڪيترائي غزل گو شاعر پيدا ٿيا، جن مان مشهور هي آهن: سچل سرمست، مير نصير خان، سيد ثابت علي شاهہ وغيره.

3. هِن دؤر ۾ هيٺيون صنفون ايجاد ٿيون:
مرثيو، گهڙولي، جهولڻو ۽ هجو گوئي.
4. ٿيهه اکريءَ کي وڌڻ ويجهڻ جو موقعو مليو.
5. مولود جي صنف بہ ڪافي ترقي ڪئي. مُلا صاحبڏنو، پير محمد اشرف ڪامارائي ۽ فتح فقير مولود جا مشهور شاعر آهن.
6. هِن دؤر ۾ منظوم قصہ گوئيءَ باقائده فن جي صورت اختيار ڪئي. حفيظ ٿيوٽي 'مومل راڻي' جي قصي کي نظم جي صورت ۾ آندو ۽ خليفي عبدالله 'ليليٰ مجنون' جي قصي کي باقاعده منظوم ڪيو.
7. الف اشباع جي شاعريءَ ۾ بہ ڪتاب لکيا ويا. خير محمد شاهہ، مولوي ولي محمد ۽ پير محمد اشرف هِن طرز جي ڪافي شاعري ڪئي.
8. مدح، مناجات ۽ معجزا بہ ڪافي ڇپيا ويا.
9. خليفي نبي بخش ۽ ثابت علي شاهہ رزميہ شاعري ڪئي.
10. علم عروض جي ٻين صنفن، جهڙوڪ: مسدس، مخمس، مثنوي، رباعي ۽ سلام جو بہ رواج پيو.
11. آخوند عزيز الله قرآن پاڪ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري، سنڌي نثر جي ابتدا ڪئي.

# انگريزن جو دؤر (1843ع - 1947ع)

انگريزن 1843ع ۾ ٽالپرن کي مياڻي جي ميدان تي شڪست ڏني ۽ سڄي سنڌ سندن قبضي ۾ اچي وئي. انگريزن جي پاليسي هئي تہ عوام سان سڌي رابطي ۾ اچجي. سندن ان پاليسي جي ڪري سنڌي علم ۽ ادب کي بہ وڌڻ ويجهڻ جا ڪافي موقعا مليا. هن دؤر کي اسان هيٺين حصن ۾ ورهائي، مختصر جائزو وٺون ٿا:

1. صورتخطيءَ جو ٺهڻ
2. سنڌي نثر
3. سنڌي نظم

## 1. صورتخطيءَ جو ٺهڻ

انگريزن فارسي زبان جي جاءِ تي سنڌيءَ کي سرڪاري زبان جو درجو ڏنو. 1851ع ۾ سَر بارٽل فريئر جيڪو ان وقت سنڌ جو ڪمشنر هو اهو حڪم نامو جاري ڪيو تہ انگريز آفيسر لازمي طور سنڌي پڙهن. ان ڪري سنڌي صورتخطيءَ جي تمام گهڻي ضرورت محسوس ڪئي وئي.

سنڌ جي اسسٽنٽ ڪمشنر مسٽر ايلس جي نگرانيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي، جنهن عربي الف - ب ۾ ٽپڪن جو اضافو ڪيو ۽ هيٺيان خالص سنڌي اکر ٺهيا:

ٻ، ڀ، ٿ، ٽ، ڦ، ڳ، ڱ، ک، ڏ، ڌ، ڍ، ڃ، ڄ، ڇ، ڙ جهہ، گهہ.

سنڌي الف - ب لاءِ عربي خطِ نسخ رائج ڪيو ويو. سنڌي صورتخطي ٺهڻ کانپوءِ سنڌي ادب تمام گهڻي ترقي ڪئي، پر سڀ کان وڌيڪ ترقي سنڌي نثر ڪئي.

## 2. سنڌي نثر

سنڌي ٻوليءَ ۾ نثر جي شروعات بابت ڪجهہ اختلاف آهن. ڪي چون

تا تہ راجا ڏاهر جي لکيل خطن کي سنڌي نثر مڃڻ گهرجي. ٻيا چون ٿا تہ شاهہ ڪريم ۽ مخدوم نوح جي ملفوظات ۾ آيل فقرن کي سنڌيءَ جو ابتدائي نثر مڃڻ گهرجي. محترم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي مطابق سنڌي نثر جي شروعات آخوند عزيز الله، قرآن مجيد جو ترجمو ڪري ڪئي. بهرحال سنڌي نثري ادب جي باقاعده شروعات انگريزن جي دؤر ۾ صورتخطيءَ ٺهڻ کان پوءِ ٿي. نثر کي موضوع جي لحاظ کان ورهائي. مختصر جائزو وٺون ٿا:

افسانو يا ڪهاڻي

ناول

ڊرامو

مضمون نويسي

متفرقہ نثر نويسي

## افسانو يا مختصر ڪهاڻي

افسانو نثر جي اها صنف آهي، جيڪا هڪ ئي نشست ۾ ختم ڪري سگهجي."

اهو هڪ ادبي بحث آهي تہ سنڌي افسانو سنڌي قصن جي ارتقائي شڪل آهي يا ٻين ٻولين تان ترجمي ڪانپوءِ ان جي اوسر ٿي. بهرحال سنڌي افساني يا مختصر ڪهاڻيءَ جي ترقي تڏهن ممڪن ٿي سگهي، جڏهن سنڌي الف۔ ب جڙي راس ٿي. 1915ع کان 1940ع جي دوران تمام گهڻا افسانا ترجمو ڪيا ويا. اهي افسانا گهڻو ڪري مقامي ٻولين يعني اردو هندي ۽ گجراتي وغيره تان ترجمو ٿيل هئا. هن دور ۾ گوبند مالهي، هيرانند عيدناڻي وغيره وارن ترجمي جو صحيح حق ادا ڪيو. ان کان علاوه چيخوف، گورڪيءَ ۽ ٽالسٽاءِ وغيره جهڙن بين الاقوامي اديبن جا افسانا بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا. 1940ع کان 1947ع جي دوران آزاديءَ جي موضوع تي افسانا لکيا ويا. جيڪي باغيانہ خيالن سان ڀرپور هئا.

## ناول

ناول انگريزي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڪا نئين شيءِ" ناول ۾ هڪ کان وڌيڪ رخن تي لکيل هوندو آهي، جيڪي سماج جي

اڪيچار مسئلن ۽ انساني جذبن ۽ خيالن جو عڪس هوندا آهن. سنڌي ناول جي شروعات 1870ع ۾ ترجمي سان ٿي. ديوان اُڌارام ۽ ساڌو نولراءِ گڏجي انگريزي ناول "راسيلاس" جو ترجمو ڪيو. اصلوڪو ناول مرزا قليچ بيگ 1888ع ۾ "دلارام" جي نالي سان لکي هڪ وڏي خدمت سرانجام ڏني.

1923ع ۽ 1947ع جي وچ وارو دؤر سياسي ڪشمڪش جو دؤر هو جنهن جو اثر ناول تي بہ پيو. هن دؤر ۾ صاحب سنگهہ شاهاڻي جو "بلو کوکر" ۽ عبدالرزاق ميمڻ جو "جهان آرا" ڪافي مشهور ٿيا. ان کان علاوه محمد عثمان ڏيپلائي، سنڌي ادب ۾ گهڻي کان گهڻا ناول بہ هن ئي دؤر ۾ لکيا. سندن ناولن جو موضوع گهڻو ڪري سماجي ۽ سياسي انقلاب هو. ان کانسواءِ ترجما بہ ڪافي تعداد ۾ ڪيا ويا.

## ڊرامو

"ڊرامي جو مقصد قومي مسئلن کي اجاگر ڪرڻ آهي."

سنڌي ڊرامي جي شروعات جناب مرزا قليچ بيگ ڪئي. پاڻ 1880ع ۾ "ليليٰ مجنون" ڊرامون لکيائون. ان کانپوءِ ديوان ڪوڙيمل، چيتانند، لوڪ سنگهہ وغيره وارن ڪافي ڊراما لکيا. شروعاتي ڊرامي جو مرڪزي خيال تقدير پرستيءَ تي ٻڌل هو پر پوءِ اڳتي هلي ڊرامي ۾ حقيقت پسندي ۽ انساني جدوجهد کي بہ اهميت ڏني وئي. 1894ع ۾ پهريون سنڌي ڊرامو اسٽيج تي ڪراچي ۾ پيش ڪيو ويو. ان کانپوءِ ڪيترين ئي ناٽڪ منڊلين کلي ويون، جن سنڌي ڊرامي کي اڳتي وڌائڻ ۾ پنهنجو ڪردار سٺي نموني سان ادا ڪيو.

اصلوڪن ڊرامن سان گڏ، انگريزي ۽ مقامي ٻولين تان بہ ڪيترائي شاهڪار ڊراما ترجمو ڪيا ويا.

1922ع ۽ 1947ع جي وچ واري دؤر کي سماجي مسئلن جو دؤر بہ چئي سگهجي ٿو. خانچند درياڻي، منگهارام ملڪاڻي، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ محمد اسماعيل عرساڻي ڪيترائي شاهڪار ڊراما لکيا، جن کي سنڌ جي ننڍن توڙي وڏن شهرن ۾ اسٽيج تي آڻي داد وصول ڪيو ويو.

## مضمون نويسي

مضمون نويسي جو فن يورپ ۾ سورهين صديءَ ۾ شروع ٿيو. اوائلي مضمون نويس يا مضمون نويسي جو بنياد رکڻ وارا "مان ٽيسين" ۽ "بيڪن" هئا.

مضمون ۾ ليکڪ ڪنهن نقطي تي سهڻي نموني سان لکندو آهي، جنهن ۾ سنجيدگي سان گڏ مزاح پڻ تي سگهي ٿو. انداز بيان دلڪش ۽ زبان ۾ رواني هجڻ لازمي آهي.

سنڌيءَ ۾ مضمون نويسي جي ابتدا 1860ع ۾ ٿي، جڏهن سکر کان اخبار تعليم نڪتي. ان کانپوءِ ديوان ڪوڙيمل جو طويل مضمون "پڪو پهه" شايع ٿيو.

مرزا قليچ بيگ مرحوم 1877ع ۾ بيڪن جا مضمون ترجمو ڪيا ۽ "مقالات حڪمت" جي نالي سان شايع ڪرايا. ان کانپوءِ ديوان ڏيارام هيرانند وغيره وارن تمام سٺا مضمون لکيا ۽ ترجمو ڪيا. مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر دائود پوٽو منگهارام ملڪاڻي، رام پنجواڻي وغيره هن دؤر جا وڏا مضمون نويس ٿي گذريا آهن.

## متفرقہ نثر نويسي

### سفر نامہ

سفر نامن لکڻ جي ابتدا بہ مرزا قليچ بيگ، لال چند امر ڏني مل ۽ پيرو مل آڏواڻيءَ وارن ڪئي.

### آتم ڪهاڻي

مرزا قليچ بيگ پنهنجي آتم ڪهاڻي "سائو پن يا ڪارو پنو" لکي، جيڪا پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي. ٻيون بہ ڪجهہ آتم ڪهاڻيون لکيون ويون، پر اهي سڀ ورهاڱي کان پوءِ ڇپيون.

### تنقيد ۽ تحقيق

هن دؤر ۾ تنقيد ۽ تحقيق تي بہ ڪجهہ ڪتاب لکيا ويا. تنقيد تي پهريون ڪتاب محمد فاضل شاهہ "ميزان الشعر" جي نالي سان 1875ع ۾ لکيو. ان کان علاوه مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙيمل، ديا رام، ڄيٺمل پرسرام، ڊاڪٽر گربخشاڻي وغيره وارا مشهور نقاد ۽ محقق ٿي گذريا.

## 3. سنڌي نظم

انگريزي دؤر جي شاعريءَ کي عالمن ٻن حصن ۾ ورهايو آهي.

1. غير عروضي شاعري
2. عروضي شاعري

## 1. غير عروضي شاعري

هن دؤر ۾ غير عروضي شاعري ڪرڻ وارا گهڻو ڪري صوفي شاعر هئا. جن صوفيانہ روايتن کي ئي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بڻايو. انهن صوفي شاعرن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو.

### قادر بخش بيدل

قدر بخش هن دؤر جو اعليٰ پايي جو شاعر هو. فارسي ديوان کان علاوه سنڌي شاعريءَ ۾ بہ ڪافي ذخيرو اٿس. سندس شاعري سچل سرمست جي زير اثر آهي. پاڻ تقريباً 20 ڪتاب لکيا اٿئون. جن مان ڪجهہ نالا هيٺ ڏجن ٿا:

"ديوان منجاه الحقيقت"، "رموز العارفين"، "وحدت نامہ"، "سرور نامہ"، "ديوان بيدل".

قادر بخش بيدل حق جي ڳولا ڪرڻ لاءِ ان ئي ديس جو ڏس ڏئي ٿو جنهن جو ڏس هن کان اڳ ٻيا صوفي شاعر ڏئي چڪا آهن. يعني انسان جي پنهنجي اندر جي ڪائنات. يعني جنهن پنهنجو پاڻ پروڙيو ان ڄڻ پنهنجو پرين پسيو. بيدل فرمائي ٿو:

"ڳولها ڪرين جنهن جي، سوئي تون سلطان،
پيهي پس تون پاڻ ۾، پنهنجي سونهن سڃاڻ،
ناحق ٿيو نادان، ليئا وجهين لوڪ ۾.

عشق ۽ عقل ڪڏهن بہ هڪ جڳهہ تي گڏ نہ رهي سگهندا آهن. عشق جي تقاضا اها آهي تہ محبت جي مچ ۾ اڪيون پوري ٽپو ڏيڻو آهي. جيڪڏهن مهراڻ جي موج متل آهي تہ ڪڏيُ ڪاهي پوڻو آهي، پر عقل انسان کي سنيالي پير کڻڻ جي تلقين ٿو ڪري، پنهنجو پاڻ تي ضابطو رکڻ ٿو سيکاري، پر جڏهن عشق پنهنجا پر ٿو پکيڙي، تہ هوش ويچارو هوا ٿيو اڏاميو وڃي. بيدل فرمائي ٿو:

"عقل جو ويو اختيار، عشق اناالحق جو دم ماريو.

عشق عقل جي لڳي لڙائي، عشق ڪٽي جنگہ عقل هارائي،
هيڪل هڪ هسوارا، ڪيڏي ڪٽڪ کي بره پڇايو."

قادر بخش بيدل ڪافيءَ جو بہ لاجواب شاعر هو. بيدل کي بہ ٻين بزرگن وانگر پهرين مجازي عشق جي چماٽ لڳي، جنهن هن کي حقيقت جي راهہ ڏيکاري. مجازي محبت ۾ انسان جيڪي ڪجهہ ڀوڳي ٿو ان کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ لاءِ "ڪافي" بهترين ذريعو آهي. بره جي باهہ جا اُلا ۽ درد جون

دانهون ڪرڻ لاءِ "ڪافي" جو قالب نهايت موزون آهي. بيدل پنهنجي دل جي ڪيفيت پنهنجي ڪافيءَ ۾ هينئن تو بيان ڪري:

"ڪانگ لنوي منھي لات
محب مسافر جاڻ ڪي ايندا.

جيڪس دانهون درد منهنجي جون،
پهتيون اتي پريات"
اتم اميد هيئن نہ ڇڏيندا،

درد فراقئون انهيءَ جي مونکي،
حالتون نيو هيهات،
وٺي وصال جي شال وندبيندا.

"بيدل" بلڪل ٿيءُ نہ ماندو،
سنجهہ صبح ڪي رات
هوت اچي تو سان هڪ ٿيندا."

بيدل جو ڪلام فني توڙي فڪري لحاظ کان تمام گهڻين خوبين سان مالامال آهي. بيدل بيت ۽ ڪافيءَ کان علاوه قصيده ۽ مرثيہ بہ چيا آهن.

### محمد حسين بيڪس (1856ع - 1881ع)

هيءُ نوجوان شاعر قادر بخش جو فرزند هو جيڪو صرف 25 سال زنده رهيو. سنڌي ۽ سرائڪيءَ کان علاوه هنديءَ ۾ بہ شاعري ڪيائين. "ڪافي" تمام سٺي انداز سان چئي اٿس. سندس شاعري جو موضوع "محبت آهي. محبت جيئن تہ نالو ٿي آهي سڙڻ ۽ سور سهڻ جو تنهن ڪري بيڪس بہ سور پرايو پر ڪنهن کان؟ بيڪس پاڻ ٿي جواب تو ڏئي:

"سناسين مان سور، بيڪس پرايو بره جو،
جوش وڏائون جان ۾، وچي ٿو وهلور،
ڪو جو پرايم پور، سناسين جي ساٿ مؤن"

مجاز جي مهميز بيڪس کي بيقرار ڪري ڇڏيو محبوب جي جدائي برداشت ڪرڻ ڏاڍي ڏکي هوندي آهي. بيڪس پرينءَ جي رُسي وڃڻ تي ڪانئس پڇي ٿو:

"ڪڏهن راضي ٿيندين راڻا؟
ڪڏهن موٽي ملندين راڻا؟

ڪاڪ ڪو ماڙي، ويل وهاڻي،
پينگ تيا سڀ پاڻا،
ڪڏهن راضي ٿيندين راڻا؟"

بيڪس جڏهن مجاز جو ڏاڪو ٽپي حقيقت جي دنيا ۾ قدم رکيا ته اهو ڪجھ ڇپائين جيڪو ڪائنس اڳيان به ڇتي ويا هئا. يعني مخلوق جي ذري ذري ۾ خالق جو جلوو آهي. فرمائي ٿو:

"بنائي ساز صورت جا، وري تون لڪ لڪائين ٿو
آئين آدم رکي نانو، ڪيڏو تو ڪيو ڪشالو
وڄائي درد دمامو، پنهنجا پيارا کهائين ٿو"

**مصري شاهه (1825ع - 1908ع):**

مصري شاهه، شاهه عنايت رضوي جي خاندان مان هو. هي به حسن ۽ عشق جو شاعر هو. سندس ڪلام جو نمونو ڏجي ٿو:

"وسري ويا پٺي جڳ جڏهن دل جان سان دلبر ڏٺم،
دلبر مهتاب مک محبوب، جو محراب منهن ڏٺم.
شيخ قاضي پاڪدامن، اي مشائخ مولوي
ڪر نصيحت کي ڦٿو هر جاءِ حاضر حق ڏٺم"

ان کان علاوه هن دؤر جا هيٺيان غير عروضي شاعر ناميارا هئا:
نانڪ يوسف، رمضان ڪنڀر، محمود ڪتياڻ، پير اشرف شاهه، عثمان سانگي ۽ سانوڻ خاصخيلي وغيره.

## 2. عروضي شاعري

سنڌيءَ ۾ عروضي شاعريءَ جي شروعات نور محمد خسته، مرزا تقي ۽ مخدوم عبدالرؤف ڀٽي وارن اڳ ئي ڪري ڇڏي هئي. عروضي شاعريءَ تي ايراني ماحول جو تمام گهڻو اثر پيو. ايراني تشبيهون ۽ روايتون جيڪي سنڌي ماحول لاءِ بلڪل اوپريون هيون، پوءِ به انهن کي زبردستي سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ڪيو ويو. چند عروضي شاعرن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو.

**آخوند گل محمد هالائي**

آخوند صاحب اهو شاعر آهي، جنهن پهريون ديوان مڪمل ڪيو. سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"پيالا مي سندا ڏي، پر ڪري، محبوب متوالا.
تہ مستيءَ ۾ محبت جي، ڪڏهن هن هوش کي حالا."

"ڏسڻ سان تنهنجي اي باغ- حسن مون کي سڙهاتي گل
تنهنجو مک گل، زنو سنبل، منهنجي دِل جيئن گُلِ لالا."

آخوند صاحب جي شاعريءَ ۾ مئخاني ۽ گل و چمن جو ذڪر ايراني شاعريءَ تان ورتل آهي، ليڪن هي پهريون عروضي شاعر آهي، جنهن غزل ۾ سنڌي، ماحول کي داخل ڪيو.

## غلام محمد شاهہ گدا

غلام محمد گدا جي شاعريءَ ۾ غزل، قصيدا، مثنويون ۽ قطعا اچي وڃن ٿا. سندس شاعريءَ ۾ عشقيہ رنگ غالب آهي، جنهن کي ظاهر ڪرڻ ۾ هو بلڪل بي باڪ ٿي ٿو وڃي. چوي ٿو

"اسان ڪيو عشق جو اظهار، پنهنجن ۾ پراون ۾،
اسان ڪيو عقل جو انڪار، پنهنجن ۾ پراون ۾."

پنهنجي محبوب کي پنهنجي احساسات کان آگاهہ ڪندي التجا ڪري ٿو،

"منا ڪر مون سان، منائي جون ڳالهيون،
رقيبن سان ڪر تون، ڪڙائي جون ڳالهيون."

## مير عبدالحسين سانگي

هي ٽالپر گهراڻي جي آخري حڪمران مير نصير خان جو پوٽو هو. هي بنگال ۾ انگريز عورت منجهان پيدا ٿيو هو ۽ 1863ع ۾ وطن واپس آيو.

هن جا سنڌيءَ ۾ ٽي ديوان آهن، جيڪي غزل جي اعليٰ شاعريءَ سان ڀرپور آهن. غزل ۾ جيڪو مقام سانگي رکي ٿو اهو هن دؤر جي سيني شاعرن کان مٿانهون آهي. پنهنجي استاد "گدا" وانگر پنهنجي عشق جو حال اورڻ مهل هي صفا بي باڪ ٿيو وڃي. چوي ٿو:

"جنهن مون کي ٿي ڏنو چيو تنهن چريو چريو
پنهنجي پرينءَ ڏي مون جي، ڏنو ٿي وريو وريو"

"اداڙي آهيون اسين عاشق مزاج،
آهي سِرَ اسان جي تي، وارن جو تاج"

## مرزا قليچ بيگ

مرزا قليچ بيگ بنيادي طور نثر نويس هو پر عروضي شاعري بہ ڪئي اٿس. زماني جي بي ثباتيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

"چڱائي ۽ انصاف جي ڪِٿِ بہ يار،
اڄوڪي زماني ۾ ڪانهي پچار.
وڏا اڄ ننڍن جا ٿيا زيردست،
سخي سڀ بخيلن اڳيان ٿيا خوار.
ذليلن جي در تي رُلن ٿا شريف،
ٿا منجهہ بند۔ آزاد ڏسجن هزار."

ان کان علاوه عروضي شاعريءَ ڪرڻ وارا تمام گهڻا شاعر هئا. جن مان هيٺيان ڪافي مشهور آهن.

مير حسن علي خان، آخوند محمد قاسم "هالائي"، حافظ حامد "ٽکڙائي"، محمد هاشم "مخلص"، حافظ محمد هارون "دلگير" وغيره.

## هن دؤر جو ادبي جائزو

1. هِن دؤر جو وڏو ڪارنامو سنڌي صورتخطيءَ جو ٺهڻ آهي.
2. هن دؤر ۾ سنڌي نثري ادب جي باقاعده شروعات ٿي.
3. سنڌي افسانو ناول ۽ ڊرامو پهريون تہ ٻين ٻولين تان ترجمو ڪيا ويا، پر طبعزاد پڻ سهڻي نموني ۾ لکيا ويا.
4. مضمون نويسي بہ سٺي ترقي ڪئي.
5. نثر جي ٻين صنفن جهڙوڪ سفرنامو، آتم ڪهاڻي، تنقيد ۽ تحقيق بہ سٺي ترقي ڪئي.
6. عروضي شاعريءَ تمام گهڻي انداز ۾ ڪئي وئي، جنهن ۾ گهڻو ڪري، ايراني ماحول جي عڪاسي هئي، تنهنڪري اها شاعري صرف پڙهيل لکيل طبقي تائين محدود رهي. عوام جي دلين ۾ گهر ڪري نہ سگهي.
7. غزل پنهنجي عروج کي پهتو غزل جا ديوان وجود ۾ اچي ويا. آخوند گل محمد هالائي، غلام محمد گدا، مير عبدالحسين سانگي، مرزا قليچ بيگ وغيره وارا هن دؤر جا سٺا غزل گو شاعر هئا.
8. صوفيانہ شاعري بہ سٺي انداز ۾ ٿي. بيدل، بيڪس ۽ مصري شاهہ هن دؤر جا وڏا صوفي شاعر هئا.
9. بيت۔ ارتقائي منزلون طئہ ڪري پنهنجي عروج تي پهتو.
10. عشقيہ شاعريءَ جي اظهار لاءِ "ڪافي" کي بهترين ذريعو سمجهيو ويو.

# سنڌي نثر جون ڪجھ اهم صنفون

## افسانو (Fiction)

### تعارف

افسانو ارڙهين صديءَ جي پيداوار آهي.

ارڙهين صديءَ ۾ يورپ ۾ جڏهن صنعتڪاري جو دؤر آيو ته ماڻهن جي زندگي ايتري ته تيز ٿي وئي، جو ادب پڙهڻ لاءِ تمام گهٽ وقت وڃي بچيو. ان ڪري ضرورت محسوس ڪئي وئي ته اهڙو ادب لکجي، جيڪو مختصر به هجي ۽ بامعنيٰ پڻ، ان ڪري افسانن لکڻ جو رواج پيو.

افسانو مختصر به آهي ته منجهس ذهني غذا جو به پورو بندوبست ڪيل هوندو آهي.

افسانو سماج جي مسئلن جو عَڪس هُجڻ سان گڏوگڏ قوم جي جذبات جو ترجمان پڻ آهي.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي جي چوڻ مطابق "دنيا ۾ٻين ٻولين جو نثر ڪهاڻيءَ سان شروع ٿيندو آهي ۽ هر ٻوليءَ ۾ ڪهاڻيءَ جي شروعات ڏند ڪٿائن سان ٿيندي آهي." پروفيسر منگهارام ملڪاڻي جي راءِ پنهنجي جاءِ تي، پر سنڌي ادب ۾ افسانو انگريزن جي دؤر ۾ ئي شروع ٿيو.

## فني خوبيون

### 1. افسانو مختصر آهي

آمريڪا جو چوٽي جو افسانه نگار ايڊگر ايلن پو چوي ٿو.... "افسانو نثر جي اها ڪهاڻي آهي. جيڪا پڙهندڙ هڪ ئي نشست ۾ (اڌ ڪلاڪ کان ٻن ڪلاڪن تائين) ختم ڪري سگهي."

### 2. اهم واقعو صرف هڪ هوندو آهي

انسان جي زندگي ڪيترن ئي تجربن ۽ واقعن جو مجموعو آهي. افسانه نگار

انهن مان ڪو هڪ واقعو يا مسئلو کڻي ٿو ۽ ان کي ڀرپور تاثر سان پڙهندڙ تائين پهچائي ٿو. ان مکيه مسئلي جي اردگرد ٻيا به مسئلا افساني ۾ زير قلم ايندا آهن، ليڪن اهي سڀ ان مکيه واقعي کي نکارڻ ۽ اُجاگر ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن.

### 3. زمان، مڪان ۽ عمل جي وحدت

افساني ۾ رونما ٿيندڙ واقعن جو تسلسل وقت سان مطابقت رکندڙ هجي ۽ ان ۾ تضاد نه هجي. اهڙي طريقي سان انسان جا عمل ۽ سندس قول پاڻ ۾ مطابقت رکندا هجن، يعني هڪ ئي وقت تي هڪڙو ماڻهو ظالم ۽ همدرد نٿو ٿي سگهي.

### 4. ڪردارن ۽ مڪالمن ۾ حقيقت جو رنگ

افساني جا ڪردار انساني زندگي جي مختلف شعبن مان کنيا ويندا آهن ۽ انهن ۾ حقيقت جو رنگ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهڙيءَ طرح سان افساني جا مڪالما به حقيقت سان ڀرپور هوندا آهن. اهي هڪ طرف ته ڪردارن کي اُجاگر ڪندا آهن ته ٻي طرف ڪهاڻيءَ جي رفتار کي اڳتي وڌائيندا آهن.

### 5. عَمل ۽ ڪردار نگاريءَ ۾ توازن

افساني جا سيئي ننڍيا وڏا جزا پاڻ ۾ ڳتيل هُوندا آهن ۽ انهن ۾ هڪ خاص قسم جو توازن هُوندو آهي ۽ اهڙي طريقي سان ڪهاڻي اختتام پذير ٿئي ٿي.

### 6. آغاز ۽ انجام

افساني ۾ آغاز ۽ انجام تمام گهڻي اهميت رکن ٿا، پر ان لاءِ ڪوبه شرط نه آهي. ڪي افساني نگار افساني کي اختتام کان شروع ڪندا ته ڪي وري وچ مان شروع ڪندا آهن.

## سنڌي افساني جي تاريخ

سنڌي زبان ۾ ادب جون جديد صنفون (ناول، ڊراما ۽ مضمون) انگريزن جي وقت ۾ ئي داخل ٿيون. اهڙيءَ طرح سان افسانو به تقريباً اڄ کان ڏيڍ سؤ سال اڳ شروع ٿيو پر ان وقت جي افسانن کي سنڌي افسانن جو اوائلي دؤر ئي چئي سگهجي ٿو.

## افساني جو پهريون دؤر (1851ع کان 1925ع)

1851ع ۾ سورٺ راءِ ڏياچ، شهزادي ماڻڪ جي ڳالهه، ينيي زميندار جي ڳالهه وغيره جي نالي سان ڪهاڻيون لکيون ويون. انهن ڪهاڻين کي اسان باقاعده افسانو نٿا چئي سگهون، ڇو ته اهي افساني جي فني سٽاءَ کان ڪافي وانجهيل هيون.

1915ع ڌاري هندستان ۾ سماج سڌارڪ تحريڪون شروع ٿيون، جن جو سنئون سڌو اثر سنڌي ادب تي پيو. ديوان ڪوڙو مل پهريون اديب هو جنهن اهڙي قسم جا افسانا لکڻ شروع ڪيا ۽ ٻين ٻولين تان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايا. هن ئي دؤر ۾ سنڌي ساهت سوسائٽيءَ جا رسالا شايع ٿيڻ لڳا، جن ۾ افسانه به ڇپبا هئا.

### هن دؤر جي افسانن ۾ نمايان موضوع هي هئا

عورت جي بيوسي، ننڍپڻ جي شادي، گڏيل ڪٽنب، دقيانوسي ريتون رسمون وغيره.

سرمائيدارن ۽ وڏيرن جي ظلم تان پردو کڻڻ لاءِ "ڄيٺمل پرسرام 1923ع ۾ "چمڙا پوش جون آکاڻيون" جي نالي سان افسانه لکڻ شروع ڪيا.

هن دؤر ۾ "علمي دنيا" نالي هڪ رسالو نڪرندو هو، جنهن ۾ عبدالله "عبد" ۽ محمد عثمان ڏيپلائيءَ ڪيترائي افسانه لکيا.

## افساني جون ٻيون دؤر (1925ع کان 1940ع)

هن دؤر کي ترجمي جو دؤر به چئي سگهجي ٿو. هن دؤر ۾ هندي، اردو بنگالي، گجراتي ۽ مرهٽي زبانن تان افسانا سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا. انهن سڀني افسانن ۾ آزاديءَ جي جدوجهد جو عڪس نمايان هوندو هو.

اهي افسانه گهڻو ڪري سندر ساهتيه، مسلم ادبي سوسائٽي، رتن ساهتيه منڊل وغيره ۾ ڇپبا هئا. مشهور ترجمو ڪندڙ هي هئا:

گوبند مالهي، هيرانند عيدناڻي، دوست علي، دلدار علي موسوي، مرزا نادر بيگ. جن برصغير جي اديبن جا افسانه سنڌيءَ ۾ ترجما ڪيا، اهي هي آهن:

ٽئگور، ڪرشن چندر، ابراهيم جليس، احمد نديم قاسمي وغيره. ان کان علاوه روس ۽ يورپ جي جن مشهور اديبن جا افسانه سنڌيءَ ۾ شايع ٿيا، انهن جا ڪجهه نالا هي آهن:

چيخوف، گورڪي، ٽالسٽاءِ، موپا سان.... وغيره.

1932ع ۾ رسالو ماهوار "سنڌو" جيڪو شڪارپور ضلع جي "ميان جو ڳوٺ" مان شايع ٿيو. جنهن سنڌي افساني ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪيو. هن ۾ ترجمي جي بجاءِ اصلوڪن افسانن کي ڪافي فروغ مليو.

هن دؤر ۾ مرزا نادر بيگ طنز و مزاح جي رنگ ۾ معاشري جي اوڻاين کي چٽو ڪيو. لطف الله بدويءَ وري "غربت" کي پنهنجي قلم جو موضوع بڻايو. هن دؤر جو مشهور افسانہ نگار امر لعل هنگوراڻي هو جنهن جو افسانو "ادو عبدالرحمان" ٻين ٻولين ۾ پڻ ترجمو ٿي چڪو آهي. مرحوم عثمان علي انصاري بہ هن دؤر جو مشهور افسانہ نگار هو.

## افساني جو ٽيون دؤر (1940ع کان 1947ع)

سنڌي افساني جو هي هنگامي دؤر هو. انگريز راڄ جي پڇاڙي هئي. آزاديءَ جون تحريڪون چوٽ چڙهيل هيون. جن جو اثر افسانن تي تمام گهڻو پيو. هن دؤر جا 90 سيڪڙو افسانہ باغيانہ خيالات ۽ آزاديءَ جي جذبن سان ڀرپور نظر اچن ٿا. هن دؤر جي افسانن جا موضوع هيٺيان هئا:

ڌارين جي حڪومت خلاف بغاوت، هندو مسلم ايڪتا، شاهوڪارن جا ڏاڍ، غُربت، بدحالي ۽ ڦرلٽ وغيره.

جيئن تہ هي دؤر سياسي ڪشمڪش جو دؤر هو تنهن ڪري افساني جي فني سٽاءَ تي بلڪل توجهہ نہ ڏنو ويو پر سڄو زور جذبات، جوش و خروش، تبليغ ۽ پروپيگنڊه وغيره تي هو. ان وقت ۾ واقعي اهڙن افسانن جي ضرورت بہ هئي، جيڪي جلد کان جلد قوم جي سُتل جذبن کي جاڳائي سگهن.

پر هن دؤر ۾ ڪن افسانا نگارن فني لحاظ کان بہ ڏاڍو سٺو لکيو انهن جا نالا هي آهن:

گوبند مالهي، گوبند پنجابي، سگن آهوجا، ڪشن کٽواڻي، آسن اُتم چنداڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، شيخ اياز وغيره.

## افساني جو نئون دؤر

ورهاڱي کان پوءِ سنڌي افساني لاءِ بحران جو دؤر هو ڇو تہ پبلشر ۽ ليکڪ گهڻو ڪري هندو هئا، جيڪي هندستان لڏي ويا. انهن کان پوءِ افساني جي ترقي ڪافي حد تائين رُڪجي وئي. جيستوڻيڪ 1950ع ۾ ادبي ڪوششون بہ ٿيون ۽ رسالا بہ نڪتا، جن ۾ افسانہ ڇپبا هئا. پر هنن رسالن ۾ سيڪڙات اديب لکندا هئا، جيڪي افساني جي فني باريڪين کان ڪافي ناواقف هئا.

سنڌي افساني جي زوال کي ڏسندي "سنڌي ادبي سنگت" ڪراچيءَ طرفان ادبي ڪلاس منعقد ٿيا. جن ۾ افسانا پڙهيا ويندا هئا ۽ انهن تي تنقيد ڪئي ويندي هئي.

**1950ع کان 1960ع:** هن عرصي ۾ سنڌي افساني ڪافي ترقي ڪئي. هن دؤر جا مشهور افساني نگار هي هئا:

جمال ابڙو، غلام رباني، اياز قادري، جمال رند، سراج ميمڻ، حفيظ شيخ، ابنِ حيات، ع۔ ق شيخ، ثميره زرين، مراد علي مرزا، جمال رند، بيگم زينت چنا، علي احمد بروهي، رشيد ڀٽي، بشير مورياڻي وغيره.

**(1960ع کان 1990 تائين)** 1960ع کان پوءِ سنڌي افسانو پنهنجي انتهائي خوشگوار دؤر ۾ داخل ٿي ويو. هن دؤر ۾ جن قلمڪارن پنهنجي قلم جا جوهر ڏيکاريا، انهن مان چند هي آهن:

آغا سليم، نسيم کرل، غلام نبي مغل، علي بابا، امر جليل، طارق اشرف، رشيده حجاب، عبدالقادر جوڻيجو حميد سنڌي، سراج وغيره.

هن دؤر ۾ هيٺيان مشهور "افسانن جا مجموعا" شايع ٿيا:

1. پشو پاشا: جمال ابڙو
2. آبِ حيات: غلام رباني
3. بلو دادا: اياز قادري
4. سونهن، پٽر ۽ پيار: طارق اشرف
5. نئون شهر: غلام نبي مُغل
6. عبرت ڪده (ٻه ڀاڱا): ابراهيم خليل
7. گهڙيءَ گهڙيءَ هڪ گهاءُ: رشيد ڀٽي
8. اي درد هلي آءُ: سراج
9. شبنم، شبنم ڪنول ڪنول: نسيم کرل
10. اداس واديون: حميد سنڌي

1950ع کان پوءِ ته ماهي 'مهراڻ' ۽ 'نئين زندگي'، افساني جي ميدان ۾ تمام گهڻي خدمت سرانجام ڏني.

هن دؤر ۾ عالمي شهرت يافته اديبن جي افسانن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو جن جا ڪيترا مجموعا به ڇپيا، جن مان چند هي آهن:

1. آمريڪي ڪهاڻيون: سنڌي ادبي بورڊ

2. ديس ديس جون ڪهاڻيون: سراج، رباني
3. سپون (خليل جبران): فضل احمد بچاڻي
4. دنيا جا عظيم افسانا: سنڌي ادبي بورڊ

هن دؤر ۾ سنڌي افساني ترقيءَ جون ڪافي منزلون طئي ڪيون آهن. هن دؤر ۾ ڪافي نوان تجربا ڪيا ويا آهن ۽ ڪيئي نوان رجحان سامهون آيا آهن.

هن دؤر ۾ "حقيقت پسنديءَ" جو رجحان گهڻو نمايان رهيو. حقيقت پسندي هڪ وسيع لفظ آهي، جنهن ۾ ڪيترين ئي فڪري ڌارائون آهن. اسان جي ڪهاڻين ۾ سماجي حقيقت نگاري سان گڏ مقاميت جو رنگ بہ ڪافي نمايان آهي.

مهتاب محبوب، غلام نبي مغل، نسيم ڪرل مرحوم وغيره ڪافي ڪهاڻيون مقامي رنگ ۾ رنگي چڙهيون آهن. ان کان علاوه امر جليل جو هڪ پنهنجو اسلوب آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري قوميت جو رنگ جهلڪندو نظر اچي ٿو.

اسان جي افساني يا ڪهاڻيءَ ۾ "شعور" جو بہ ڪافي دخل آهي. اڳي ڪهاڻيون گهڻو ڪري خارجي پهلوئن کان متاثر ٿي لکيون وينديون هيون، پر هن دؤر ۾ "داخلي" ڪيفيت تي بہ ڪافي زور ڏنو ويو. انهن ڪهاڻيڪارن ۾ آغا سليم جو نالو نمايان آهي. هن افساني جي ڪردارن جي محسوسات کي تمام سهڻي انداز سان بيان ڪيو آهي.

افسانہ نگاري جي فن ۾ اسان جي افسانہ نگارن "نفسياتي حقيقت نگاري" کي بہ نہ وساريو آهي. مهتاب محبوب، نور الهديٰ شاهہ ۽ آغا سليم جي ڪردارن ۾ نفسياتي پهلو ڪافي چٽا آهن. نورالهديٰ شاهہ خاص ڪري بيوس ۽ لاچار عورت جي نفسيات تي تمام گهڻو لکي، داد حاصل ڪري چڪي آهي.

## 1990ع کان پوءِ سنڌي افسانو

1990ع ڌاري جڏهن سوويت يونين ٽٽو تڏهن سنڌي افساني کي هڪ وڏو ڌچڪو لڳو. جيڪي وڏا اديب 1960ع کان وٺي لکندا رهيا هئا انهن مان ڪن افسانو لکڻ ڇڏي ڏنو ۽ ٻين لکڻ گهٽائي ڇڏيو. پراڻن لکندڙن مان حميد سنڌي ثابت قدم رهيو. سندس چار مجموعا 1990ع کان پوءِ ڇپجي چڪا آهن. سندس افسانو "مرين تہ آرهڙ ۾ مرجان" هڪ شاهڪار افسانو آهي. ان کان علاوه رسول ميمڻ، عبيد راشدي، پرويز ۽ غلام نبي مغل پڻ هن دور ۾ بہ لکندا رهيا آهن.

وڏن لکندڙن جي خاموشيءَ جي ڪري هڪ خال پيدا ٿيو جنهن کي پرڻ لاءِ ڪيترائي اڳتي وڌيا ۽ ڪوڙ سارا افسانا لکجي ويا. 1990ع کان 2009ع تائين تقريبن 90 کن افسانن جا مجموعا ڇپجي چڪا آهن. سال 2000ع ۾ ڪاوش گروپ طرفان وڏن افسانہ نگارن کان افسانا لکرائي "ڪهاڻي" جي نالي سان مجموعو ڇپايو ويو جيڪو سيد زوار نقوي مرتب ڪيو.

هن دور جي ڪجهہ اهم افسانا نگارن جا نالا هي آهن: حميد سنڌي، اخلاق انصاري، طارق قريشي، رفيق سومرو، طارق عالم ابڙو، محمد صديق مگيو، زيب سنڌي، ممتاز بخاري، فاروق سولنگي، رزاق سهتو، اختر رند، منظور جوکيو، منور سراج، رسول بخش درس، عزيز ڪنگراڻي، پرويز، پير عبيدراشدي، نسيم پارس گاد، ماڪن شاهہ رضوي، سليم چنا، منظور ڪوهيار وغيره.

عورت افسانا نگارن پڻ هن دور ۾ ڪافي افسانا لکيا، جن مان ماهتاب محبوب، ڊاڪٽر تهمينا مفتي ۽ ريٽا شهاڻي اهم آهن.

هندستان ۾ پڻ ڪيترن ئي اديبن هن ڪيتر ۾ پاڻ ملهايو جن ۾ ناڪر چاولا، ڄينو لالواڻي، رتنا گوديا رولاڪ، گوبند خوشهالاڻي، لڇمڻ پنياڻي ۽ ريٽا شهاڻي کي خصوصي اهميت حاصل آهن.

هن دور ۾ محمد صديق مگيي، افسانا نگاري ۾ پنهنجو پاڻ مڃايو آهي. سندس ٻولي عوامي ۽ ٻاجهاري، سندس ڪردار ڳوٺن، گهٽين، بس اسٽاپن ۽ بازارن مان کنيل آهن، جيڪي هر وقت انهن گناهن جي سزا ڀوڳي رهيا آهن جيڪي انهن ڪيا ئي نہ آهن. سندس افسانن کي حقيقت نگاري ۽ سماجي حقيقت نگاري جو تسلسل چئي سگهجي ٿو.

1990ع کان پوءِ اسان جي ادب ۾ جديديت جي تحريڪ کان متاثر ٿي ڪافي افسانا لکيا ويا آهن، جن ۾ رسول ميمڻ، اخلاق انصاري، منور سراج ۽ نسيم پارس گاد بيحد اهم آهن. هنن پنهنجن افسانن ۾ انسان جي ويڳاڻپ ۽ داخلي پيڙا کي موضوع بنايو آهي ۽ علامتن، عڪسن، تخيل ۽ ڪنهن حد تائين پيچيده ٻوليءَ جي ذريعي ڪردارن جي نفسياتي ڪشمڪش جي عڪاسي ڪئي آهي.

هي دور اڃا جاري آهي ۽ هر سال افسانن جا نوان مجموعا ڇپجي رهيا آهن. اميد تہ سنڌي افسانو اڃا گهڻي ترقي ڪندو.

# ڪجھ افسانہ نگارن جي فن جو مختصر جائزو

## امر جليل

امر جليل موجوده دؤر جي افسانہ نگارن ۾ هڪ ممتاز حيثيت رکي ٿو. سندس پڙهندڙن جو حلقو تمام وسيع آهي. سندس ڪيترائي مجموعا ڇپجي چڪا آهن. سندس ڪهاڻين جو فني جائزو حاضر آهي:

**موضوع:** امر جليل جي ڪهاڻين جا موضوع سماجي حقيقتن مان کنيل هوندا آهن. مثلاً: بُک، بيروزگاري، قوميت، ڏاڍايون، مصيبتون، نفرتون، دشمنيون ۽ نگيون وغيره. اهي موضوع بلڪل عام آهن ۽ تقريباً هر افسانہ نگار انهن تي ڪجھ نہ ڪجھ لکيو آهي، پر اهي موضوع پراڻا هوندي بہ پراڻا نٿا لڳن. ڇو تہ انهن ۾ امر جليل جو مشاهدو، مطالعو ۽ تجزيو شامل هوندو آهي.

**ڪردار نگاري:** امر جليل جا ڪردار عام ماڻهو آهن. اهي انسان کي هر هنڌ گهمندا ڦرندا نظر اچن ٿا، انهن ۾ سادا سودا ماڻهو بہ آهن، تہ بدمعاش ۽ بيدا گير بہ.

انهن ۾ "محبت ۾ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار" ڪردار بہ آهن، تہ نفرت جي باھہ ۾ سڙندڙ انسان پڻ.

انهن جي دلين ۾ خوشي، ڏک، درد، حسد، قرباني ۽ ٻيا انيڪ انساني جذبا آهن. امر جليل انهن کي ائين ٿو پيش ڪري جو اسان کي اهي ڪردار جيئرا جاڳندا، اکين جي سامهون ڦرندا نظر ايندا آهن. انهن ۾ ڪابہ بناوت نہ آهي. ڪوبہ تصنع نہ آهي. "پل صراط" مان هڪ ٽڪرو ملاحظہ فرمايو.

"يار گڏھہ گاڏيءَ وارا"، مون آهستي چيو.
"منهنجي پگهار ذري گهٽ ادائي روپيا روز آهي
ڇيلا ٻن ادائي رپين جو لوسڻ روز کائيندا تہ
پوءِ مُنهنجا ٻار ڇا کائيندا؟
"تنهنجا ٻار بہ لوسڻ کائيندا؟
گڏھہ گاڏيءَ واري وراڻيو ۽ ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳو."

### ٻولي

امر جليل جي افسانن جي ٻولي بہ عام ماڻهو جي ٻولي آهي. ان ۾ وڏا وڏا ادبي لفظ ۽ مصنوعي جملا بلڪل نہ آهن. ٻولي بلڪل سادي ۽ مقامي آهي. سندس ٻوليءَ ۾ وڏي خوبي اها آهي جو اها طنز و مزاح سان ڀرپور

آهي. پڙهندي پڙهندي بي اختيار ٽهڪ بہ نڪريو وڃي تہ اڪيون ڳوڙهن سان پڻ پرجيو وڃن. سندس سليس ٻولي ۽ مزاحيہ انداز ۾ لکيل ڪجهہ ٽڪرا پيش ڪجن ٿا.

"سائين مان قد ۾ بندوق کان ننڍو آهيان، مهرباني ڪري مون کي پستول سان پريڊ ڪرائيندا ڪريو" (چرپٽ ۽ نرس)

"مان ٿنڊي نوڙهي مان آيو آهيان، جتي ڪوبہ نوڙهو نظر نہ ايندو آهي. (پل صراط)

"ڪجهہ پوڙها، نوڙها ۽ سياڻا ماڻهو بيروزگار ۽ بيوقوف نوجوانن کي نوڪريءَ ۾ رکڻ کان اڳ ڪانئن حساب ڪتاب وٺندا آهن، ان سموري جٺ کي انگريزيءَ ۾ انٽرويو چئبو آهي." (عشق ۽ انٽرويو)

## رومانيت

سندس ڪهاڻين ۾ اعليٰ درجي جو رومانس آهي. امر جليل ڪهاڻيءَ ۾ رومانس صرف انهيءَ ڪري شامل ڪندو آهي تہ جيئن پڙهندڙ زندگيءَ جي تلخ حقيقتن کان گهٻرائجي نہ وڃي. نہ تہ امر جليل بنيادي طرح روماني افسانہ نگار نہ آهي. سندس روماني افسانن ۾ بہ ڇپندڙ حقيقت جو رنگ هوندو آهي. جنهن ۾ ڪونہ ڪو پيغام ضرور هُوندو آهي.

## حقيقت پسندي

امر جليل حقيقتن جو متلاشي آهي، هُو پنهنجي وقت جي سچائين ۽ ڪچاين کي پنهنجي پڙهندڙ تائين پهچائڻ گهُري ٿو. هُو ماڻهن جي چهرن تان نقاب لاهي، انهن جا اصلي چهرا ڏيکاري ٿو ۽ انهن تي ٺٺول بہ ڪري ٿو پر اهي اصل چهرا ايترا تہ ڪبيح هوندا آهن، جو انهن تي ڪل اچڻ بدران روئڻ ايندو آهي. هيٺيون ٽڪرو انهيءَ ڳالهہ کي ثابت ڪندو:

"ڏنوا اڙي واهہ جي ڳالهہ ڪئي اٿئي.

سڏ ڪر ڏني کي"

منشيءَ ڏني کي سڏ ڪيو. ڏنو هٿ ٻڌي ادب سان رئيس جي سامهون اچي بيٺو.

رئيس چيو "ڏنا هن دفعي تون حج تي نہ ويندين. تنهنجي بدران مان ويندس"

ڏني کي جڻ ٻرڇي لڳي، پيرن هيٺان ڌرتي نڪري ويس. آڙي ڪندي چيائين....

"سائين پائي پائي ميڙي هن ڏينهن جي سڌ ڪئي هئم."
"ايندڙ سال ڪٽي وڃجانءِ!"
"ايندڙ سال حياتي رهي نه رهي، پوءِ بليٽ ۾ ڪٽي نالو نه به نڪري."
"خير هن سال حج تي تون نه ويندين، تنهنجي بدران مان ويندس."
"اهڙو قهر ته نه ڪر سائين."
"بڪ بڪ بند ڪر."
"سائين مان ويندس."
ڏنو روئي پيو "مان مسڪين آهيان، منهنجي هڪ تمنا ته پوري ٿيڻ ڏيو."
ڏنو رئيس جي قدمن ۾ ڪري پيو. رئيس پنهنجو پير پري ڪندي چيو...
"پري ٿي، نه ته لاهيانءِ نه ڪياڙي واري لپاٽ."
"لپاٽ هڻ، پر حج تي وڃڻ ڏي."
"اڙي تون هٽ تان نه لهندين؟" رئيس ڪاوڙ ۾ باهه ٿي ويو!
"هڻ هن ڪاغذ تي آڱوٺو."
"سائين مان نه هٽندس."
"نه هٽندين؟"
"نه سائين!"
"نه هٽندين" رئيس رڙ ڪندي چيو: "اڙي وٺي اچو ڏني جي جوءِ کي ته سڄڻ ۾ ٻلي وجهانس!"
ڏني کان دانهن نڪري وئي. زندگيءَ جي وساريل سڄي نفرت اکين ۾ تري آيس. جڏي جو شهر سندس سيني ۾ سڙي خاڪ ٿي ويو. آڱوٺي کي مس لڳائي ڪاغذ تي هنيائين ۽ ڪنڌ جهڪائي اوطاق مان نڪري ويو. ان وقت ڏني جي اکين ۾ لڙڪ نه هئا....

امر جليل هڪ باشعور افسانه نگار آهي. هو سماج جي گندگين کان چڱيءَ طرح واقف هجڻ سان گڏ انسان جي درد ۽ پيڙا جو به ڀرپور احساس رکي ٿو. هُو جيڪي ڏسي ٿو ان کي لکي ٿو جيڪو محسوس ڪري ٿو اهو اسان کي به محسوس ڪرائي ٿو.

امر جليل جڏهن کان لکڻ شروع ڪيو ان وقت کان وٺي هُو مسلسل لکي رهيو آهي، توڙي جو اجڪلهه رفتار بلڪل گهٽ اٿس ليڪن لکي رهيو آهي، سنڌ ڌرتي ۽ سنڌي ماڻهن جا درد سيني ۾ اٿس، چپن تي دلڪش مسڪراهٽ اٿس اکين ۾ لڙڪ اٿس.... پوءِ به هُو اڄ پڻ لکي رهيو آهي.

## مرحوم نسيم کرل

جيڪڏهن ڪنهن کي اعليٰ سوسائٽي جي پست قدرن، وڏيرن جي زوال پذير ذهنيت، مٿئين، طبقي جي فضول روايتن ۽ عام ماڻهوءَ جي ٻوليءَ ۽ رهڻي ڪهڻي جو مشاهدو ڪرڻو هجي ته هُو "نسيم کرل" کي پڙهي.

نسيم کرل جيئن ته پاڻ مٿئين طبقي سان تعلق رکندو هو تنهن ڪري هن سندس طبقي کي تمام ويجهڙائي کان ڏٺو ۽ ان سماج ۾ جيڪا گندگي ۽ تعفن آهي، ان کي خوبصورت لفظن جو روپ ڏئي اسان تائين پهچايو.

سندس ٽي مجموعا ڇپيل آهن:

"دمي"، "چوٿهيون در"، "شبنم شبنم ڪنول ڪنول"

سندس فن جو مختصر تجزيو حاضر خدمت آهي.

پلاٽ: نسيم جي افسانن جو پلاٽ واقعن تي ٻڌل آهي. بقول ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي جي "هُو ڪنهن نه ڪنهن واقعي کي دلچسپ انداز سان بيان ڪندو ويندو آهي ۽ آخر ۾ ان جو اختتام ائين ڪندو آهي، جو پڙهندڙ حيرت ۾ پئجي ويندو آهي. ٻين لفظن ۾ سندس افسانن جو اختتام استعجابي يا تحير خيز آهي."

### ٻولي

نسيم جي ٻولي لاجواب آهي. هن نيٺ سنڌي مقامي رنگ وارو لهجو استعمال ڪيو آهي. افسانو پڙهندي ائين ٿو محسوس ٿئي ته جڻ نسيم پاڻ به انهيءَ واقعي جو ڪو حصو هو.

ٽانگي وارن جي ڪچهري، چورن جي ڏي وٺ، پوليس وارن جو انداز وغيره... اهڙي نموني سان پيش ٿو ڪري جهڙوڪر نسيم سندن ساٿي هجي. اهو سندس مشاهدي جو ڪمال آهي.

سندس افساني "پهرين مُراد" مان هڪ ٽڪرو هيٺ ڏجي ٿو.

"آهي ته گهر ۾ ٻڌڻ جهڙي، ڪلي تان ڇوڙيئي؟"

"هائو بابا"

"مُڙسي ڪئي اٿئي، پر ٻيلي پيرن جو ڊبڪو مار مُنهنجي اک تنهنجي ڊبڪي تي ئي کُلي"

"لوڙهي جي ٻاهران بُوٽ چنديو هوم، اهو ڊبڪو ٻڌو هوندءِ"

"پلا وٺين خير سان لِڪ ۾؟"

"اصل لِڪ ۾، رات جو پنڌ ڪيم، ڏينهن جو ٽم ۾"

"پلا واٽ تي پير وچايئي يا رند ونيو آئين؟"

"ٻن ٽن جاين تي اهڙيون بلٽيون ڏنيون اٿم. جو پاڳيا پاڻ انصاف ڪندا."

## رومانس

سندس ڪيترائي افسانا رومانس سان ڀرپور آهن. جن ۾ ڪردارن جي نفسياتي پهلوئن تي بہ روشني وڌل آهي. نسيم جو روماني اسلوب، جنسيات سان بہ ڀرپور آهي. جنسيات بذات خود ڪا بُري شئي نہ آهي پر جيڪڏهن افساني ۾ جنسي عُنصر زياده آهي تہ پوءِ افساني جو تاثر ختم ٿي ٿو وڃي ۽ پڙهندڙ لذت پرستي ۾ مبتلا ٿيو وڃي.

## ڪردار نگاري

نسيم ڪردارن سان پورو پورو انصاف ڪيو آهي، هُن سندن خواهشون، حسرتون، اميدون، نفسياتي ڪشمڪش، انهن جي اندر ۽ ٻاهر ۾ تضاد جي تمام سهڻي نموني سان عڪاسي ڪئي آهي.

سندس ڪهاڻي "ڀهرين مُراد" تي تبصرو:

"ڀهرين مُراد" سندس لاجواب ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هن ٻولي، سماجي زندگي ۽ ماحول جو بهترين نقشو چٽيو آهي. ڀهرين مُراد ۾ ائين آهي تہ "سنجر" ۽ "عنايت" پاڻ ۾ پڳ مٽ يار آهن. جيڪي ڪنهن وقت ۾ نامي گرامي چور هئا. سنجر، جڏهن عنايت وٽ مهمان ٿي اچي ٿو تہ عنايت وٽ مينهين جو تعداد گهٽ ڏسي، چٽرون ڪري ٿو ۽ سندس پُٽ جو مذاق اُڏائيندي چوي ٿو.....

"ياءُ عنايت، چٽبو تہ پٽهين بہ ڪونہ ٿيو...."

اهو مهڻو عنايت جي پٽ کي ڏکيو ٿو لڳي ۽ هُو عنايت جي همٿائڻ تي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪ مينهن چوري ڪري اچي ٿو. جڏهن پاڳيا پير کڻي اچن ٿا تہ اهي ڪي ٻيا ڪونہ هئا، پر عنايت جا دوست سنجر وارا هئا.

هن ڪهاڻيءَ بابت ڪجهہ نقادن جا رايا هيٺ ڏجن ٿا:

### ڊاڪٽر شمس الدين عُرساڻي لکي ٿو

"ڀهرين مراد ۾ عوامي لب و لهجو ۽ بي ساختہ عوامي ٻولي ساريءَ ڪهاڻيءَ تي ڇانيل نظر ايندي چورن ۽ ڪاٽڪن جي مخصوص طبقي جي ٻولي، انهن جي بعض مخصوص اصطلاحن کي پڙهي نسيم کرل جي مشاهدي تي واقعي حيرت ٿئي ٿي. سندس مشاهدي ۽ مطالعي کي ڏسي اڪثر انهن تي سندس تجربي جو گمان ٿئي ٿو."

ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو

"ڪرل صاحب هن ڪهاڻيءَ ذريعي هڪ طرف سنڌ جي سماجي زندگيءَ جي هڪ نقطي کي موضوع طور کنيو آهي، ته ٻئي طرف لاشعوري طور سنڌ جي تمدن جي قديم تاريخ جو ورق ورايو آهي. ٻوليءَ جي لحاظ کان هيءَ ڪهاڻي سنڌي ادب جي هڪ نمائنده ڪهاڻي آهي. نج ڳوناڻي ٻولي ۽ ان لاءِ ڳوناڻي ماحول ۾ ڪم ايندڙ لفظ محاورا، اصطلاح، چوڻيون ۽ پهاڪا ڪم آندا اٿس.... جن ڳوناڻي ماحول مشاهدي ۽ منظر کي وڌيڪ دلچسپ بڻايو آهي."

حسين شاهه راشدي لکي ٿو

"نسيم کرل کي قدرت ڳوڙهي مشاهدي جي عجيب ڏات ۽ ان کي بيان ڪرڻ جي اهڙي سگهه بخشي آهي، جو ڪنهن به ماحول جي ڳالهه ڪندو ته ائين پيو پائنبو ته پڙهندڙ پاڻ اُتي موجود آهي. مثال طور ڪڇي جي زميندار هجڻ جي حيثيت ۾ سندس واهپو چورن، ڪاٺڪن ۽ پاٽاريدارن سان پوي ٿو جيڪي ٻيلي ۾ لڪل دوڻين سان وڻج واپار يا لڪ لاءِ گهاٽو ناتو رکندا آهن. انهن جي ٻولي، انهن جي دوستيءَ جا معيار، انهن جا اخلاقي ۽ انساني قدر ۽ انهن جون تشبيهون ٻاهرين دنيا کان بلڪل الڳ ٿين ٿيون. نسيم انهن سڀني ڳالهين جو اونهو اڀياس ڪرڻ کان پوءِ "پهرين مراد" ڪهاڻي لکي آهي."

پهرين مراد کان پوءِ "ڪافر" سندس لاجواب ڪهاڻي آهي.

## سنڌي ناول

ناول (Novel) انگريزي زبان جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي "نمونو" يا ڪا "نئين شيءِ". ناول ادب جي تمام اهم شاخ آهي. هيءَ انساني جذبات جو ترجمان هجڻ سان گڏوگڏ قومي زندگيءَ ۽ حالات جو عڪاس پڻ آهي. انگريزي ادب ۾ ناول کي تمام گهڻي اهميت ڏني ويچي ٿي. جو ته مشهور ناولن يورپ ۾ انقلاب لاءِ راهه هموار ڪئي ۽ اتان جي زندگيءَ کي متاثر ڪيو.

### ناول جون فني خوبيون

**پلاٽ:** ناول جو پلاٽ، ناول ۾ رونما ٿيندڙ واقعن جو ڍانچو آهي. پلاٽ يا واقعن جو تسلسل ايترو منظم هجڻ گهرجي جو پڙهندڙ پوري توجه سان ناول پڙهندو رهي ۽ دلچسپي جو سلسلو به برقرار رهي.

**سيرت نگاري:** سيرت نگاري يا ڪردار نگاري جا به طريقا آهن. هڪ طريقي ۾ ناول جا ڪردار پنهنجن جذبن جا ترجمان پاڻ هوندا آهن.

ٻي طريقي ۾ ناول نگار هڪ مؤرخ وانگر قلم کڻي ٿو ۽ سيني ڪردارن جا جذبات پنهنجي زباني ٻڌائڻ سان گڏوگڏ انهن تي تنقيد ۽ رائي زني پڻ ڪندو هلندو آهي.

**خاص مقصد:** ناول نگار لاءِ اهو ضروري آهي ته ناول ڪنهن خاص مقصد تحت لکي ۽ اهو خاص مقصد اِصلاحي هجي ۽ منجهس تعمير اخلاق تي خاص زور ڏنل هجي ۽ انهيءَ سان گڏ تفريحي پهلو به ضروري آهي، نه ته ناول ناڪام ٿيڻ جو خدشو رهي ٿو.

**حقيقت پسندي:** ناول جا ڪردار انسان هوندا آهن ۽ اها حقيقت آهي ته انسان ۾ سنايون به آهن ته خرابيون به. تنهن ڪري ناول نگار حقيقت پسنديءَ کان ڪم وٺي، انهن جي جذبات ۽ عملن جو عڪس پيش ڪري. ڪردارن کان اهڙو ڪم وٺي جيڪو مافوق الفطرت نه هجي، ۽ هن کي عقل تسليم ڪري.

**فصاحت ۽ بلاغت:** شاعريءَ وانگر ناول ۾ به فصاحت ۽ بلاغت سان گڏ محاورا ۽ اصطلاح ڪتب آندا ويندا آهن.

**اخلاقيات:** ناول نگار کي اخلاق جي دائري ۾ رهي پوءِ پنهنجي قلم کي جُنبش ڏيڻ گهرجي.

## ناول جا قسم

ناول جا هيٺيان مُکيه قسم آهن:

1. واقعاتي ناول
2. ڊرامائي ناول
3. جاسوسي ناول
4. سماجي ناول
5. نفسياتي ناول
6. تاريخي ناول

## سنڌي ناول جي تاريخ

اهو هڪ ادبي بحث آهي ته سنڌي ناول نويسي جي ابتدا ترجمي کي سمجهڻ گهرجي يا سنڌي قصن ۽ ڪهاڻين کي. مرحوم محمد اسماعيل عرساڻيءَ جي نچوڙ مطابق ته "سنڌي ناول نويسيءَ جو بنياد سنڌي قصي کي سمجهڻ گهرجي."

"ڀنيي زميندار جي ڳالھ"، "سُڌاتورو" ۽ "ڪڌاتورو" قصن کي سنڌي ناول جي ابتدا سمجھڻ گھرجي، پر حقيقت اها آهي تہ ناول مغربي صنف آهي، جنھن جو قصہ گوئي سان ڪو تعلق نہ آهي. سنڌي ناول جي شروعات ترجمن سان ٿي.

## سنڌي ناول جو اوائلي دؤر (1870ع کان 1923ع)

هن ڪي ترجمي جو دؤر بہ چئي سگھجي ٿو "ديوان اُڌارام" ۽ "ساڌو نول راءِ" گڏجي ڊاڪٽر جانسن جي ناول "راسيلاس" کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ان کان پوءِ ڪيترائي ناول انگريزيءَ تان ترجمو ٿيا، جن مان ڪجھ مشھور نالا هي آهن. "ساڌو هيرانند" 1891ع ۾ "Talisman" جو ترجمو "طلسم" جي نالي سان ڪيو.

1910ع ۾ "سيرومل ساگرائيءَ" جو طويل ناول "هر دلعزيز" عرف "چندر ڪانتا سنتي" قسطوار ڇپيو. "استار آف منگريلا" جو ترجمو "ستاره منگريلا" جي نالي سان شايع ٿيو.

اوائلي خود ساختہ ناول: اصلوڪا سنڌي ناول لکڻ جو شرف پڻ جناب مرزا قليچ بيگ کي حاصل ٿيو. هن 1888ع ۾ پھريون اصلوڪو ناول "دلارام" نالي سان لکيو. سندس ٻيو ناول "زينت" 1895ع ۾ ڇپيو.

قليچ بيگ کان پوءِ لعل چند امرڏني مل بہ ڪافي اصلوڪا ناول لکيا، جن مان "چوٽ جو چنڊ" ۽ "پرم جي پيالائي" ڪافي مشھور ٿيا.

ڪاڪي ڀيرو مل ٿي اصلوڪا ناول لکيا، جيڪي هي آهن:

آندسندريڪا (1910ع)

موهني ٻائي (1911ع)

وريل ۽ نعمت (1915ع)

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ 1915ع ۾ "نورجھان" لکيو جيڪو تمام گھڻو مشھور ٿيو.

ان کان علاوه هن دؤر ۾ ٻيا بہ ڪيترائي ترجما ٿيا ۽ اصلوڪا ناول لکيا ويا. ترجمو ڪندڙن ۾ سرِفھرست مرزا قليچ بيگ رهيو. خوشي رام، موتو مل گرواڻي ۽ ٻين پڻ ڪافي ترجما ڪيا.

هن دؤر ۾ مختلف قسمن جا ناول لکيا ويا، جن ۾ سماجي ناول، اخلاقي ناول ۽ روماني ناول سرفھرست رهيا، ڪجھ جاسوسي ناول پڻ لکيا ويا.

## سنڌي ناول جو ٻيو دؤر (1923ع کان 1947ع)

هي دؤر سياسي ڪشمڪش جو دؤر هو جنهن جو اثر ناول نويسيءَ تي پڻ پيو ۽ سياسي ۽ تاريخي ناول لکجڻ لڳا. هن ڏس ۾ ڪراچي جي مشهور رسالن "سندر ساهتيه"، "رتن" ۽ "آشا ساهت منڊل" ڪافي خدمت سرانجام ڏني. هنن رسالن ۾ اصلوڪن ناولن سان گڏ انگريزي، هندي، اردو ۽ بنگاليءَ تان پڻ ڪافي ناولن جا ترجما ڪري شايع ڪيا ويا.

هن دؤر ۾ صاحب سنگهه شاهاڻي جو ناول "بلو کوکر" (1930ع) ۽ عبدالرزاق ميمڻ جو ناول "جهان آرا" (1931ع) ڪافي مشهور ٿيا. ان کان علاوه مسلم ادبي سوسائٽيءَ (1931ع) ڪافي ناول شايع ڪيا. هيءَ سوسائٽي خان بهادر محمد صديق ميمڻ جي ڪوشش سان وجود ۾ آئي.

1939ع کان محمد عثمان ڏيپلائي باقاعده ناولن لکڻ جو سلسلو شروع ڪيو. پاڻ گهڻو ڪري تاريخي ناول لکيائون، جن ۾ قومي زندگيءَ جو عڪس نمايان آهي. سندس تاريخي ناولن جو تعداد تقريباً هڪ سؤ آهي، جن مان ڪيترائي ضبط ڪيا ويا.

ان کان علاوه پروفيسر رام پنجواڻيءَ به ڪافي اصلوڪا ناول لکيا، جن ۾ "قيدي" 1943ع ۾ ۽ "چانديءَ جو چڪر" 1944ع ۾ ڇپيا، جن ۾ قومي زندگي ڏيکاريل هئي. نارائڻ داس ڀمڀاڻي جو "مالهڻ" (1942ع) ۽ "غريبن جو ورثو" سٺا ناول آهن.

مجموعي طور هن دؤر ۾ سياسي ۽ تاريخي ناول گهڻا لکيا ويا. جيڪي ان دؤر جي ڪشمڪش ۽ ذهني مانداڻ تان پردو کڻن ٿا.

هن دؤر ۾ ناول ڪافي ترقي ڪري چڪو هو ۽ ڪافي رفتار سان ارتقائي منزلون طئي ڪري رهيو هو ته ورهاڱو ٿي ويو ۽ سنڌي ناول سنڌي ادب جي ٻين صنفن وانگر وري پوئتي پئجي ويو.

## ورهاڱي کان پوءِ وارو دؤر (1947 کان 1990 تائين)

ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول تمام گهڻو سُست ٿي ويو آهي. جيتري ترقي سنڌي افساني ڪئي آهي، ان کان تمام گهٽ ترقي سنڌي ناول ڪئي آهي. ان جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا. بهرحال هن دؤر ۾ ڪجهه ڪهاڻيڪارن ناول لکي ڪجهه تجربا ڪيا آهن.

هن دؤر ۾ ڪافي حد تائين ترجما به ٿيا آهن، جن ۾ هيٺيان ناول ڪافي مشهور ٿيا:

عاشي، روح جي ڳولا، تصوير جو خون، آسيه ماءُ وغيره.

هندستاني سنڌي اديبن ۾ گوبند مالهي، سندري اُتم چنداڻي، موهن ڪلپنا ۽ ڪلا پرڪاش سٺا ناول لکيا. سنڌ ۾ طبع زاد ناول نگارن ۾ سراج ميمڻ، آغا سليم ۽ ڊاڪٽر نجم عباسي ۽ ماڻڪ بيحد اهم آهن، جن شاهڪار ناول لکيا. انهن کان علاوه طارق عالم ابڙو ۽ قاضي خادم جي ناولن پڻ مشهوري ماڻي.

## 1990ع کان پوءِ سنڌي ناول

1990ع کان پوءِ سنڌي ادب ۾ ناولن جو هڪ چڱو خاصو تعداد مارڪيٽ ۾ آيو جن مان اڪثريت نون ناول نگارن جي آهي، ليڪن انهن ۾ سينيئر ليکڪ امر جليل جي ناول "نيٺ گونگي ڳالهايو"، غلام نبي مغل جي ناولن "اوڙاهه"، "دونهاٽيل راتيون ۽ رولاڪ" اخلاق انصاري جي "اڌوهي" بيحد مقبوليت ماڻي.

1990ع کان پوءِ عورت ناول نارن پڻ پاڻ ملهايو آهي، جن ۾ سرِفهرست ماهتاب محبوب، ج ع منگهاڻي، ريتا شهاڻي ۽ ڪزبانو سنڌي آهن.

هندستاني سنڌين پڻ هن دور ۾ ڪوڙ سارا ناول لکيا آهن، جن ۾ رتنا گوديا رولاڪ، ريتا شهاڻي، ڪلا پرڪاش، گوبند خوشهالاڻي، لال پشپ، موتي لال جوتواڻي ۽ نندلال عيدنداس پرسراماڻي تمام اهم ناول نگار آهن.

انهن کان علاوه سنڌ ۾ ڪيترن سينيئر ۽ نوجوان ليکڪن پڻ ناول تي طبع آزمائي ڪئي آهي، جن مان اهم نالا هي آهن: ڊاڪٽر هدايت پريم، فاروق سولنگي، سليم چنا، اڪبر سومرو، امر لغاري، پرويز ابڙو، عزيز ينيرو، گل محمد چنا ۽ مظهر ابڙو.

هن دور جي ناول جا موضوع مختلف رهيا آهن جن ۾ قوم پرستي سرِفهرست رهي آهي ۽ ٻئي نمبر تي رومانيت ڪيترن ئي ناولن جو موضوع رهي آهي. احساسِ محرومي ۽ مظلوميت جو احساس پڻ اڪثر ناولن ۾ ملندو. نوجوان ناول نگارن ۾ مشاهدي ۽ مطالعي جي کوٽ سندن لکڻين مان عيان آهي، تنهنڪري ڪين گهرجي تہ هو ڪلاسيڪي توڙي همعصر عالمي ادب جو مطالعو ۽ حسبِ حال سياحت ڪن تہ جيئن سنڌي ادب کي سٺا ناول ملي سگهن. ڇو تہ مستقبل قريب ناول جي حڪمراني جو دور آهي.

سنڌي ناول نويسيءَ کي مضبوط بنياد فراهم ڪندڙ ڪجهه اديبن ۽ انهن جي ناولن تي تبصرو هيٺ ڏجي ٿو.

## سراج الحق ميمڻ

اسان جي ادبي دنيا ۾ سراج هڪ مڃيل ۽ ناليرو ليکڪ آهي. سراج صاحب افسانہ نگار، دانشور ۽ ماهر لسانيات هئڻ سان گڏ پنجن شاهڪار ناولن کي بہ جنم ڏنو آهي، جن جا نالا هي آهن:

’پڙاڏو سوئي سڏ‘، ’مرڻ مون سين آءُ‘، ’مُنهنجي دنيا هيکل ويا ڪل‘، ’تنهنجي دنيا سپ رنگ سانول‘ ۽ ’مُنهنجي دنيا مرگهہ ترشنا‘.

پهريان بہ ناول ارغونن ۽ ترخانن جي ظلم ۽ ڏاڍ واري دؤر ۾ سنڌين جي اڻ وسرندڙ جدوجهد جا شاهڪار عڪس آهن.

ڪجهہ عالمن جو خيال آهي تہ انهن ناولن جو پلاٽ ڪُجهہ غير فطري ۽ ڪردار نگاري ۾ ڪُجهہ مصنوعيت ڏسڻ ۾ اچي ٿي، پر ٻولي، اسلوب، رواني ۽ عڪاسي جي لحاظ کان اهي بي مثال ناول آهن. ناول پڙهندي پڙهندڙ تي عجيب ڪيفيت طاري ٿيو وڃي ۽ پڙهندڙ پنهنجي پاڻ کي پوري طرح ناول جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي.

سنڌس پويان ٽي ناول موجوده دؤر جي حالتن تي لکيل آهن ۽ ٽئي هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون آهن.

سراج صاحب جا ناول انيڪ خوبين سان ڀرپُور آهن. پر سنڌن ڪُجهہ خوبين تي تبصرو ڪجي ٿو.

### مقصديت

سراج صاحب ادب براءِ ادب جو قائل نہ آهي، هُو هڪ واضح مقصد جي تحت قلم کڻي ٿو. مقصديت سنڌس ناولن تي ايترو تہ حاوي آهي، جو ڪٿي ڪٿي اسلوب ۾ جذباتيت بہ اچي ٿي وڃي ۽ ناول جي فني نقطن کي بہ مدنظر نٿو رکي، اهو مقصد آهي ”سنڌ“. هُو سنڌ لاءِ ئي سڀ ڪجهہ لکي ٿو. سنڌين جي بهادري، شجاعت ۽ ڏاهپ کان علاوه انهن جا مسئلا، نفسياتي پهلوئن سميت زير بحث آڻي ٿو. هُو سنڌ سان ٿيندڙ هر زيادتي تي لکڻ چاهي ٿو. هُو زيادتي ڪندڙن کي نِندي ٿو ٻوءِ اهي ڌاريا حڪمران هجن يا پنهنجا وڏيرا. سنڌي مجاهدن جي قرباني جا داستان ڏاڍي پُراثر انداز سان بيان ڪري ٿو.

ان کان علاوه سراج صاحب سنڌي جاگيرداري سماج جي اڏوهي کاڌل قدرن کي بہ پنهنجي تنقيد جو نشانو بنائي ٿو. هُو هر لحاظ کان سنڌ جي تاريخي ۽ ثقافتي برتري چاهي ٿو.

### ٻولي

سنڌس ناولن جي ٻولي رواني، توڙي وسعت جي لحاظ کان اعليٰ درجي جي آهي. هُو جيڪو بہ خيال ڀين تائين پهچائڻ چاهي ٿو ٻولي سنڌس ڀرپور ساٿ ڏئي ٿي، سنڌس ٻولي پڙهڻ سان پڙهندڙ جي جمالياتي ذوق جي ڀرپور تسڪين بہ ٿئي ٿي.

### جذبات نگاري

سنڌس سيني ناولن ۾ جذبات نگاري تمام سهڻي انداز سان ڪيل آهي. پڙهندڙ ائين ٿو محسوس ڪري تہ سنڌس جذبات جي ترجماني ٿي رهي آهي. سراج صاحب ڪردارن جي سوچ، شعور ۽ جذبات کي ڪاغذ تي منتقل ڪرڻ ۾ ڪمال درجي جو فن رکي ٿو. ڪردارن جي ذهن ۾ ايندڙ سوچون، نفسياتي ڪشمڪش، خوشي، غم، درد، اميدون ۽ حسرتون وغيره سهڻي نموني سان پيش ڪيون اٿس.

### رومانيت ۽ جماليات

سراج صاحب جي ناولن ۾ روماني عنصر بہ ڪافي نمايان آهي، بلڪ هڪ لازمي جزو آهي. سنڌس ڪردار محبت جي خُمارِ ۾ ٻڏل نظر اچن ٿا. اها محبت ڪين مقصد ماڻڻ لاءِ نئون اتساه ۽ جذبو ٿي بخشي. روماني ڪردار نگاري ۾ هو جماليات جي اعليٰ قدرن کي بہ اڳيان رکي ٿو. هُو جڏهن ڪنهن جي حُسن جو نقشو ڇاهي، تعريف ڪري ٿو تہ پڙهندڙ جا سطحي جذبا بلڪل ماٺا رهن ٿا ۽ هُو ڪنهن بہ قسم جي جنسي ڪشمڪش ۾ مبتلا نہ ٿو ٿئي، پر ٻئي پاسي سنڌس جمالياتي ذوق جي تسڪين احسن طريقي سان ٿئي ٿي.

## ڊاڪٽر نجم عباسي

ڊاڪٽر نجم عباسيءَ کي سڄاڻ اديب ان ڪري چيو ويو آهي، جو هو ڌرتيءَ ۽ ان جي ماڻهن جي مسئلن کي سمجهڻ سان گڏوگڏ انهن مسئلن جا حل بہ ٻڌائي ٿو. سنڌس هيٺيان ناول ڪافي مشهور ٿيا:

'بلنديون'، 'تلاش' ۽ 'پيار ڪهاڻي'.

سنڌس ناولن جو فني جائزو هيٺ ڏجي ٿو.

## پلاٽ

سندس ناولن جو پلاٽ طبقاتي سماج جي اردگرد ڦري ٿو. هُو مغرور ۽ مٿئين طبقي جي ماڻهن جي سوچ ۽ عمل تي ڪاري وار ڪري ٿو. ان سان گڏ هو مظلوم ۽ بيڪس طبقي جي مسئلن جي نشاندهي ڪرڻ سان گڏ انهن کي هڪ مثبت سوچ ۽ راهِ عمل بہ ڏئي ٿو.

"بلنديون" ۾ هُو هارين کي متحد ٿيڻ ۽ پنهنجا حق وٺڻ لاءِ گڏيل جدوجهد جو درس ڏئي ٿو ۽ "تلاش" ۾ وري هڪ مظلوم عورت کي جاگيردارانہ سماج مان جند آزاد ڪرائڻ لاءِ تعليم کي ذريعو بنائڻ جي تلقين ڪري ٿو.

## ڪردار نگاري

سندس ناولن جا ڪردار گهڻو ڪري عام ماڻهو آهن. پر اهي عام ماڻهو پنهنجي جدوجهد سبب خاص ماڻهو بنجي وڃن ٿا. سندس ڪردار گهڻو ڪري پنهنجي عمل ۾ آزادي پسند هوندا آهن. ۽ امن، آزادي ۽ آجپي لاءِ جدوجهد ڪندي نظر ايندا آهن.

## مقصديت

ڊاڪٽر صاحب هڪڙي ئي خاص مقصد لاءِ لکيو. اهو مقصد آهي، "شخصي توڙي قومي آزادي". هُن پر ماريت جي خلاف لکيو هن مذهبي جُنون جي خلاف لکيو هُن ٻوليءَ ۽ ڌرتيءَ جي بقا لاءِ لکيو ۽ هُن غير طبقاتي سماج لاءِ لکيو. مطلب تہ سندس لکڻين جو محور سماجي، سياسي ۽ معاشي انقلاب آهي.

ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي، ڊاڪٽر نجم عباسي جي فن تي تبصرو ڪندي لکي ٿو:

"نجم عباسي هڪ حقيقت نگار (Realist) وانگر معاشري جي براين تي نگاهہ وجهي ٿو ۽ زندگي جي ڪنهن نہ ڪنهن رُخ کي آشڪار ڪري ٿو ليڪن ان ۾ هن جي طبقاتي نظام خلاف جدوجهد جي سوچ سمايل هوندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو هن جي هر تخليق، فرد سان ٿيندڙ ظلم جي داستان سان ڀريل آهي. سماج جا نيڪيدار، شاهوڪار شاهي جا دادلا، جاگيردار ۽ زميندار ڪهڙن حُربن سان غريب عوام کي پيڙهين ٿا. بي انصافين جا قسمين قسمين طريقا، حقيقي واقعن ۽ ڪردارن جي روپ ۾ سندس ڪهاڻين ۾ پيش ڪيل آهن. هُو رڳو سماجي بُراين کي اگهاڙو ڪونہ ٿو ڪري، بلڪ انهن تي وار ڪندي بہ نظر اچي ٿو."

## آغا سليم

آغا صاحب داخليت توڙي خارجيت جي حوالي سان هڪ منفرد اديب آهي. هُو سونهن، سچائي، تهذيب ۽ اعليٰ انساني قدرن جو علمبردار آهي. هُو فن ۽ سونهن جو پرچارڪ آهي ۽ انهن جي ابديت ۾ يقين رکي ٿو. پاڻ هيل تائين هيٺيان چار ناول لکي چڪو آهي:

’اونداهي ڌرتي روشن هٿ‘، ’اڌورو انسان‘، ’روشنيءَ جي تلاش‘ ۽ ’همه اوست‘.

سندس ناولن جو فني تجزيو هيٺ ڏجي ٿو:

### پلاٽ

سندس ناولن جو پلاٽ ڪنهن خارجي واقعي کان وڌيڪ ڪردارن جي داخلي ڪشمڪش کي ظاهر ڪندو آهي. هُو تهذيب جي اعليٰ قدرن کي پنهنجي ناولن جو موضوع بنائي ٿو. نيڪيءَ ۽ بديءَ جي ٽڪراءَ سبب، نيڪي جي وقتي شڪست کي سندس لازوال فتح ۾ تبديل ڪري ٿو ڇڏي.

### رومانيت

رومانيت آغا صاحب جي نس نس ۾ سمايل آهي، ليڪن اها سستي رومانيت نه آهي. هُو لازوال ۽ ابدي محبت جو قائل آهي. هو محبت کي فن ۽ فنڪار جي ترقي سان گڏ انساني معاشري لاءِ به تمام ضروري قرار ڏي ٿو هُو ثابت ڪري ٿو ته محبت هڪ آفاقي آدرش آهي. جنهن جي تڪميل سان ئي انساني معاشري جي ارتقا ممڪن آهي.

### ٻولي

سندس ناولن جي ٻولي خالص ادبي آهي ۽ پڙهندڙ کي پوري طرح پنهنجي گرفت ۾ وٺي ٿي ڇڏي

### ڪردار نگاري

آغا صاحب جي ناولن جا ڪردار عام ماڻهو هوندي به عام ماڻهو نه آهن. اهي اعليٰ آدرشي انسان آهن. جيڪي اعليٰ انساني قدرن جا رکوالا آهن. سندن پيغام محبت آهي، اَمن آهي، فن آهي ۽ علم آهي. آغا صاحب سماجي مسئلن تي لکڻ کان وڌيڪ انسان جي ازلي مسئلن تي وڌيڪ لکيو آهي.

**مقصديت**

سنڌس ناولن جو مقصد سماجي مسئلن کي اجاگر ڪرڻ کان وڌيڪ تهذيب، ثقافت، سونهن ۽ سچائي جي لازوال سفر کي نمايان ڪرڻ آهي، ان کان علاوه انسان جي اندر ۾ جيڪا پيچ ڊاهه ٿئي ٿي، انهيءَ تي بہ خوبصورت انداز سان لکي ٿو. سنڌس ناول "اونداهي ڌرتي، روشن هٿ" تي مختصر تبصرو هيٺ ڏجي ٿو.

**اونداهي ڌرتي، روشن هٿ:** هي ناول سنڌ جي تاريخ جي مختلف دؤرن مان گذرندڙ سچائي جي سفر جو لازوال داستان آهي. سنڌس ٻولي، اسلوب، مهذب انداز، واقعن جو تسلسل ۽ ڪردارن جي نفسياتي ڪشمڪش پڙهندڙ کي مڪمل طرح سان پنهنجي گرفت ۾ وٺي ڇڏي ٿي.

موهن جي دڙي کان وٺي، اڄ تائين سنڌي ثقافت ۽ تهذيب جيڪو سفر طئہ ڪيو آهي، آغا صاحب ان کي ڪمال فنڪاري سان ناول جو روپ ڏيئي، اسان کي پنهنجي تاريخ ۽ تهذيب کان پوري ريت آگاهہ ڪيو آهي.

آغا صاحب پنهنجي ڪتاب کي تاريخي دؤرن جي لحاظ کان ڪيترن ئي حصن ۾ ورهايو آهي، پر انهن سڀني ۾ مرڪزي ڪردار ساڳيا ئي آهن. سارنگ جيڪو سچائي، فن ۽ علم جي علامت آهي، اهو هر دؤر ۾ پنهنجو تاريخي فرض نڀائيندي نظر اچي ٿو.

هن ناول جو پهريون حصو "موهن جي دڙي" واري دؤر جي پس منظر ۾ لکيل آهي. 'سارنگ' هڪ بت تراش آهي. هُو مورتيون ناهي ٿو پر انهن ۾ جان نہ آهي. نيٺ هي مها پوڄارڻ جو ناچ ڏسي ٿو ۽ ڪيس مها پوڄارڻ سان محبت ٿي وڃي ٿي. اها محبت سنڌس فن کي ڪمال بخشي ٿي ۽ هو هڪ عظيم بُت تراش بنجي پوي ٿو. مها پُوڄارڻ جنهن جو نالو "سنڌو" آهي. اها بہ هن جي ذات سان محبت ڪري ٿي. سنڌو کي سزا ڏيڻ لاءِ مها پوڄاري، سارنگ جون آڱريون ڪپائي ٿو ڇڏي.

ناول جي هن حصي کي پڙهي، پڙهندڙ هيٺيان تاثر ٿو وٺي:

1. فن، محبت کان سواءِ نامڪمل آهي.
2. محبت، مها پوڄارڻ جهڙي مقدس هستيءَ سان بہ ڪري سگهجي ٿي.
3. محبت ايتري طاقتور شيءِ آهي جو مها پوڄارڻ سڀ ليڪا لتاڙي، لوڪ کان لاپرواهہ ٿي سارنگ وٽ هلي ايندي آهي.
4. هميشہ وانگر مذهبي پيشوا، محبت تي پابنديون ٿو وجهي ۽ محبت ڪرڻ واري فنڪار جون آڱريون ٿو ڪپي.

5. سنڌ هميشہ وانگر، موهن جي دڙي واري دؤر ۾ بہ سُکي ستابي هئي.
6. سنڌي عوام ان وقت بہ مذهبي رهنمائن اڳيان بيوس هو وغيره وغيره.

ناول جو ٻيو حصو سومرن جي دؤر جي پس منظر ۾ لکيل آهي. هن دؤر ۾ بہ سارنگ فنڪار آهي. هو "سرندو" وڄائي ٿو پر سندس سُرن ۾ جان نہ آهي. ان سان گڏ سارنگ برهمڻ بہ آهي، ۽ جوڳ بہ پڄائي پيو. سندو هن دؤر ۾ وڻشيا آهي، پر تنهن هوندي بہ سارنگ جي دل ۾ جڏهن سندو جي محبت جنم وٺي ٿي تہ هُو هڪ عظيم فنڪار بنجي پوي ٿو. سندو کي هڪ برهمڻ سان محبت ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ شهر نيڪالي ڏني ٿي وڃي، جنهن جي نتيجي ۾ سارنگ ويراڳ ختم ڪري ٿو ڇڏي. هن دؤر ۾ سارنگ جي مُلاقات بوعليءَ سان ٿئي ٿي، جيڪو عرب سياح آهي، پر سنڌ جي محبت ۾ سنڌي ٿي ٿو وڃي ۽ آخرڪار سنڌ جي لاءِ وڙهي بہ ٿو. هن دؤر جو خاص تاثر اهو آهي تہ محبت هڪ مقدس جذبو آهي. محبت جيڪڏهن هڪ وڻشيا سان بہ ڪجي تہ هي دنيا جي عظيم ترين عبادت بڻجيو ٿي پوي محبت کان سواءِ نڪو فن مڪمل آهي نڪا عبادت.

سنڌ ۽ عربستان جي تهذيبي لاڳاپي کان بہ واقفيت ملي ٿي. ان کان پوءِ هر دؤر ۾ تقريباً ساڳيا ساڳيا قدر دهرائجن ٿا. يعني سارنگ جيڪو سچائي آهي، پيار آهي، فن آهي، اهو هر دؤر ۾ محبت ۾ شڪست کائي ٿو پر فنا نٿو ٿئي. سندس آدرش زنده رهن ٿا. ۽ هُو تاريخ جي هئي دؤر ۾ وري پنهنجن آدرشن سان زنده ٿيو پوي.

هن ناول تي تبصرو ڪندي ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي لکي ٿو:

"موهن جي دڙي جي تهذيب کان ورهاڱي تيڻ تائين وسيع ڪينواس ۾ هي ناول پکيڙيو ويو آهي. سارنگ، سندو ۽ ماڻڪ، بار بار روپ بدلائي هر دؤر ۾ اُڀرن ٿا.

تهذيب جا مختلف موڙ تاريخي، واقعاتي بيان بدران پڙهندڙن تائين تاثرات، جذبات ۽ يادگيرين جي ذريعي پهچن ٿا، جيڪو انساني ذهن جي فڪري ۽ جذباتي گهرائي جي تسلسل کي پيش ڪرڻ جو ڪامياب ذريعو آهي.

اڳتي هلي ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

"سارنگ اهو اِنسان آهي، جيڪو صدين کان پنهنجي سيني تي ڏارين جون ڏاڍايون سهندو، پيار ۽ نيڪي جو پرچار ڪندو رهيو آهي. سندس هر باب ۾ بظاهر ناڪامي ٿئي ٿي، ليڪن ظاهري شڪست ۾ فن جي عظمت ۽ تهذيبي عروج جو راز سمايل آهي. هن جي پسپائي وري بہ انسان جي ڪاميابيءَ ۾ بدلجيو وڃي."

## مضمون نويسي

مضمون نويسي بہ اسان وٽ انگريزن جي معرفت پهتي. مضمون تي وڌيڪ ڪجھہ لکڻ بدران اچو تہ پهرين مضمون جي وصفن جو جائزو وٺون.

مشهور مضمون نويس جانسن چوي ٿو:

مضمون انساني اندر جي اڻ هضم ٿيل ۽ بي ترتيب خيالن سان ڀرپور، هڪ مختصر ادبي تحرير آهي، جا ڪنهن خوش مزاج دل مان آزاديءَ سان نڪري نروار ٿئي ٿي."

سر ايڊمنڊ گاس چوي ٿو:

"مضمون عام طرح سان هڪ درمياني طوالت واري نثري تحرير آهي، جنهن ۾ مضمون نگار ڪنهن بہ موضوع جي خارجي پهلوئن تي آسان ۽ سرسري نظر وجهي ٿو ۽ موضوع تي صرف انهيءَ حد تائين بحث ڪري ٿو جيستائين سندس شخصيت ان موضوع کان متاثر ٿيل هوندي آهي."

"مضمون، نثر جي هڪ اهڙي صنف آهي، جنهن ۾ ڪنهن ادبي، فلسفيانہ يا سماجي موضوع تي شخصي يا تاريخي نقطئہ نظر کان روشني وڌي وئي هجي ۽ زياده طويل نہ هجي."

مٿين وصفن کي پڙهڻ کان پوءِ مضمون بابت هيٺيان نقطا ذهن ۾ اچن ٿا:

(1) مضمون جي طوالت درمياني هئڻ گهرجي.

(2) مضمون نثر ۾ هئڻ ضروري آهي.

(3) مضمون جو تعلق موضوع جي خارجي رخن سان هجي تہ بهتر.

(4) مضمون تي پابندي انهيءَ حد تائين هجي، جيستائين مضمون نگار جو تعلق آهي يعني سندس شخصيت جو عڪس مضمون ۾ ڏسڻ ۾ اچي.

(5) مضمون جي ٻولي عام فهم، سادي ۽ سوادي هجي.

مرحوم محمد اسماعيل عرساڻي جيڪو پاڻ بہ هڪ سٺو مضمون نگار هو مضمون بابت لکي ٿو "مضمون نگاري ۾ انفرادي سوچ ۽ فڪر، ڪلام ۽ گفتگو جي انداز ذاتي مشاهدن ۽ تجربن ۽ پنهنجي افتاد طبع جو گهڻو دخل هوندو آهي. مضمون نگاريءَ جو فن رنگين ۽ دلچسپ آهي، جنهن ۾ پڙهندڙ گهڻو ڪري لطف اندوز ٿيندو آهي. زبان جي نزاڪت ۽ صحت جي مشق پڻ هن صنف مان ئي ٿيندي آهي. مضمون نگار ڪٿي ڪو واقعو بيان ڪندو آهي تہ ڪٿي وري پنهنجا ذاتي خيال ۽ تجربا بيان ڪندو آهي. ڪٿي ڪو لطيفو پيش ڪندو آهي تہ ڪڏهن تخيلات ۽ منظر نگاريءَ جي واديءَ ۾ گم

ٿيندو آهي. ڪڏهن اخلاقي سبب بڌائيندو آهي ۽ ڪڏهن طنز و مزاح ڪندي وچي مٿي چڙهندو آهي. اهڙيءَ طرح هڪ ڳالهه مان ٻي ڳالهه ٺاهيندو ويندو آهي، پر اهو سڀ ڪجهه اهڙي تہ لطيف پيرايي ۾ هوندو آهي، جو پڙهندڙان کي پڙهندي ذهني سُرور محسوس ڪندو آهي.“

## سنڌي مضمون نگاريءَ جي تاريخ

اسان جي شاعري جون صنفون گھڻو ڪري برصغير جي ٻولين ۽ شاعرن کان متاثر رهيون آهن، پر ان جي ابتڙ اسان جي نثر جون تقريباً سڀ صنفون يورپ ۽ ٻين مغربي ملڪن جي ادب کان متاثر رهيون آهن.

سنڌي مضمون نويسي جي تاريخ کي ٽن دؤرن ۾ ورهائي ان جو جائزو ورتو وڃي ٿو:

### پهريون دؤر (1861ع کان 1900ع)

سنڌي ۾ مضمون نويسي جي ابتدا سنڌي صحافت جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ٿي. پهرين سنڌي اخبار مرزا محمد صادق 1861ع ۾ جاري ڪئي. ان کان پوءِ ٻيون بہ ڪجهہ سنڌي اخبارون نڪتيون. جن ۾ هر قسم جا مضمون لکيا ويندا هئا. ”سرسوتي مخزن“ جا ڪجهہ مضمون ڪنا ڪري ”هيري جون ڪڻيون“ جي نالي سان ڇپايا ويا. ان کان علاوه ”جوت“ اخبار جا مضمون ”گل ڦل“ جي نالي سان ڇپايا ويا.

سنڌي ٻوليءَ جي اُتڪ عالم مرزا قليچ بيگ هن صنف تي بہ پنهنجي قلم کي ڀرپور نموني سان استعمال ڪيو. هن ڪيترن ئي موضوعن تي مضمون لکڻ سان گڏ لارڊ بيڪن جي مضمونن جي مجموعي (Becon's Essays) کي ”مقالات الحڪمت“ جي نالي سان ترجمو ڪيو. مرزا صاحب اهڙي تہ سليس انداز سان ترجمو ڪيو جو پڙهڻ کان پوءِ اهو لڳي ئي ڪونہ ٿو تہ اهي مضمون ڪي ترجمو ڪيل آهن. هن دؤر جي مضمون جو موضوع گھڻو ڪري اخلاقي، سماجي، تعليمي ۽ معلوماتي آهي.

### ٻيو دؤر (1900ع کان 1947ع)

سال 1900ع ڌاري ڪافي سنڌي اخبارون ۽ رسالا شايع ٿيڻ لڳا، جن ۾ هر قسم جا مضمون ڇپجڻ لڳا. هن دؤر جا ناميارا صحافي سنا مضمون نگار پڻ هئا. انهن ۾ شمس الدين بلبل، ڄيٺمل پرسرام، محمد هاشم ’مخلص‘ ۽

مولانا دين محمد وفائي سرفهرست آهن. شمس الدين جا مضمون پڙهڻ سان تعلق رکن ٿا. سندس انداز طنز و مزاح وارو آهي ۽ ٻولي وڻندڙ آهي. سندس مضمونن جو موضوع نئين تهذيب ۽ تمدن جي خرابين تي ٻڌل هو.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي هن دؤر جو بهترين اديب ٿي گُذريو آهي. سندس مضمونن جو موضوع گهڻو ڪري تاريخ، مذهب ۽ سياست هوندو هو. ان کان سواءِ ڄيٺمل ٻـ هن دؤر جو سٺو مضمون نگار هو. سندس لکڻ جو انداز تمام وڻندڙ هو.

هن دؤر ۾ هن صنف ڪافي ترقي ڪئي. هر قسم جا مضمون لکيا ويا، جن ۾ سنجيده ۽ فلسفيانہ قسم جا مضمون بہ هئا، تہ ظرافت ۽ طنز و مزاح سان ڀرپور مضمون پڻ. مضمون نگاري جي ترقي سنڌي ٻولي ۽ لغت لاءِ انتهائي خوشگوار ثابت ٿي.

هِن دؤر ۾ هيٺيان مضمونن جا مجموعا شايع ٿيا:

| | |
|---|---|
| 1. ڇٽنگون | تيرٿ وسنت |
| 2. ادبي غنچو | نارائڻ داس ڀمڀاڻي ۽ پروفيسر رام پنجواڻي |
| 3. ادبي آئينو | ليکراج عزيز |
| 4. ڳوٺاڻي ڇهر ۽ اناردانہ | نارائڻ داس ملڪاڻي |
| 5. سدا گلاب | لال چند امر ڏنو مل |
| 6. درسِ عمل | عثمان علي انصاري |

انهن کان علاوه منگهارام ملڪاڻي، ڊاڪٽر دائود پوٽو، الله بچايو سمون ۽ محمد اسماعيل عرساڻي پڻ سٺا مضمون نگار هئا.

## ٽيون دؤر (ورهاڱي کان اڄ تائين)

هن دؤر جي شروعات بہ سنڌي نثر جي ٻين صنفن وانگر خوشگوار ثابت نہ ٿي. سنڌي، جيڪي هندستان لڏي ويا، اهي ناميارن اديبن ۽ شاعرن سان گڏ، سنڌي پريسن ۽ اخبارن جا مالڪ بہ هئا، انهن جي وڃڻ سبب هڪ وڏو خال ٿي پيو. وري انهيءَ خال کي ڀرڻ لاءِ حالتون بہ بلڪل سازگار نہ ٿي سگهيون.

ورهاڱي کان ترت پوءِ جيڪا بي سرو ساماني پيدا ٿي، جنهن کي سياسي ڪشمڪش ۽ معاشي بدحالي ويتر وڌائي ڇڏيو. نتيجو اهو نڪتو جو زندگي جي ٻين شعبن سان گڏ سنڌي ادب بہ تمام گهڻو متاثر ٿيو.

مضمون نگاريءَ جي بقا جا آثار تڏهن پيدا ٿيا، جڏهن ڪجهه رسالا

نڪرڻ لڳا ۽ انهن ۾ ڇڳيرڙا مضمون بہ ڇپجڻ لڳا. شروع ۾ ”نئين زندگي“ ۽ ”مهراڻ“ رسالا نڪتا. جن مضمون نگاريءَ جي فن کي ڪافي اڳتي وڌايو. ان کان پوءِ آهستي آهستي ٻيا رسالا ۽ اخبارون نڪرڻ لڳيون جن ۾ باقاعدگيءَ سان مضمون لکجڻ لڳا.

هِن دؤر جي شروعات ۾ محمد اسماعيل عرسائي، ڪريم ڏنو راڄپر ۽ عطا حسين موسوي بهترين مضمون نگار هئا. پر عطا حسين موسوي کي سينيءَ کان وڏيڪ ساراهيو ويندو هو ڇو تہ سندس مضمون ڏاڍا دلچسپ ۽ طنز و مزاح سان ڀرپور هئا.

تاريخي مضمونن ۾ پروفيسر ڇيتن ماڙيوالا جو نالو سرفهرست آهي. هي پاڻ بہ تاريخ جو پروفيسر هو ۽ تاريخي حقيقت کي ڪمال فنڪاريءَ سان مضمون جو روپ ڏيندو هو.

ان کان پوءِ علي محمد راشدي، حسام الدين راشدي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، جي۔ ايم سيد، شمس الدين عرسائي، محمد ابراهيم جويو حيدر علي لغاري، انعام شيخ ۽ جامي چانڊيو بہ ڪافي مضمون لکيا آهن. لطيف شناسيءَ جي حوالي سان مضمون نگاري ۾ حيدر علي لغاري جو نالو سرِفهرست آهي.

## سنڌي ڊرامو

ڊرامي جي ابتدا نقل ڪرڻ سان ٿي، ڇو تہ نقالي ڪرڻ انسان جي فطرت آهي. ادب جي ٻين ڪافي صنفن وانگر ڊرامي جي ابتدا بہ مذهب کان ٿي.

ڊرامو قوم جي زندگيءَ جو عڪس آهي. قومي زندگي ۾ تبديليون ايندڀون رهنديون آهن. تنهن ڪري ڊرامو بہ انهن سان گڏ تبديل ٿيندو رهندو آهي ۽ ان جا مقصد بہ تبديل ٿيندا رهن ٿا. ان سان گڏ ڊرامو تفريح بہ مهيا ڪندو آهي، پر ڊرامي جو اصل مقصد قوم کي درپيش مسئلن کي اجاگر ڪري انهن جو حل ٻڌائڻ ۽ قومي مفاد وٺان تبيلغ ۽ تلقين جا فرائض بجا آڻڻ آهي.

## ڊرامي جون فني خوبيون

ڊرامي جا ٻہ مکيہ قسم آهن:

1. ٽريجڊي
2. ڪاميڊي

## ٽريجڊي

ٽريجڊيءَ وارن ڊرامن جي پڇاڙي ڏک واري انداز سان ٿئي ٿي ۽ ناظرين جي ذهنن تي ڏک جو تاثر ويهي وڃي ٿو. شروع ۾ اهڙن ڊرامن لکڻ جو مقصد هو ته "تقدير، تدبير کان سگهاري آهي." جو تاثر ڏيئي سگهجي.

ٽريجڊيءَ وارن ڊرامن جي هڪ خاصيت اها آهي ته انهن جا ناظرين ڊرامي جي ڪردارن جو ڏک، پنهنجو ڏک سمجهندا آهن. اهڙي طريقي سان ڏسندڙ جي اصلاح به ٿئي ٿي ۽ ذهني نشونما به.

## ڪاميڊي

ڪاميڊي ڊرامن ۾ رڳو ڪل خوشي هوندي آهي، جنهن جو مقصد آهي ته ڏکن ۾ پيڙهيل انسان کي ڪجهه گهڙيون سڪون جون مهيا ڪجن.

ڊرامي ۾ هيٺيون خوبيون هجڻ گهرجن:

(1) ڊرامي جو پلاٽ جاندار ۽ حالتن پٽاندر هجي.

(2) ڊائلاگ زندگيءَ سان ڀرپور هجن.

(3) ڪهاڻي جو تسلسل ٽٽڻ نه گهرجي.

(4) آغاز ۽ انجام پُر تاثر هجن.

(5) ڊرامو سبق آموز هجي ۽ ان ۾ تفريح جو سامان به هجي.

(6) ڊرامي ۾ فحاشي ۽ هلڪڙائي نه هجي.

(7) ڊرامو سماجي، سياسي ۽ معاشي مسئلن جي عڪاسي ڪندڙ هجي.

# سنڌي ڊرامي جي ارتقا

سنڌي ڊرامي جي ابتدا اوڻيهين صدي جي آخر ۾ ٿي. هن دؤر ۾ ڪافي ناٽڪ منڊليون هندستان جي ٻين شهرن مان آيون ۽ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ ڊراما ڪيائون. اهي ڊراما ڏسي هتي جي ماڻهن ڊرامن لکڻ جي شروعات ڪئي.

## اوائلي سنڌي ڊرامو (1880ع کان 1894ع)

سنڌي ڊرامي جو سهرو به جناب مرزا قليچ بيگ جي سر تي آهي. پاڻ 1880ع ۾ "ليليٰ مجنون" ڊرامو لکي، سنڌي ناٽڪ جو بنياد وڌائين. جلد ٻيو ڊرامو "خورشيد" لکيائين ۽ ڪيترائي ترجما پڻ ڪيائين. مرزا قليچ بيگ جي ڊرامي لکڻ کان پوءِ ڪيترن ئي اديبن کي شوق جاڳيو. مرزا صاحب جي

ڊرامن کان پوءِ ديوان ڪوڙي مل ڪيترائي ڊراما لکيا. جن مان "رتناولي" کي شاهڪار جي حيثيت حاصل آهي.

جن ٻين صاحبن ڊراما لکيا، انهن مان چند هي آهن: ماستر چيتانند، لوڪ سنگهه، ليلا رام سنگهه وغيره. هن دؤر جي ڊرامن جو مرڪزي خيال اهو هو تہ انسان تقدير اڳيان بيوس آهي. ڪيتري بہ جاکوڙ ڪرڻ کان پوءِ بہ انسان کي تقدير جي اڳيان جهڪندو ڏيکاريو ويو ۽ سڀ تدبيرون بيڪار ڏيکاريون ويون.

هن دؤر ۾ هندي، اُردو بنگالي ۽ گجراتي تان ڪافي ڊراما ترجمو ڪيا ويا.

## ڊرامي جو ٻيو دؤر (1894ع کان 1923ع)

### (حقيقت نگاري جو دؤر)

هن دؤر ۾ انگريزيءَ مان گهڻا ترجما ڪيا ويا، تنهن ڪري جيڪڏهن هن دؤر کي انگريزي ترجمن جو دؤر بہ چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

هن دؤر جا ڊراما انگريزي ادب کان ڪافي متاثر هئا. هن دؤر ۾ انساني جدوجهد ۽ تدبير کي اهميت ڏني وئي. انهيءَ نظريي جي پرچار ڪئي وئي تہ انساني تقدير، انساني جدوجهد سان ئي ٺهندي آهي.

ترجمن جو سهرو هميشہ وانگر مرزا قليچ بيگ جي سر تي آهي، جنهن شيڪسپيئر جا ڪافي ڊراما ترجمو ڪيا، جن مان ڪجهہ نالا هي آهن، "ڪنگ ليئر" جيڪو "شاهہ ايليا" جي نالي سان ترجمو ڪيائين. "مرچنٽ آف وينس" کي "حُسنا دلدار" جي نالي سان ترجمو ڪيائين، جيڪو 1897ع ۾ اسٽيج تي پيش ڪيو ويو ۽ تمام گهڻو داد وصول ڪيائين. "روميو جوليٽ" "فيروز دل افروز" ۽ "نيڪي بدي" وغيره جهڙا ڪافي ڊراما لکيائين ۽ "ڪاليداس" جي ڊرامن کي پڻ سنڌي ويس ڍڪايائين.

مرزا صاحب کان پوءِ هن دؤر ۾ ڀيرو مل مهر چند آڏواڻيءَ بہ ڪافي ڊراما لکيا.

ان کان علاوه جن صاحبن سنڌي ڊراما لکيا يا ترجما ڪيا، انهن جا نالا هي آهن:

چيتمل پرسرام، پاڪچند آڏواڻي، آسانند مامتوراءِ، تيرٿ وسنت، شيرا سنگهہ، تيجومل شاهاڻي، لال چند امرڏنو مل، ليکراج عزيز، ڪشنچند بيوس ۽ هرومل پريمچند وغيره.

## ناٽڪ منڊلين جو قيام

1894ع ۾ ڊي- جي- ڪاليج ڪراچي ۾ "اميچوئرس ڊراميٽڪ سوسائٽي" نالي پهرين ناٽڪ منڊلي جو بنياد رکيو ويو جنهن 1913ع تائين ڪافي سنڌي ڊرامن کي ڪتابن جي دنيا مان ڪڍي اسٽيج جي دنيا ۾ آندو.

1896ع ۾ "حيدرآباد اميچوئرس ڊراميٽڪ سوسائٽي" برپا ٿي. 1907ع ۾ ڪشنچند بيوس چانڊڪا اميچوئرس ڊراميٽڪ سوسائٽي جو بنياد رکيو.

1917ع ۾ "ڌرم اپڪا اميچوئرس ڊراميٽڪ سوسائٽي" شڪارپور ۾ قائم ٿي. جن کان علاوه سنڌ جي ٻين شهرن ۾ بہ ڪافي ننڍيون وڏيون ناٽڪ منڊليون ڪليون، جن سنڌي ڊرامن کي اسٽيج تي آڻي عظيم خدمتون سرانجام ڏنيون.

## ڊرامي جو ٽيون دؤر (1923ع کان 1947ع)

(سماجي مسئلن جو دؤر)

هن دؤر جي شروعات جناب خانچند درياڻيءَ جي نالي سان ٿئي ٿي. درياڻي صاحب، مرزا قليچ بيگ کان پوءِ سڀ کان وڏو ڊراما نگار هو. درياڻي صاحب جو موضوع "سماجي مسئلا" هو جن تي لکي هن سنڌي پڙهيل لکيل طبقي ۾ ذهني انقلاب آندو. سندس چند مشهور ڊرامن جا نالا هي آهن:

"جيئڙي تي جيئڙي"، "ديش صدقي"، "ٻک جو شڪار"، "مايا جو انڌ" وغيره.

هن دؤر ۾ لوڪ ڪهاڻين تي ٻڌل ناٽڪ پڻ لکيا ويا. جن جي شروعات بہ درياڻي صاحب ڪئي.

منگهارام ملڪاڻي، هن دؤر جي هڪ قدآور شخصيت آهي، جنهن ڪيترائي ڊراما لکيا ۽ پنهنجو پاڻ کي هن فن ۾ تخليقڪار جي حيثيت ۾ مڃرايائين. سندس مشهور ڊراما هي آهن:

"بي دل"، "اڪيلي زال"، "ڪن جي خطا"، "انارڪلي".

هن دؤر ۾ انوکن ۽ عجيب موضوعن تي لکڻ وارو محمد عثمان ڏيپلائي هو. هن جا مشهور ڊراما هي آهن: "ڪورٽ"، "شاهدي"، "نجومي".

محمد اسماعيل عرساڻي ماهر تعليم هجڻ سان گڏوگڏ سٺو ڊرامہ نگار

بہ هو. "بدنصيب ٽري" ۽ "ڏزن ڊائلاگ" سندس مقبول ڊرامہ هئا. ان کان علاوه سندس ٻيا بہ ڪيترائي ڊراما "اخبار تعليم" ۾ ڇپيا.

هن دؤر ۾ لوڪ ڪهاڻين تي ٻڌل ڪيترائي ڊراما لکيا ويا. جن مان لعلچند جو "عمر مارئي"، ۽ رام پنجواڻي جو "مومل راڻو" تمام گهڻو مشهور ٿيا.

## ڊرامي جو چوٿون دؤر (1947ع کان هن وقت تائين)

ورهاڱي کان پوءِ ڊرامي لکڻ جو ڪم تمام گهڻو گهٽجي ويو. پر وري آهستي آهستي ڊرامہ لکجڻ لڳا ۽ اسٽيج تي پيش ٿيڻ لڳا. پر هاڻي دنيا بدلجي چڪي هئي. سائنسي دؤر جو اثر ڊرامي تي بہ پيو. تنهن ڪري هن دؤر جي ڊرامي کي اسٽيج کان علاوه ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

### (1) فلمي ناٽڪ جو دؤر

سنڌي ڊرامي هاڻي اسڪرين جي شڪل ورتي ۽ پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" جو روپ وٺي بمبئي مان نروار ٿيو. هي فلم مرحوم رئيس ڪريم بخش نظاماڻي ٺاهي.

ٻي سنڌي فلم "عمر مارئي" هئي، جيڪا حسين شاهہ فاضلاڻيءَ ٺاهي. ان کان پوءِ ڪيتريون ئي سنڌي فلمون ٺهيون ۽ اڄان تائين ٺهن پيون.

### (2) ريڊيائي ناٽڪ جو دؤر

ريڊيو تان پهريون سنڌي ناٽڪ "موسم ۽ مجبوري" مصطفيٰ قريشي پيش ڪيو. ان کان پوءِ ممتاز مرزا، آغا سليم، مراد علي مرزا، منظور نقوي، سراج ميمڻ، شبير چنا، قاضي خادم ۽ ٻين ڪيترن جا ڊراما ريڊيو تان نشر ٿي داد وصول ڪري چڪا آهن.

### (3) ٽي- وي ناٽڪ جو دؤر

پاڪستان ٽيليويزن تان جڏهن سنڌي پروگرام پيش ٿيا. تہ انهن ۾ سنڌي ڊرامو بہ پيش ڪيو ويو. ريڊيو تي لکندڙ ناٽڪ نويس ۽ ٻيا ڪهاڻيڪار ۽ ليکڪ بہ سنڌي ڊراما لکڻ لڳا. انهن ۾ سرفهرست ممتاز مرزا، امر جليل، علي بابا، آغا سليم، عبدالقادر جوڻيجو نورالهديٰ شاهہ وغيره آهن. علي بابا جو ڊرامو "دنگي منجهہ درياهہ" تہ بين الاقوامي ايوارڊ بہ حاصل ڪري چڪو آهي. ٽي- وي تي

لکندڙن ۾ سرفهرست ليکڪ عبدالقادر جوڻيجو نورالهدي شاهه آغا رفيق، شوڪت شورو، زيب سنڌي، ماڪن شاهه رضوي، عزيز ڪنگراڻي وغيره آهن.

ان کان علاوه اسٽيج جي دنيا ۾ به ڪافي ترقي ٿي آهي. ڪيتريون ئي ڊراميٽڪ سوسائٽيون سنڌي ڊرامي جي خدمت ڪري رهيون آهن. جن جا مرڪز حيدرآباد، هالا ۽ لاڙڪاڻو آهن. حيدرآباد ۾ سنڌي اسٽيج ڊرامن جا روح روان جناب ايم- ايم- بلوچ، يونس سنائي ۽ ايس پٽي آهن. لاڙڪاڻي ۾ وري اڪبر بلوچ، ابڙا پراڊڪشن ۽ لطيف ڊراميٽڪ سوسائٽي وغيره سرگرم آهن. اسٽيج جي دنيا ۾ ايم ايم بلوچ صاحب ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪو آهي. سنڌ جي تقريباً هر ننڍي وڏي شهر ۾ ڪيترائي ڊراما ڪندو رهيو آهي. پاڻ هڪ ئي وقت بهترين ڊرامه نگار، اداڪار، هدايتڪار ۽ شاعر به آهي. سندس شاگردن جو تعداد لاتعداد آهي، جيڪي اسٽيج، ريڊيو ٽي. وي ۽ فلم ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري سنڌي ناٽڪ جي بي انتها خدمت ڪري رهيا آهن.

## سنڌي شاعري جون ڪجهه اهم صنفون

سنڌي شاعري صدين جو سفر طئي ڪري هاڻي پڪي پختي بنجي چڪي آهي. تاريخ جي مختلف دؤرن مان گذرندي سنڌي شاعري ۾ ڪئين نوان لاڙا آيا. ان ڪيترن ئي ٻين ٻولين جو اثر ورتو ۽ ان ۾ ڪيتريون ئي نيون صنفون به شامل ٿي ويون. اڄڪلهه سنڌي شاعريءَ جون تمام گهڻيون صنفون آهن، جن ۾ خيال جي اظهار جي بي پناهه طاقت موجود آهي، پر هتي صرف چند اهم صنفن جو مختصر جائزو ورتو ويو ٿو.

### غزل

غزل سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ اهم صنف آهي جو ته هن جو تعلق انسان جي لطيف جذبن سان آهي. اڄڪلهه غزل ايترو مقبول ٿي ويو آهي جو تقريباً سنڌي شاعريءَ جي اهم صنفن يعني ”بيت“ ۽ ”ڪافي“ سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي بيٺو آهي.

### وصف

غزل جي تعريف ڪندي علامه آءِ آءِ قاضي لکي ٿو:

”غزل اصل ۾ عربي زبان مان نڪتو آهي ۽ سندس معنيٰ آهي ”تغزل“ يعني ”سهڻن سان محبت جون ڳالهيون ڪرڻ“. پر هڪڙو ٻيو لفظ آهي، جنهن ۾ تلفظ به

تقريباً ساڳيو آهي، اهو آهي "غزالا" جنهن جي معنيٰ آهي ڪتڻ يا وتڻ (ڏاڳي ڪي وتڻ يا ڪتڻ) مون کي پڪ آهي تہ "تغزل" جو لفظ اصل ۾ "غزالا" لفظ مان ورتو ويو آهي. ڏاڳو ڪتڻ يا نوڙي وٽڻ واري معنيٰ ان پوءِ اختيار ڪئي آهي. هڪ ٻيو لفظ "غزال" آهي، جنهن جو اُچار يورپ وارا "غزيل" ڪندا آهن. ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ "غزل" ان لفظ مان نڪتو آهي، پر جيڪڏهن ان مان نڪتو آهي (يقيناً ان مان نہ نڪتو آهي) تنهن هوندي بہ هرڻيءَ (غزالا) جي اُچانگ ۽ غزل گو شاعرن جي خيالن جي پرواز ۾ ڪافي مناسبت آهي."

## غزل جون فني خوبيون

(1) غزل ڪيترن ئي شعرن جو مجموعو آهي.

(2) هر شعر پنهنجي جڳهہ تي هڪ مڪمل مضمون رکي ٿو.

(3) غزل جي پهرئين شعر جي ٻنهي مصرعن ۾ قافيو ساڳيو هوندو آهي. پهرئين شعر کي "مطلع" چيو ويندو آهي.

(4) غزل جي باقي شعرن ۾ فقط ٻئي مصرع ۾ قافيو ايندو آهي.

(5) آخري شعر ۾ شاعر جو تخلص هوندو جنهن کي "مقطع" چيو ويندو آهي.

(6) غزل ۾ وحدتِ تاثر تمام اهم آهي.

## غزل جون خاصيتون

جيئن تہ غزل جي لغوي معنيٰ آهي "عورت سان محبت جي گفتگو ڪرڻ" تنهن ڪري غزل جون خاصيتون بہ هن ئي موضوع مطابق هئڻ گهرجن. ماهرن جي راءِ مطابق هڪ سُٺي غزل ۾ هيٺيون خاصيتون هُجڻ گهُرجن:

(1) غزل کي حُسن ۽ عشق جي وارداتن ۽ محبوبن جي ناز ۽ نخرن سان سينگاريل هُجڻ گهرجي.

(2) جيئن تہ گفتگو "صنفِ نازڪ" سان ڪئي وڃي ٿي، تنهن ڪري ٻولي نرم ۽ شيرين، اندازِ بيان دلڪش هجڻ گهرجي.

(3) غزل کي اعليٰ فني روايتن جو پاسبان هجڻ گهرجي. ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي هلڪڙائپ نہ هُجڻ گهرجي.

(4) غزل ۾ نهٺائي ۽ انڪساري هئڻ گهرجي ان ۾ ڪنهن بہ قسم جو غرور ۽ تڪبر نہ هئڻ گهرجي. ڇو تہ "محبوب" غرور کي سخت ناپسند ڪندا آهن.

(5) ٻولي عام فهم استعمال ڪئي وڃي تہ جيئن ان ۾ مناس پيدا ٿئي. هرويرو ڳاٽي ڀڳا لفظ استعمال ڪري غزل کي بگاڙڻ نہ گهرجي.

### غزل جا موضوع

غزل جو بنيادي موضوع صرف هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي ”حسن ۽ عشق“ پر حُسن و عشق کان علاوه غزل ۾ ٻين ڪيترن ئي موضوعن کي ٻه آندو ويو آهي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر اياز قادري لکي ٿو:

”اها ڳالهه درست آهي ته غزل ”حُسن ۽ عشق“ جي معاملن جي تصوير ڪشي سُهڻي ۽ وڻندڙ نموني ڪئي آهي ۽ عشق جي هر ڳالهه کي ذري پرزي بيان ڪيو آهي ۽ ان جي سمورين ڪيفيتن کي کولي بيان ڪيو آهي. پر ان ۾ عشق جي موضوعن سان گڏ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن جو احساس ۽ اُنهن جي ترجماني ٻه آهي. ان ۾ فلسفي جي اونهائي ٻه آهي ۽ پنهنجي سماج ۽ معاشري جو عڪس ٻه آهي. غزل ۾ تصوف ۽ طريقت جا راز ۽ اسرار نهايت دلنشين انداز ۾ بيان ڪيا ويا آهن ۽ اخلاق جا سبق سُهڻي نموني سيکاريا ويا آهن“ قادري صاحب جي بيان جي روشنيءَ ۾ سنڌي غزل جي مختلف موضوعن جو مختصر جائزو وٺجي ٿو.

### حُسن ۽ عشق

حُسن، انساني زندگيءَ جو هڪ بنيادي قدر آهي ۽ هر انسان حسن ڏانهن بي اختيار ڪشش محسوس ڪري ٿو. حُسن، عشق جو بنياد آهي. بغير حُسن جي عشق نه ٿيندو آهي، ڇو ته عشق آهي ئي حُسن جي پيداوار. ”حسن و عشق“ جيئن ته غزل جو بنيادي موضوع آهي، تنهن ڪري هن موضوع تي سيني شاعرن دل کولي لکيو آهي.

مثلاً:

دل ٿي پڇي پرت ۾، تولئي پرين پيارا
آءَ تون اڱڻ منهجي، محبوب جيءَ جيارا
(خليفو گل)

هر گهڙي هر لحظي منهنجو ورد آهي يار يار
دل گهريا دلبند منهنجا، من گهريا منٺار يار
(سانگي)

رات آئي، وئي تون نه آئين ڪهي
ماڪ ۾ مينڌرا! ڪاڪِ روئندي رهي

مينهن موتي ويا، ڏينهن ايري لٿا
تون نہ آئين پرين، وه لڳي ٿي وهي
(شيخ اياز)

## تصوف

عشق مجازي، حقيقي عشق جي پهرين چاڙهي آهي. جڏهن انسان مجازي عشق جي چاڙهي چڙهي ٿو ۽ اڳتي وڌي ٿو تہ هو حقيقي عشق جو پانڌيئڙو بنجيو پوي. سنڌي غزل ۾ حقيقي عشق يعني تصوف جون رمزون بہ ڏاڍي شاندار طريقي سان بيان ڪيون ويون آهن:

ڪري هل ۽ حشر، ڪثرت جي باغ ۾ آيس
اڳي بي رنگ ۽ مخفي هُيس، وحدت جي ويران ۾
(قليچ)

منجهان پاڻ پنهنجو پرين ڦولهہ پس
آهين تون تونهين تون، مَر ڏي ٻهر جهوت
(گل)

## اخلاقيات

اخلاقيات کي بہ سنڌي غزل جو موضوع بڻايو ويو آهي، حالانڪ هي موضوع غزل جي مفهوم سان نهڪِي ڪونہ ٿو اچي، تنهن هوندي بہ ڪجهہ شاعرن هن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، چو تہ اخلاق ئي ماڻهوءَ کي جانور مان انسان بڻائي ٿو:

پنهنجي سائل جي ٿو تڪي منهن کي
ٿي سخيءَ کي سوال جي خواهش
(ليکراج عزيز)

خلق جي خير ۾، مشغول سدا رہ تون "قليچ"
من ڪڏهن ڪا ٿئي، مقبول ڪمائي تنهنجي.
(قليچ)

## سماجي شعور

شاعر جيئن تہ حساس هوندو آهي تنهن ڪري هن کي معاشري ۾ ڦهليل گندگيءَ جو احساس بہ عام ماڻهن کان وڌيڪ ٿيندو آهي، ان ڪري شاعرن پنهنجي غزل ۾ سماج جي بہ عڪاسي ڪئي آهي:

"جن وٽ پورهيو پيار، صداقت، سي ويڳاڻا ڇو
جن وٽ داڻا، چاڻا، ناڻا، سي سڀ راڻا ڇو!
(استاد بخاري)

اي قوم! ٻڏايا ٿي قصا، ڪلهہ تو کي مون تقديرن جا
اڄ باغيءَ باغيءَ جي سر تي، تو تاج ڏسان تعزيرن جا
(شيخ اياز)

## سنڌي غزل جي تاريخ

غزل اسان وٽ فارسي جي وسيلي آيو. ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ فارسيءَ جو ايترو تہ اثر وڌي ويو جو سنڌي شاعر پنهنجي ٻولي وساري فارسيءَ ۾ شاعري ڪرڻ لڳا. ڪلهوڙن جي دؤر ۾، ٿڪڙ جي ڪجهہ شاعرن فارسي گاڏڙ سنڌيءَ ۾ غزل جي شروعات ڪئي. هتي غزل جي تاريخ کي ٽن حصن ۾ ورهائي مختصر جائزو ورتو وڃي ٿو:

### اوائلي دؤر

غزل جو اوائلي دؤر ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر تي مشتمل آهي. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ نور محمد خستہ ۽ مرزا تقيءَ ڪجهہ غزل چيا. پر انهن تي فارسيءَ جو تمام گهڻو اثر هو. ٽالپرن جي دؤر ۾ سچل سرمست بہ ڪُجهہ غزل چيا جيڪي مجاز جي مهميز سان ڀرپور هئا.

هن دؤر جي غزل جا ڪُجهہ نمونا هيٺ ڏجن ٿا:

تا برا فگندي از رخ تو نقاب
حشر ٿيو آفتاب، لايو تاب
(نور محمد خستہ)

آهي انهن اکين کي، خاصو خمار تنهنجو
وينو وڃي مان آهيان، ڪامل قرار تنهنجو
(سچل سرمست)

هن دؤر جا ڪُجھ ٻيا غزل جا ناميارا شاعر هيٺيان هئا:
ثابت علي شاهہ مير حسن علي خان ۽ مير نصير خان وغيره.

### ٻيو دؤر

غزل جو ٻيو دؤر انگريزن جي دؤر تي مشتمل آهي. هن دؤر ۾ غزل تمام گهڻي ترقي ڪئي ۽ ڪيترائي غزل گو شاعر پيدا ٿيا.

هن دؤر جي غزل جو باني "خليفو گل محمد گل" آهي. هي سنڌي غزل جو پهريون صاحب ديوان شاعر آهي. گل سنڌي غزل کي هڪ نئون موڙ ڏنو. هن فارسي روايتن ۽ سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي روايتن کي ملائي غزل ۾ هڪ حسين امتزاج پيدا ڪيو. گل جي غزل تي تبصرو ڪندي شيخ عبدالرزاق 'راز' لکي ٿو. "غزل ۾ هن خالص سنڌي قدرن کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ غزل ۾ فارسيت جي بجاءِ سنڌيت کي ڪم آندو آهي، سنڌي ماحول، سنڌي ثقافت ۽ سنڌي مزاج کي غزل ۾ سموئڻ جي هڪ وڏي ڪوشش ڪئي آهي ۽ اجنبيت ۽ غيريت کي مٽائڻ جو سعيو ڪيو آهي. هيئت جي اعتبار کان تہ غزل فارسي هيئت جي مطابق آهي، پر فڪري ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان سندس غزل سنڌيت جي بلڪل قريب آهن."

گل پنهنجي غزلن ۾ حُسن و عشق کي مکيہ موضوع بڻايو آهي ان سان گڏ فطرت نگاري، فلسفي، تصوف ۽ اخلاقيات کي بہ پنهنجي غزلن ۾ جاءِ ڏني آهي. سندس غزل جا ڪُجھ نمونا هيٺ ڏجن ٿا:

"اندر ۾ عشق جنهنجي جاءِ پنهنجي ٿو وهي جوڙ
وس برسات جيئن دائم تنين جا نيڻ ٿيا آلا."

"پيالو مئي سندو ڏي، پُر ڪري محبوب متوالا
تہ مستي ۾ محبوب جي، ڪيون هن هوش کي حالا"

"آئي رت سانوڻ سندي، مينهن وسي ڪيا ملار
ڊٺ وسيا ۽ پٽ وسيا، سرها ٿيا سانگي سنگهار"

## آخوند قاسم هالائي

خليفي گل کان پوءِ هن دؤر جو ٻيو ناميارو شاعر آخوند قاسم هالائي

آهي. هي بنيادي طور تي فارسيءَ جو شاعر هو پر پوءِ هن سنڌي غزل ۾ طبع آزمائي ڪئي. سندس شاعريءَ ۾ حُسن و عشق سان گڏ اخلاقي پهلو بہ ڪافي نمايان آهي. سندس غزل جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"جي امانت عشق جي آڻين بجا
حشر ۾ تن تي نہ هوندو ڪو عذاب"

"دُور دنيا جي ڏنڌي کان ڏار ٿي
سير رک ره صاف هن سنسار ۾"

خليفي گل ۽ آخوند قاسم کان علاوه هن دؤر جا ٻيا شاعر هي هئا. سيد حيدر شاهہ مصري شاهہ مير حسن علي خان "حسن" غلام محمد شاهہ "گدا" ۽ فضل محمد "ماتم".

## مير عبدالحسين سانگي

هن دؤر جو اهم شاعر آهي، سندس شاعريءَ جا بہ اهم رجحان آهن، هڪ "عشق" ٻيو "درد". سانگيءَ کي ننڍيءَ عُمر ۾ ئي عشق جي چپيٽ لڳي هئي، تنهن ڪري سندس شاعري حُسن ۽ عشق جي وارداتن سان ڀرپور آهي. هن قسم جي شاعريءَ کي "غم جانان" بہ چيو وڃي ٿو. سانگي چوي ٿو تہ:

نہ ٻڌو تا سوال سانگيءَ جو
اي بُتو چو اهڙا بي حيا ٿيا آهيو

سياسي اُٿل پٿل ڪري، سانگيءَ جي شاعريءَ ۾ خارجيت جو اثر بہ نمايان ٿيو ۽ سندس شاعري غم دؤران جو بہ عڪس پيش ڪرڻ لڳي:

"آهي اهڙو اچي آخر ۾ قسمت کي خزان ورتو
چمن جو سير ڪيوسين ٿي تہ مرغان چمن بگڙيا."

"نہ رياست نہ امارت نہ خلافت آهي
ٿيندا اهڙا بہ هن کي هزهائينس"

## مرزا قليچ بيگ

مرزا قليچ بيگ گهڻو ڪري ناصحاڻہ شاعري ڪئي آهي ۽ اخلاقيات کي پنهنجي غزل جو موضوع بڻايو آهي. پر ان هوندي بہ سندس غزل ۾ حسن ۽ عشق جو چڱو خاصو ذڪر ملي ٿو:

”چو نہ تڙڦي سيني ۾ هي دل منهنجي پکيءَ جان
هٿ ۾ ڪمان ان جي ۽ ٽيا تير بغل ۾“

هنن شاعرن کان علاوه مولانا عبدالغفور همايوني، شمس الدين ”بلبل“، آغا غلام نبي، محمد هاشم ”مخلص“، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ علي اصغر شاهہ غزل جا چڱا شاعر هئا.

## 3. ورهاڱي کان اڄ تائين

غزل جو نئون دؤر ورهاڱي کان پوءِ شروع ٿئي ٿو. هن دؤر ۾ ڪجهہ شاعرن تہ غزل جي روايتي ڍانچي ۽ موضع کي ئي برقرار رکيو پر اڪثر شاعرن غزل ۾ نوان نوان تجربا ڪري غزل کي هڪ نئون دؤر ڏنو آهي. انهن جدت پسند شاعرن جو قائد شيخ اياز آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو ويهين صدي جو وڏي کان وڏو شاعر آهي. هيٺ شيخ اياز جي غزل تي مختصر تبصرو پيش ڪجي ٿو:

## شيخ اياز

شيخ اياز جو غزل، غزل جي روايتن سان ڀرپور بغاوت ڪري ٿو. اياز کان اڳ جن شاعرن فارسيءَ جي تقليد ڪندي غزلن جا ڍير ڪري ديوان ڇپايا هئا، اياز پنهنجي قلم جي هڪ ئي جنبش سان انهن سڀني کي بي معنيٰ بڻائي ڇڏيو. اهي ديوان رقيب تي لعنت ملامت، محبوب جي غمزن، باغ و بستان، نرگس شهلا ۽ لالہ صحرا وغيره سان ڀرپور هئا. اياز انهن جي جڳهہ تي نيون تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪيا، نوان قافيا ناهيا ۽ ايراني گل و گلزار جي جاءِ تي سنڌ جا واهڻ وسنديون، برپٽ ۽ بيابان استعمال ڪري غزل کي گيڙو ويس بنائي ڇڏيو.

”پلي آس تر مان نہ آ توهرن،
پٽائي! ڏسين تو وڄون تيون ورن؟“

”ٻنا ٻوڙ وسنديون، ٻڪر ٻوس تي،
گهٽي وقت کان تيون گهٽائون گڙن.“

اياز سنڌي غزل کي نج سنڌي ماحول ۽ نيٺ سنڌي ٻولي ڏني آهي. سندس غزلن ۾ سنڌيت جي خوشبو اعليٰ درجي جي آهي. سندس هي سٽون تہ ڏسو:

”ڪيت ڪورا ٿيا، ڏينهن ڏاڍا ٽٽا
آءُ ڪاري گهٽا، اڄ تہ ڇوڙي ڇٽا.“

”هي سَين نہ ڏيندي چين، اٿي ڏس! ڪوئي آيو آ پيارا،
هي شايد ساڳيو رمتو آ، اڳ جيئن اُجايو آ پيارا.“

شيخ اياز نہ صرف ٻوليءَ ۽ ڍانچي جي لحاظ کان بغاوت ڪئي آهي، پر هن موضوع جي لحاظ کان بہ جدت پيدا ڪئي آهي. غزل ۾ داخليت اهم جز سمجهي ويندي هئي، پر اياز خارجيت کي بہ تمام گهڻي اهميت ڏني آهي. اياز پنهنجي ڌرتيءَ سان، ڌرتيءَ وارن سان ۽ پنهنجي ٻوليءَ سان ڪيئي هاڃا ٿيندي اکين سان ڏٺا ۽ پاڻ بہ گهڻو ڪجهہ سٺو. اهو سڀ ڪجهہ سندس شاعري جو موضوع بنجي ويو ۽ اياز آواز ڏنو:

”ڇوگهٻرائين ٿو ڪوٽ ڏسي، هي اوچي اوچي اوٽ ڏسي
زندان اڏائي وينداسين، زنجير پگهاري ويندا سين،
آ مرڻو هر ڪنهن ماڻهوءَ کي، پر هيئن نہ مرنداسين او ساٿي
ڪا آگ لڳائي ويندا سين، ڪو ٻارڻ ٻاري ويندا سين“

اياز وٽ غزل جي روايتي موضوع يعني حسن ۽ عشق بہ بي پناهہ ترقي ڪئي آهي، پنهنجي انتظار جي ڪيفيت هن طرح ٿو بيان ڪري:

”رات آئي وئي، تون نہ آئين ڪهي
ماڪ ۾ مينڌرا ڪاڪ رُئندي رهي“

”پکي پروڪا اڃان نہ آيا، اکير تن جي هري رهي آ
اداس سر تي هوا اُني جي، ڇٽي پئي ڪا اڏار ايندي“

نئين دؤر ۾ استاد بخاري بہ هڪ سٺو شاعر آهي. سندس شاعري بہ غزل جي قديم روايتن کان ڪليل بغاوت آهي. سندس غزلن ۾ حُسن بہ آهي پر اهو ڌرتي جو حُسن آهي سندس شاعريءَ ۾ عشق بہ آهي پر اهو مارو ماڻهن سان آهي. سندس غزلن جو گهڻو حصو سماجي حقيقت نگاريءَ تي ٻڌل آهي. پاڻ چوي ٿو:

”ڦورو ماڻهو: سڀ ڪجهہ ڦريو پوءِ بہ ڦرڻ لئہ ڦيرا ڏين.
ڦريل ماڻهو: ٻيو تہ ڇڏيو پر ديس ڦرايو وينا آهن
رهزن ماڻهو: بگهڙن وانگون ٽوليون ناهيو روڪن راهون
رهبر ماڻهو: هرڻين وانگر نيڻ ٽمايون ٻينا آهن“

سندس غزل همت ۽ بهادريءَ جو بہ سبق ڏين ٿا. ظالم سان وڙهڻ، حق ونڻ ۽ عزت سان رهڻ وغيره اهڙا قدر آهن، جيڪي هر غيرت مند قوم ۾ هوندا آهن ۽ اهي ئي قدر سندن بقا جو سبب بہ هوندا آهن. استاد چوي ٿو:

"هٿين خالي اسين ظالمن سان لڙنداسين، لڙڻ ڏسجو
امید آهي، يقين آهي تہ کٽينداسين، کٽڻ ڏسجو."

نئين دؤر جي شاعرن ۾ مرحوم تنوير عباسي بہ اهم حيثيت جو حامل ڊاڪٽر صاحب چوي ٿو تہ:

"اوهان قرآن پڙهو ۽ اسان ڪتاب لکون
اوهان خدا سان، اسان عشق سان نباه ڪريون"

انهن شاعرن کان علاوه جديد دؤر جا ڪُجھ ناميارا غزل گو شاعر هي آهن: تاج بلوچ، شمشير الحيدري، ذوالفقار راشدي، عبدالڪريم گدائي، تاج جويو عبدالڪريم پلي، وفا پلي، آڪاش انصاري، قمر شهباز، ادل سومرو سائينداد ساند، اياز گل، سرفراز راجڙ، منصور ملڪ، عابد مظهر، ايوب کوسو امداد حسيني، وفا ناٿن شاهي، احمد خان مدهوش، ارجن حاسد، حليم باغي، اسحاق سميجو سردار شاهہ علي آڪاش، بخشل باغي، نصير سومرو سعيد سومرو جاويد شبير، حاجي ساند، خطائي ٽيبو اشرف پلي، وسيم سومرو نصير مرزا، ساجد سومرو عامر سيال، وغيره.سنڌي شاعرائن پڻ غزل گوئي ڪئي آهي. ڪجھ نالا هي آهن، ج ع منگهاڻي، سحر امداد، ليلا ماماڻي، نذير ناز رخسانہ پريت چنڙ، حميرا نور، شبانہ سنڌي، گلشن لغاري، روبينو ابڙو وغيره.

**بيت**

سنڌي بيت جي قديم ۽ آڳاٽي صورت ڳاهہ آهي. اوائلي دؤر ۾ قصن، ڪهاڻين ۽ رُوماني داستانن کي پُر اثر بنائڻ لاءِ، اُنهن جي وچ تي، ڳاهون چيون ويندیون هيون. ڳاهہ جڏهن ترقي ڪئي تہ ان بيت يا ڏوهيڙي جي صورت اختيار ڪئي.

سنڌي بيت، هِندي ڇندوديا سان مطابقت رکن ٿا. اسان وٽ گهڻو ڪري ڇندوديا جا صرف بہ قسم استعمال ڪيا ويا آهن يا وري انهن ٻنهي کي پيچ گهڙ ڪري نوان نمونا بہ ناهيا ويندا آهن. اُهي بہ قسم هي آهن:

### 1. دوها ڇند

هِن بيت ۾ ٻه سِٽون ٿينديون آهن ۽ قافيو ٻنهي سِٽن جي آخر ۾ ايندو آهي. شاهه ڪريم جا ڪافي بيت هِن قالب ۾ چيل آهن. سندس هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

تون چئو الله هيڪڙو، وائي ٻي نه سک
سچو اکر من ۾، سوئي لکيو لک

### 2. سورٺا ڇند

هي بيت ٻه ٻن سِٽن جا ٿين ٿا، پر هنن جو قافيو سٽن جي وچ تي ٿيندو آهي، قاضي قاضن جو هيٺيون بيت سورٺا ڇند مطابق آهي:

جوڳيءَ جا ڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾
تنهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچري

مٿئين بيت ۾ جاڳايوس ۽ ٿيوس ٻئي قافيا آهن ۽ ٻنهي سِٽن جي وچ تي آيل آهن.

دوها ڇند ۽ سورٺا ڇند جو ميلاپ: سنڌي شاعرن هندي دوهي جي پُراڻي سٽاءَ تي ڪجهه تجربا ڪيا ۽ اهڙي طريقي سان سنڌي بيت ۾ ڪجهه نيون صنفون نهي ويون.

سڀ کان پهرين اِهو تجربو قاضي قاضن ڪيو هِن پنهنجي بيت جي پهرين سِٽ سورٺا ڇند مطابق ۽ ٻي سِٽ دوها ڇند مطابق ترتيب ڏني.

سي ئي سيل ٿيام، پڙهئام جي پاٽان،
اکر اڳيان اُيريءِ، واڳون تي ورئام.

شاهه ڪريم جو هيٺيون بيت ٻه مٿئين سِٽاءُ مطابق آهي:

اسين تتا آهيون، جت ڪونبو ناهه،
جي وچون وياهه، ته پڻ مٿئون لوئيون.

ڪجهه شاعرن وري پنهنجي بيت جي پهرين سِٽ دوها ڇند مطابق ۽ ٻي سِٽ سورٺا ڇند مطابق رکي آهي. مخدوم نوح جو هي بيت هِن سِٽاءُ مطابق آهي:

نه سي جوڳي جوءِ ۾، نه سي سامي واٽ،
ڪاپڙين ڪنوات، وڏيءَ ويل پلاڻيا.

بيت جڏهن ترقي ڪري ٽن سِٽن يا گهڻين سِٽن تائين پهتو ته ان جي

پهرين سِٽ دوها يا سورٺا ڇند ۽ آخري سِٽ سورٺا ڇند. مطابق ۽ وچيون سِٽون دوها ڇند مطابق رکيون ويون. هي اهو ڪٿارڻو آهي جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻين سينئي وڏن شاعرن استعمال ڪيو آهي. هن ستاءِ مطابق شاهه لطيف جو هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

شمع ٻارينديءَ شب، پرهه پاڪون ڪيئون،
موٽ مران تي ميندڙا، راٺا! ڪارڻ رب،
تنهنجي تات طلب، ڪانگ اڏايم ڪاڪ جا.

## بيت جا موضوع

بيت تقريباً هر موضوع تي چيا ويا آهن. ان ۾ حُسن ۽ عشق به آهي ته تصوف ۽ فلسفو پڻ. ان ۾ فطرت نگاري به آهي، ته اعليٰ انساني قدر پڻ. بيتن ۾ مذهبي شاعري به ڪئي وئي آهي. "اهي ڏگها بيت جيڪي مذهبي شاعريءَ تي ٻڌل آهن، انهن کي ڪبت چيو ويندو آهي". ان کان علاوه "جيڪي بيت نثر تي سُر سان چيا ويندا آهن، انهن کي نثر بيت چيو وڃي ٿو." سانوڻ فقير نثر بيت جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي.

بيت جي صِنف کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي، چوٽ تي پهچائي ڇڏيو. پنهنجي شاعريءَ جو مکيه ذريعو بيت کي ئي بنايائين. شاهه لطيف کان پوءِ وارن شاعرن، شاهه صاحب جي پيروي ڪئي آهي ۽ فني لحاظ کان بيت اڄ به لڳ ڀڳ ساڳيو ئي آهي، جيڪو شاهه صاحب استعمال ڪيو هو.

شيخ اياز، استاد بخاري ۽ طالب المولا بيت جا مشهور شاعر ٿي گذريا آهن. شيخ اياز جا به بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

سدا آيا سنڌ ۾، نوان نادر شاهه،
ڪانهي ڪا تاريخ ۾، ويڙهه سوا ٻي واهه،
متان سوچيو ساهه، متان موٽو ماڳ کان.

تون ڏاتو تون هُر، ڪنڌ ڪپاڙي هيرئان،
آهين منهنجي ڏيهه ۾، تون پيٺي تون پُر،
ڪندو سنڌ امر، جهيڙو تنهنجي جيءَ جو.

### ڪافي

ڪافي سنڌي شاعريءَ جي هڪ اهم صنف آهي. جنهن جو مکيه موضوع مجازي عشق جو درد ۽ فِراق آهي. ڪافيءَ جي گفتگو گهڻو ڪري عورت جي زباني ڪئي ويندي آهي. جنهن ۾ گهڻو ڪري وڇوڙي جا ورلاپ هوندا آهن.

ڪافيءَ جڏهن پنهنجي ارتقا جون منزلون طئه ڪيون ته ان ۾ حُسن ۽ عشق کان علاوه ٻيا به ڪيترائي موضوع شامل ٿي ويا. جهڙوڪ تصوف ۽ قوميت وغيره.

ڪافيءَ جي صنف بابت ماهرن جا مختلف رايا آهن. ڪي ان کي ڪافي ٿا چون ته ڪي وري 'قافي'

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ان کي قافي چيو آهي.

ڪي ماهر ڪافيءَ جي نسبت راڳ سان ٿا ڏيکارين ۽ ڪي وري شاعريءَ سان. ڊاڪٽر بلوچ جي خيال مطابق سنڌس نسبت شاعريءَ سان آهي. پاڻ لکن ٿا: "عربن جي حڪومت واري دؤر ۾ يا ان کان پوءِ سنڌ جي شاعرن پنهنجن ڪن مخصوص نظمن لاءِ قافي ۽ ڪلام جا نالا استعمال ڪيا. جي عربي شاعريءَ جي قافية ۽ ڪلمة جي ترجماني هئا. جن جي معني آهي: منظوم ڪلام، شعر يا قصيدو."

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي راءِ پنهنجي جاءِ تي پر اڪثر ماهرن ڪافيءَ جي نسبت راڳ سان بيان ڪئي آهي ۽ چون ٿا ته ڪافي امير خسرو جي ايجاد ٿيل آهي. هن سلسلي ۾ منظور نقوي لکي ٿو "هي راڳ (ڪافي) 'هر پريا ميل' ناٺ مان امير خسرو جي ايجاد ٿيل آهي. هِن جي ڳائڻ جو وقت اڌ رات ۽ ٽاڪ منجهند مقرر ڪيو ويو ۽ راڳداري موجب آروهي ۽ امروهي جي سيني سُرن لڳڻ سبب انهيءَ کي ڪافي ڪوٺيائين."

ڪافي سنڌ ۾ ايتري ته مشهور ٿي جو ان سنڌ کان ٻاهر به سفر ڪيو ۽ پنجاب ۾ به ڳائجڻ لڳي. چون ٿا ته برهانپور ۾ جيڪي سنڌي لڏي ويا هئا. انهن ۾ هڪ بزرگ شيخ لاڏجيو نالي هو جيڪو اُتي سنڌ جي ياد تازي ڪرڻ لاءِ سنڌي ڪافيون ڳائي ٻُڌائيندو هو.

### ڪافيءَ جي هيئت

ڪافي جي فني سِٽاءُ بابت ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو: "هيئت جي لحاظ کان ڪافين جا ڪيترائي قسم آهن. انهن هيئتن جا مختلف نالا به آهن. جيئن يڪيون، ڏيڍيون، ٻه تڪيون، ٽه تڪيون ۽ چؤ تاريون- ڪافي جو وزن ڪٿي عروض ۽ ڪٿي موسيقي ۽ عروض تي ٻڌل آهي."

سنڌي ڪافيءَ جي شروعات بابت ڪن عالمن جو خيال آهي ته سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ اسماعيلين جي چيل گنانن کي ڪافيءَ جو اوائلي

نمونو سمجهيو وڃي. پر فني توڙي موضوعي لحاظ کان سچل جي ڪافي تمام اهم آهي. سندس ڪافيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

مون کي هوتن هاڻي،
ڪوني پنهنجو ڪيو

جت گهڻا ٻيا جڳ ۾،
منهنجو هوت آرياڻي،
ڪنديس ڪو نہ ٻيو

لکين پڇن پرينءَ کي،
آئون تان ڪير نماڻي،
سندن نينهن نيو

پرين ڪيو پنهنجو
سچو سنگ سُڃاڻي،
وڃئون وره ويو.

سچل ڪانپوءِ سندس رنگ ۾ رڱجي ڪيترن ئي صوفي شاعرن پنهنجا خيال ڪافيءَ ۾ بيان ڪيا.
انهن مان ڪجهہ ٻين ناميارن شاعرن جي ڪافين جا نمونا ڏجن ٿا.

خوني خماري چشمان چٽن ٿيون،
ڏسڻ ساڻ عاشق بہ ڪيئي، ڪُهن ٿيون.

- اِهي نازڪ پروَرديون نازڪ نماڻيون،
عاشق ڪُهڻ لاءِ شايد سماڻيون،
تکا تير مژگن جا بيشڪ هڻن ٿيون.

- اهي ڪرين سودو سدائين ٿيون سِر جو،
ڏسي طالبو تؤ، ڪڏهن ڪين مڙجو،
”بيڪس“ ساڻ بازار ۾ امالڪ اڙن ٿيون. (بيڪس)

2. چڙهي ڏي ملڪ دنيا کي- ويهي ٻڌ عِشق جون ڳالهيون

- فائدو ڪهڙو عشق منجهہ آهي- چاڙهيائين منصور کي ڦاهي
شمس سجي کل ڏني لاهي- عجب ڏس عشق جون چاليون.

- سرمند ڦاهي متئون ڪلندو. صوفي جو سِر نيزي بلندو،
بره جو بار سچ جهلندو. وچن ٽا قول ڪي پاليون.
- انهيءَ ميدان تي هلجي. جتي ماڻهو جو ماس پيو ڪائجي.
"رڪيل" اهو حال سلجي. وهَائج سور ڏسو پاليون.
(رڪيل شاهه)

## وائي

وائي بہ سنڌيِ شاعريءَ جي مقبول عام صنف آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي سُرن جي هر داستان کان پوءِ وائي چئي آهي.

ڪِن عالمن جي راءِ مطابق تہ وائي ۽ ڪافي هڪ ئي شيءَ جا بہ نالا آهن، پر موضوع، هيئت ۽ موسيقي جي لحاظ کان جيڪڏهن ڪافي ۽ وائي جي پيٽ تي ڪجي تہ اهي ٻئي مختلف شيون ثابت ٿيون ٿين.

پروفيسر محبوب علي چنا وائيءَ بابت لکي ٿو "عام اصطلاح ۾ ڪنهن ڳالهہ ۽ ٻولي کي وائي سڏبو آهي. هن جو ڌاتو پرڪرت لفظ وايا ۽ سنسڪرت ۾ ورت آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، هجر. اڪثر سنڌي اديب هن ڳالهہ تي مُتفق آهن تہ وائيءَ جو موجد شاهہ ڀٽائي آهي. ساخت جي خيال کان وائي هِندي نمريءَ جي زِير اثر آهي. نمريءَ ۾ پهريائين آستاني يعني ٽل هوندو آهي، ۽ پوءِ حشو يا پراءُ جنهن کي مِصرع چئبو آهي."

وائيءَ جو موضوع تہ آهي هجر ۽ فراق، پر ڪجهہ وايون اهڙيون بہ آهن جن ۾ هجر ۽ فراق بلڪل بہ ڪونهي.

فني لحاظ کان وائيءَ کي بيت جي بدليل صورت سڏي سگهجي ٿو. وائي هڪ ڊگهو بيت آهيءَ پر هِن جي هر مصرع کان پوءِ پهرين سِٽ جي پوئين اڌ جو ورجاءُ ٿئي ٿو.

(1)

ڪهڙي منجهہ حساب،
هئڻ منهنجو هوت ري لا!

گولي پيج گناهہ کان،
ڪونهي سول ثواب.
هئڻ منهنجو هوت ري لا!

ديد وڃاءِ مَ دوست جو
هلي منجهه حجاب،
هيءَ منهنجو هوت ري لا!

ڏي طهوراتن کي،
جي سڪن لاءِ شراب،
هيءَ منهنجو هوت ري لا!

(شاهه عبداللطيف ڀٽائي)

(2)

عشق اسان وٽ آرائينءَ، جئن آيو جهول ڀري،
ڪوئي ڪيئن ڪري،
موتئي جهڙي مُرڪ پرينءَ جي، مُگرو مات ڪري،
ڪو ڪيئن ڪري،
ڏاڙهونءَ ڦوه ڦلاريا منهن ۾، ڀهه ڀهه يار ٻري
ڪوئي ڪيئن ڪري،
جنهن جا نهنا نيڻ اڻين جئن، رڻ ۾ رات ٺري،
ڪوئي ڪيئن ڪري
(شيخ اياز)

(3)

ڏيندا ڏيهه ميار۔ او يار
قومن ۾ ڪنڌ ڪهڙو ڪٽبو

ڪوتن ۾ ڦيدياٽي قابو۔
ڪير ٻڌي ڪوڪار او يار
قومن ۾ ڪنڌ ڪهڙو ڪٽبو

هوشوءَ وارو نعرو ماري،
ماري پاڻ جيار۔ او يار
قومن ۾ ڪنڌ ڪهڙو ڪٽبو

نيٺ نندا ڪا ٻنڙا ٻڌندا،
جيجل جي للڪار۔ او يار
قومن ۾ ڪنڌ ڪهڙو ڪٽبو
(استاد بخاري)

# مولود

مولود نِج سنڌي ٻوليءَ جي صِنف آهي ۽ نعتيہ شاعريءَ جي دائري ۾ اچي ٿي. مولود، رسول ڪريم ﷺ جي ولادت باسعادت جو احوال بيان ڪرڻ لاءِ چيا ويندا آهن.

مولود لفظ جي لغوي معنيٰ آهي، نئون ڄاول ٻار. مولود تي روشني وجهندي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو "مولود هڪ مخصوص نالو آهي، جو سنڌ وارن ئي ڪنيو ۽ رائج ڪيو آهي. ڪنهن اهو نالو تجويز ڪيو ۽ ڪڏهن کان اهو نالو رائج ٿيو سو چئي نٿو سگهجي، پر مقصد ۽ مفهوم جي لحاظ کان اهو نالو هڪ انوکي ۽ اصولي حيثيت رکي ٿو. برصغير ۾ اسلام سڀ کان پهرين سنڌ ۾ آيو ۽ سنڌ وارن جي دلين ۾ نبي ﷺ جي محبت، سڀ کان اول جائيگير ٿي. نبي ڪريم ﷺ جيڪو توحيد جو پيغام آندو تنهن انسان ذات کي ٻين انسانن، جسمن ۽ وهمن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرايو ۽ انساني برابريءَ جو بنياد رکيو ۽ فقط علم، فڪر ۽ نيڪيءَ ۾ گوءِ کڻندڙ جي بُلنديءَ ۽ برتريءَ کي تسليم ڪيو. اهو هڪ نئون نياپو هو جيڪو نبي ﷺ آندو. سندن جائي ۽ آئي علم جي روشنائي هر جاءِ سهائو ڪيو ۽ جَهَل جي اونداهيءَ جو هميشہ لاءِ خاتمو شروع ٿيو. اُنهيءَ ڪري نبي ﷺ، جي ولادت ۽ ورود انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهبوديءَ لاءِ هڪ اهم پيش خيمو هئا. نبي ﷺ سان محبت رکندڙ سنڌ وارن نبي ﷺ جي ولادت کي پنهنجي صفت ۽ ساراه جو مرڪز ۽ محور قرار ڏئي، سندن شان ۾ چيل شعرن کي مولود سڏيو."

## مولود جي فني جوڙجڪ

مولود جي صنف ڪافي ۽ وائي جي دائري ۾ اچي ٿي. هيئت جي لحاظ کان مولود ۽ وائي ساڳي شئي آهي، پر موضوعي لحاظ کان ٻئي هڪ ٻئي کان مختلف آهن. ڪافي ۽ وائي کي سازن سان ڳايو ويندو آهي، پر مولود الحان سان پڙهيا ويندا آهن. مولود جا ڪجهہ نمونا هيٺ ڏجن ٿا.

(1)

منهنجي سيد سار لهندو
مون کي آهي اميد الله ۾

سجدي ۾ پئي سپرين، زاري زور ڪندو
مون کي آهي اميد الله ۾

امت ڪارڻ احمد اچي، پرمل پاڪ پسندو
مون کي آهي اميد الله ۾
(شاهہ عنايت رضوي)

(2)

رس مشڪل ويل موچارا نبي
توکي آئون ٿو سنيارِيان سردار نبي
- زي آهون ڪري، تنهنجو غور ڪيم غم خوارا
- معافي ڪيو منهنجا پرين، جيڪي ڏوھ ڪيم ڏاتارا،
- سٽي سڏ عليل جا، آءُ تون سيد سالارا،
- قريشي ڪرم الله کي، ڪيو آجو ڪئون آزارا.
(خليفو ڪرم الله)

(3)

ٻڏي زاريون نماڻي جون، اچي رس يا رسول الله،
پرين سو پاڻ تون ٻاجهون، اچي پس يا رسول الله.
پرين پرتئون پسي توکي، ٿيان سرهو سڄڻ سائين،
وڇوڙي جي لهي دل تان منا- ڪس يا رسول الله.

توڙي ڪيو قيد قسمت جي، جدا امروٽ ۾ قابو
هِنيون هردم مديني جو گهمي گس يا رسول الله.
(مولانا امروٽي)

## ڪجھ ڪلاسيڪل شاعر

### قاضي قاضن

قاضي قاضن سمن جي آخري دؤر ۽ ارغونن جي شروعاتي دؤر جو شاعر هو. اصل ۾ سيوهڻ جو رهواسي هو. پر پوءِ لڏي وڃي بکر ۾ ويٺو. جڏهن "شاھ بيگ ارغون" ٺٽي تي حملو ڪري، قتلِ عام شروع ڪيو تہ قاضي قاضن جو خاندان بہ ٺٽي ۾ رهائش پذير هو. قاضي قاضن جي معاملہ فهمي ۽ ذاتي ڪرشمن سان شاھ بيگ ارغون ٺٽي ۾ قتل عام بند ڪيو.

شاهہ بيگ جي پُٽ شاهہ حسن، قاضي قاضن کي بکر جو قاضي مقرر ڪيو. هن عهدي تي ويهہ سال رهڻ ڪانپوءِ قاضي قاضن استعفيٰ ڏني ۽ مدينې منوره هليو ويو.

قاضي قاضن پنهنجي دؤر جو وڏو عالم پڙ هو. حديث، فقه ۽ اسلامي قانون ۾ مهارت رکندو هو. قاضي قاضن کي سنڌي ٻوليءَ جو پهريون وڏي ۾ وڏو شاعر چيو ويو آهي. "بيان العارفين" ۾ سندس ست بيت مليا آهن. جيڪي معنيٰ، مفهوم ۽ فن جي لحاظ کان وڏي اهميت رکن ٿا. اهي ست بيت هي آهن:

1. جوڳي جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري.

2. ڪنز قدوري، قافيہ جي پڙهين پروڙين سيہ،
تہ ڪر منڊي ماڪوڙي کوہ ۾ پيئي ڪيڇي اپہ

3. ڪنز قدوري، قافيہ، ڪي ڪين پڙهيوم،
سو پار ئي ٻيو، جتان پرين لڌوم.

4. سي ئي سيلهہ ٿيام، پڙهيام جي پاٽان،
اکر اڳيان اُپري، واڳو ٿي وريام.

5. سائر ڏيئي لت، اوچي نيچي ٻوڙئي،
هيڪائي هيڪ ٿيو ويئي سڀ جهت.

6. سجڻ منجهہ هئام، مون اٿي ويا اونيا،
هيڏانهن هوڏانهن هتڙا، هيڙي جاڙ وڏام.

7. لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي سو پڙهان، سوئي سو حرف.

مٿيان بيت اعليٰ فڪر ۽ فن جو بي مثال نمونو آهن. پر هنن بيتن کان علاوه قاضي قاضن ٻيا بہ ڪيترائي بيت چيا، جيڪي زماني جي هيناهين، مٿاهين جي ڪري اسان وٽ محفوظ نہ رهي سگهيا ۽ اسان پنهنجي عظيم ورثي کان بي خبر رهياسين.

قاضي قاضن جا بيت زماني جي گردش ڪري سنڌ جون سرحدون ٽپي

هند پهچي ويا ۽ هُتي هريانا صُوبي جي هڪ ڳوٺ "راٽيلا" جي هڪ مڙهيءَ ۾ قلمي نُسخي جي صُورت ۾ محفوظ رهجي ويا.

اهي بيت هندوستان جي هڪ اديب "هيري ڄيٺا لال نڪر" تائين پهتا. جنهن انهن کي سُڌاري، سنواري انهن جي معنيٰ لکي ۽ "قاضي قاضن جو ڪلام" جي نالي سان 1978ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين.

هن ڪتاب ۾ قاضي قاضن جي نالي سان "112" بيت منسوب ٿيل آهن. هي ڪتاب جڏهن اسان جي ماهرن وٽ پهتو ته ڏاڍي خوشي ۽ جوش و خروش جو مظاهرو ڪيو ويو. ڪيترن ئي عالمن هن ڪتاب تي پنهنجا تحقيقي مقالا لکيا، جيڪي "مهراڻ" ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيا.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو هڪ تحقيقي مقالو مهراڻ 1978ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب قاضي قاضن جي ڪلام کي سمجهڻ لاءِ ڪجهه اُصول وضح ڪيا ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ ڪلام تي تفصيلي بحث ڪيو. سندس راءِ مطابق، قاضي قاضن جي 112 بيتن مان 35 بيت اهڙا آهن، جيڪي قاضي قاضن جا نه آهن، باقي 77 بيتن کي ڊاڪٽر صاحب، قاضي قاضن جا بيت ڄاڻايو آهي ۽ انهن جي ٻولي ۾ به سُڌارو ڪيو آهي.

انهن 77 بيتن مان ڪُجهه بيتن جو جائزو ورتو وڃي ٿو:

قاضي قاضن جو ڪلام تَصوف جي نُڪتن سان ڀَرپُور آهي. هن ڪُجهه تشبيهون اهڙيون استعمال ڪيون آهن جو هن کان پوءِ شاهه لطيف ۽ ٻين شاعرن به لڳ ڀڳ اهڙيون ئي تشبيهون استعمال ڪيون آهن. مثلاً:

لائي لامِ الف سان، ڪاتب لکي جيئن،
مون هينئڙو پريان سان، لڳو آهي تيئين.

لام سان جڏهن الف گڏجي لکجي ٿو ته الف، لام جو ئي حصو لڳي ٿو. ۽ هن کان الڳ نٿو لڳي. پنهنجي پرينءَ سان قُربت جو اظهار ڪرڻ لاءِ قاضي صاحب پنهنجو پاڻ کي لام ۽ الف سان تشبيهه ڏني آهي. ساڳي تشبيهه شاهه لطيف پنهنجي هينين بيت ۾ استعمال ڪئي آهي:

"ڪاتب لکي جيئن، لايو 'لام' "الف" سين
اسان سجڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾."

فني لحاظ کان قاضي صاحب جو مٿيون بيت "دوهو" آهي ۽ شاهه لطيف جو سورٺو آهي.

سيني صُوفين اصل کان وٺي "پاڻ سڃاڻڻ" تي ڏاڍو زور ڏنو آهي ۽ چون ٿا تہ حق کي ڳولڻ لاءِ جهر جهنگ ۾ رُلڻ ۽ بيابانن ۾ ڀٽڪڻ جي بجاءِ اندر ۾ جهاتي پائجي. قاضي قاضن چوي ٿو:

نہ سو لاهو نہ سرو نہ اورار نہ پار،
موڙهو وتين جنهن کي سو من منجهہ نهار.

يعني جنهن جي ڳولا ۾ آهين، اهو نڪو لاڙ ۾ آهي، نڪو سري ۾ ۽ نہ ئي وري درياءَ جي هِن پار يا هُن پار، اهو تہ تنهنجي اندر ۾ آهي، تون جهاتي پائي تہ ڏس. ساڳيو خيال شاهہ لطيف هيٺين بيت ۾ بيان ڪيو آهي:

لڪو ڪو نہ لطيف چئي، پاروچو ٻئي پار
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

پنهنجي پريءَ سان جڏهن من لائجي ٿو تہ دنيا جا سڀ لڳ لاڳاپا لاهڻا ٿا پون. ائين ٿي ئي ڪونہ ٿو سگهي تہ پريءَ جي پريت بہ من ۾ هجي ۽ دنيا جي ريت بہ نڀائجي. قاضي صاحب چوي ٿو:

"اکر پيا وسار، الف اڳيون ئي ياد ڪر
سو تون ڏيئو ٻار، جو نہ اُجهامي ڪڏهن."

جيڪڏهن پريت جي پيچرن تي هلجي تہ هر دم ۽ هر گهڙيءَ پريءَ جي ياد من ۾ هجي. اُٿندي ويهندي، ڳالهائيندي سمهندي، کائيندي پيئندي، مطلب تہ هر وقت هر حال ۾، محبوب مَن ۾ هُجي.

ستي ويٺي اٿيئي، ڳالهائيندي ڳيندي
اسان تسان جي تاتڙي، واتڙين ويندي

جيڪي سچا سالڪ هُوندا آهن. اُهي هر ماڻهو سان پنهنجي اندر جو احوال نہ اوريندا آهن. هي بيوقوف نادان ۽ گنهگار ماڻهن جي وچ ۾ رهي بہ پنهنجي فطرت نہ بدلائيندا آهن. اهي هن دنيا جي گندگي ۽ نفرتن جي درميان رهي بہ پنهنجي تازگي ۽ پاڪائي برقرار رکن ٿا. انهن سان گڏ رهندڙ عام ماڻهو انهن سالڪن کي سڃاڻي نہ سگهندا آهن ۽ پنهنجي گندگيءَ سان پريل وجود کي ئي حقيقت سمجهندا آهن. قاضي قاضن چوي ٿو:

"سر هيڪڙي وسن، جر ۾ نيه نہ گڏئو
سار نہ سالورن، متي ڪنول ڦلاريو"

يعني ڪنول ۽ سالورا (ڏيڏر) هڪڙي ئي جڳهہ تي رهن ٿا، پر هڪ ٻئي سان محبت نٿا ڪري سگهن. جو تہ ڏيڏرن کي اها خبر ئي نہ آهي تہ انهن سان گڏ ڪنول بہ پنهنجي جوبن ۾ آهي.

صُوفين "فنا في الله" کان اڳ هڪ ٻي بہ منزل ٻڌائي آهي. اها آهي "فنا في الرسول"، اسلامي تصوف ۾ حُبّ رسول هڪ بنيادي نُڪتو آهي. هن کان سواءِ سالڪ کي حق پلئہ پئجي ئي نہ ٿو سگهي. رسول اڪرم ﷺ ڏانهن اشارو ڪندي قاضي قاضن چوي ٿو.

"حقيقي مون سيڻ، وسن شهر حقيق ۾
ڳالهہ چوڻ حقيقان، چوڻ حقيقي ويڻ"

يعني جيڪي منهنجا سچا سڄڻ آهن، اهي سچ جي شهر ۾ بلڪل وچ ۾ رهندا آهن. اهي حق جي ڳالهہ ڪندا آهن ۽ جيڪي ڳالهائيندا آهن اهو حق جي طرفان ئي هُوندو آهي.

"شفيقي مون سيڻ، وسن شهر شفيق ۾،
ڳالهہ چوڻ شفيقان، چوڻ شفيقي ويڻ."

يعني منهنجا محبوب وڏي شفقت ۽ محبت وارا آهن ۽ رهندا بہ شفقت واري شهر ۾ آهن. هو جيڪو ٻول ٻولين ٿا انهيءَ ۾ شفقت هُوندي آهي، هُو جيڪڏهن ڪو ڏورا ڀو ڏين ٿا تہ ان ۾ بہ سندن محبت هُوندي آهي.

قاضي صاحب جنهن محبت جو داعي هو ان محبت ۾ جيئري وصال نصيب نہ ٿيندو آهي. جيسين سالڪ جيئرو رهي ٿو، تيسين هن کي جُدائي ۽ فراق جا عذاب سهڻا آهن. اها جدائي هڪڙي طريقي سان ختم ٿي سگهي ٿي تہ لوڪ جا لاڳاپا لاهي، هر دم پرين جي پچار ڪجي. ائين ڪرڻ سان پرين ڪيترا بہ ڏور هُوندا، اهي ساهہ ۾ سمائجي ويندا ۽ غير ڪيترو بہ قريب هُوندا اهي پري ٿي ويندا. قاضي صاحب چوي ٿو:

ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏور ئي (اوڏا) ولها،
هو جي جر سالور، لڏي نہ (تن) ڪنو لاهہ ڪر.

يعني ڪي گڏ رهندڙ بہ ڏور آهن تہ ڪي وري ڏور رهندڙ بہ گڏ آهن. ائين جيئن ڪنول ۽ سالور پاڻي ۾ گڏ رهندي بہ هڪ ٻئي کان پري آهن.

تصوف جي آخري منزل کان اڳ، سالڪ کي هر قسم جا لڳ لاڳاپا لاهڻا آهن. هن کي مال، دولت، عزيز، دوست، مائٽ، اولاد، وطن، عزت، سک، آرام، نعمتون، مطلب تہ مڪمل طرح سان پنهنجو پاڻ کي دنيا کان الڳ ڪرڻو آهي. جڏهن سالڪ هن درجي تي پهچي ٿو تہ هن کي پرين پسڻ لاءِ صرف هڪ منزل پار ڪرڻي هُوندي آهي، هن آخري منزل لاءِ سالڪ کي پنهنجي جان قربان ڪرڻي آهي، نيڪ انهيءَ وقت تي جڏهن سالڪ پنهنجي جان قربان ڪندو آهي. محبوب بہ پوريءَ طرح متوجہ ٿيندو آهي ۽

سالڪ موت جي آغوش ۾ وڃڻ وقت پنهنجي پرينءَ کي چڱيءَ ريت پسي سگهندو آهي. شاهہ لطيف جي شاعري ۾ سهڻي، مرڻ وقت پرينءَ پسي ٿي ۽ ساڳي ريت سسئي ۽ مُومل بہ جڏهن موت جي آغوش ۾ وڃڻ واريون هُونديون آهن تہ سندن محبوب اچي ساڻن ملندا آهن. مطلب تہ سالڪ کي وصال حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي جان قربان ڪرڻي پوي ٿي. قاضي قاضن چوي ٿو:

واحد هنڌين دائرين، هيڪڙو ميئي،
جنهين جان جداڪي، پسندا سيئي.

(هتي جان قربان ڪرڻ استعاري جي طور تي استعمال ٿيل آهي- حقيقي طور نہ)

يعني محبوب هر جاءِ تي، هر ماڻهو لاءِ ساڳيو آهي، پر ان کي صرف اهي پسي سگهندا جيڪي پنهنجي جان فدا ڪندا.

قاضي قاضن جو هندستان مان هٿ آيل ڪلام واقعي سنڌي ادب لاءِ هڪ بيش بها خزانو آهي، جيڪو اسان کي سندس وقت جي ٻولي، ادب ۽ فڪر سان پوري طرح روشناس ڪرائي ٿو. اهو سڄو ڪمال محترم "هيري چيتا لال ٺڪر" صاحب جن جو آهي، جنهن اسان جو پنهنجو لڪل خزانو اسان تائين سُڌاري ۽ سنواري پهچايو آهي. سنڌي ٻولي ۽ سنڌي قوم "هيري ٺڪر" جهڙي "سنڌي" سڄڻ جي احسان مند رهندي.

نوٽ: (قاضي قاضن جا نوان بيت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي پڙهڻي مطابق رکيا ويا آهن.)

## شاهہ ڪريم بلڙي وارو

شاهہ عبدالڪريم بلڙي وارو 1537ع ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو لعل محمد هو. سندس شجرو حضرت امام موسيٰ ڪاظم سان ملي ٿو.

شاهہ ڪريم کي ننڍي هوندي کان وٺي سماع جي محفلن ۾ ويهڻ جو شوق هوندو هو. دنياوي تعليم بلڪل حاصل نہ ڪري سگهيو. قرآن پاڪ جا بہ صرف بہ سيپارا پڙهي سگهيو.

شاهہ ڪريم سندس دؤر جي شاعرن ۾ سڀ کان وڏو شاعر هو. ڪيس سنڌ جو "چاسر" ۽ "سنڌي ادب جو وهائو تارو" بہ سڏيو ويندو آهي. پاڻ پيٽ گذر لاءِ مزدوري ۽ ٻني ٻاري جو ڪم ڪندا هئا. شروع ۾ هڪ بزرگ نالي "سلطان ابراهيم" جا مريد ٿيا، جيڪو بهار کان آيل هو. پر پوءِ مخدوم نوح رح جا مريد ٿي رهيا.

**سنڌن شعر**

شاهه ڪريم کي شاعري سان تمام گهڻي رغبت هوندي هئي. سماع جي محفلن ۾ اڪثر ڪري وجد ۾ اچي ويندا هئا ۽ بي اختيار شعر چئي ڏيندا هئا. اهي شعر وقت بہ وقت وڏي آواز سان ورجائيندا بہ رهندا هئا. سنڌس شاعريءَ جي ٻولي نج سنڌي آهي. صرف چند لفظ فارسي جا استعمال ڪيائون. سنڌس شاعري تي تبصرو ڪنديء شمس العلماءَ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو لکي ٿو:

”شاهه ڪريم جو شعر قدامت جي ڪري سنڌي ساهت ۾ وڏو پايو رکي ٿو منجهس مضمون جي گوناگوني، سا نہ آهي، باقي سچ، سونهن ۽ ستوگڻ سيپئي چڱي انداز ۾ موجود آهن. پڙهندڙ کي ان مان گهڻو رس ۽ راحت ايندي سنڌس ڪلام سُريلو ۽ دل جُهٻائيندڙ آهي. ڪيترائي بيت اهڙا آهن جو هوند پهاڪن طور ڪم اچن. گهڻا سلوڪ تصوف تي آهن، جن ۾ عرفان ۽ ايقان جا موتي پوتل آهن، جيڪي ان وقت جي روحاني حالتن جو نقشو چٽين ٿا. توحيد، وحدت در ڪثرت، استغراق، حيرت ۽ وصال وغيره جا باريڪ نڪتا نهايت خوبيءَ سان بيان ڪيل آهن.“

سنڌس شاعري وحدانيت سان ڀرپور آهي. هو صرف هڪ وجود جو قائل هو ۽ ٻي سڄي ڪائنات کي ان وجود جو مظهر سمجهندو هو. هو هر ذري ۾ وجودِ باري تعاليٰ جو اولڙو ڀسندو هو:

سوئي هيڏان، سوئي هوڏان، سوئي من وسي،
تهين سندي سوجهري، سوئي سو ڀسي.

هو خالق کي، مخلوق کان الڳ نہ سمجهندو هو بلڪ مخلوق کي واحد هستيءَ جي وجود جو مظهر سمجهندو هو. تنهنڪري ان هستيءَ کي ڳولڻ لاءِ وندر ووڙڻ جي ڪابہ ضرورت محسوس نٿو ڪري:

اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاٿي وچ گمان، اسان سهي سڃاتا سپرين.

شاهه ڪريم هن ڪائنات جي ڪثرتِ وجود کي، ان واحد وجود جو حصو سمجهي فرمائي ٿو:

پاڻئي سلطان، پاڻئي ڏي سنيهڙا،
پاڻ ڪر پاڻ لهي، پاڻ سڃاڻي پاڻ.

جيئن بہ تلوارون هڪ مياڻ ۾ نہ نهنديون آهن تيئن خودي ۽ خدا بہ هڪ

من ۾ نہ ماپندا آهن. حق کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي انا ۽ خودي کي ختم ڪري، پنهنجي وجود جي نفي ڪبي آهي. جڏهن پنهنجو پاڻ کي وڃائبو آ هي تہ "هو" حاصل ٿي ويندو آهي، چو تہ "هُو" الڳ تہ آهي ئي ڪونہ!

پهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هوءَ لهہ،
ٿُهان ڏار نہ سپرين، مهُ مجهئين پاءِ.

حق کي سڃاڻڻ لاءِ ماڻهوءَ کي پنهنجي حواسن تي ڀروسو نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ انسان جا حواس ناقص آهن ۽ حقيقت کي سمجهڻ کان قاصر آهن. شاهہ ڪريم فرمائي ٿو:

هي ڪن گڏهڻان وڪڻي، ڪن ڪي ٻيا ڳنيج،
سندي پريان ڳالڙي، تنين سين سٽيج.

سندن دل تي عشقِ الاهيءَ جي چوٽ تمام گهري هئي. پنهنجي دل جو احوال ٻڌائيندي فرمائين ٿا:

"ڏڪين ڏات پئو هينئڙو لوه سنداڻ جيئن،
سنياري کي سڄڻين، ورچي تان نہ وئو."

يعني دل کي ڏڪ سهڻ جي اهڙي عادت پئجي وئي آهي، جيئن لوه کي سنداڻ جي ضرب سهڻ جي، پر جيئن تہ دل الله جي ياد ۾ مشغول آهي، تنهن ڪري ان تي ڪوبہ اثر نٿو ٿئي.

شاهہ ڪريم جي شاعريءَ ۾ سماجي حالتن جو عڪس پڻ ملي ٿو. ڇو تہ سندن شاعري گهري مشاهدي تي ٻڌل آهي. جڏهن هو ڀهراڙيءَ جي هڪڙيءَ عورت جي مٿي تي پاڻيءَ جا ٻہ گهڙا ڏسي ٿو ۽ پاڻيءَ تي وينل پڪي ڏسي ٿو تہ انهن نظارن کان متاثر ٿي انهن کي تشبيهہ طور ڪم آڻي ٿو:

پاڻياريءَ سر ٻهڙو جر تي پکي جيئن،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

شاهہ ڪريم جي شاعريءَ ۾ يادِ الاهي جي تمام گهڻي اپٽار ٿيل آهي. ياد الاهي کي هر ڳالهہ کان افضل سمجهندو هو ايتريقدر جو مريدن کي چوندو هو تہ "ايمي کان وڌيڪ قرآن مجيد نہ پڙهو. چاڪاڻ تہ ايتريون سورتون نماز لاءِ ڪافي آهن. باقي ٻيو سڀ وقت الله جي يادگيريءَ ۾ گذاريو."

پرين جي پچار کي هر گهڙي لازمي سمجهندا هئا:

سڄڻ ساعت هيڪڙي، جي ٿئي اکيئون ڏار،
تہ ڪر سڀ ڄمار، ڏنوسين نہ ڪڏهين.

جي جاڳندي من ۾، ستي پڻ سيئي،
من پريان نيئي، پڳهيو پاڻ ڳري.

شاهه ڪريم هڪ الله لوڪ بزرگ هئڻ سان گڏوگڏ زماني جو ماڻهو به هو. جيئن ته اسلام ۾ رهبانيت جي ممانعت آهي، تنهنڪري پاڻ زماني جي دستور مطابق شادي به ڪيائون ۽ گذر سفر لاءِ محنت مزدوري پڻ. پر زماني سان گڏ هلڻ ڪري سندس عشق حقيقي تي ڪوبه اثر ڪونه پيو. پاڻ فرمائين ٿا:

هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجي لوڪ،
ڪڏيون ۽ ڪروتون، اِئُ پڻ سگر توڪ.

يعني جسماني طور تي زماني سان گڏ هججي، پر دل پنهنجي پرينءَ ڏي هجي. ڪڏيون ۽ ڪروتون (مڙهيون ۽ مسجدون) به سنيون شيون آهن. هن بيت جي آخري مصرع غور طلب آهي. شاهه صاحب مڙهين ۽ مسجدن کي سٺي شيءِ طور ته پيش ڪن ٿا، پر انهن کي اوليت ڪونه ٿا ڏين، ڇو ته يادِ الاهي ڪنهن خاص جڳهه جي محتاج نه آهي. پرين جي پچار ته هر جاءِ هججي رڳو مسجدن ۽ مڙهين ۾ نه.

پاڻ جيئن ته ننڊي هوندي کان ئي عشقِ حقيقي ۾ غرق هئا، تنهن ڪري مجازي عشق کان پري رهيا ۽ مريدن کي پڻ اهڙي تلقين ڪندا هئا:

مجازي موهي، ڪڏين ويندءِ نڪري،
اڪڙيون توهي، مچڻ وهين وسهي.

سندس ڪيترائي بيت پهاڪن طور به ڪم اچن ٿا، مثلاً:

1. هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجي لوڪ.
2. پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، مورک اڄ مرن.
3. پيڻا نه منجهڻا.
4. نينهن نياپي نه ٿئي.
5. مٺ پيڙيائي پلي.
6. چار ئي پلئه چڪ ۾.

شاهه ڪريم کي جيڪڏهن سنڌ جو "چاسر" سڏجي تو ته اهو ڪو وڌاءُ ڪونهي. سندن شاعري ٻوليءَ توڙي فڪر جي لحاظ کان اعليٰ درجي جي آهي. سندن تشبيهون نيٺ آهن. جيڪي سندن گهري مشاهدي جي شاهدي ڏين ٿيون. سندن شاعري جي عظمت هن کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، جو سدا حيات شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح به ڪيترائي بيت شاهه ڪريم جي بيتن کان متاثر ٿي چيا آهن.

سندن ڪل 94 بيت آهن، جيڪي "بيان العارفين في تنبيهُ الغافلين" ۾ ڏنل آهن، جيڪي سندن مريد ميان محمد رضا گڏ ڪيا. ميان محمد رضا، قاضي قاضن جا بيت ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام پڻ گڏ ڪيو، جيڪو وقت به وقت شاهه ڪريم جن پڙهندا رهندا هئا.

سنڌ جي هن باڪمال بزرگ شاعر 88 ورهين جي ڄمار ۾ 1623ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو.

## شاهه عبداللطيف ڀٽائي

شاهه عبداللطيف ڀٽائي دنيا جي انهن وڏن شاعرن جو سرتاج آهي، جن جي شاعري زمان ۽ مڪان جون حدون اورانگهي هر دؤر ۾ پنهنجي افاديت برقرار رکندي اچي. شاهه لطيف جي شاعري معنوي توڙي موضوعي لحاظ کان گهڻ پاسائين آهي. هتي سندن شاعري جي چند پهلوئن جو مختصر جائزو ورتو ويجي ٿو.

### شاهه لطيف جي صوفيانه شاعري

ڪائنات ڇا آهي؟ هن جي ابتدا ۽ انتها ڇا آهي؟ هن ڪائنات ۾ انسان جي حيثيت ڇا آهي؟ وجود ڇا آهي، ڇا وجود هڪ ئي آهي يا ڪيترائي آهن؟ وغيره وغيره....

اهي اهڙا سوال آهن، جن جي جواب لاءِ انسان صدين کان سرگردان آهي. مذهب، فلسفو ۽ سائنس.... تنهي انهن سوالن جا جواب ڏنا آهن، پر ٽيئي ڪنهن به ڳالهه تي متفق نه آهن.

سائنس چوي ٿي ته هيءَ ڪائنات مادي جي ٿهل آهي، اهو مادو ڪيئن وجود ۾ آيو ان جو جواب سائنس وٽ به نه آهي.

مذهب هن ڪائنات جي باري ۾ جيڪي به رايا ٿو ڏئي انهن کي بغير ثبوت جي ئي مڃڻ لاءِ چوي ٿو. فلسفو هن ڪائنات بابت مختلف رايا ٿو ڏئي ۽ دليل جي وسيلي انهن کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هاڻي هن ڪائنات متعلق ايترا ته رايا ٿي ويا آهن جو اصل حقيقت کي سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي.

شاهه سائين جي سامهون به اهي مسئلا آيا. سندس دؤر ۾ ڪيترائي بزرگ هئا، جن انهن مسئلن بابت ڪجهه نه ڪجهه فرمايو هو. ان کان علاوه شاهه سائين وٽ "قرآن پاڪ" ۽ "مثنوي مولانا روم" هميشه گڏ هوندا هئا. شاهه سائين بذاتِ خود مطالعو ڪيو ۽ مشاهدو به.

شاهہ لطيف ڏٺو تہ هن ڪائنات ۾ ڪيترائي وجود آهن. يعني ”وجود جي ڪثرت“ آهي. پر سڀ ئي وجود پاڻ ۾ ڳنڍيل بہ آهن. يعني هنن جي اصليت هڪ ئي آهي.

آخر ۾ شاهہ سائين هن نتيجي تي پهتو،

”جملي هستيءَ جو حقيقي بنياد ”هستيءَ مطلق“ يا ”وجود ڪل“ آهي. يعني

”وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُل.“

هن ڪائنات ۾ جيڪي ڪجهہ آهي اهو هڪڙيءَ ئي ذات جو مظهر آهي ۽ سندس مدار هڪ ئي وجود تي آهي، جيڪو قائم ۽ دائم آهي. اها ”هستي مطلق“ هن ڪائنات جي هر چيز کي پنهنجي دائره ڪار ۾ رکي ٿي. هن ڪائنات جو وجود بذات خود وجود آهي ئي ڪونہ. جيڪڏهن ڪائنات کي بہ هڪ وجود ڪري مڃجي تہ هن جو مطلب اهو ٿيو تہ ”وجود مطلق“ هڪ نہ پر ٻہ آهن.

لطيف سائين جي خيال ۾ وجود صرف هڪ آهي.

جيڪڏهن وجود صرف هڪ ئي آهي تہ پوءِ هيءَ ڪائنات ڇا آهي؟

لطيف سائين هن سوال جو جواب هن ريت ٿو ڏئي!

”پڙاڏو سوئي سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين
هئا اڳهين گڏ، پَر ٻُڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

يعني بظاهر هيءَ ڪائنات پڻ ٻيو وجود ڏسڻ ۾ ٿي اچي، پر درحقيقت اها ائين آهي جيئن سڏ جو پڙاڏو. اسان کي سڏ ۽ پڙاڏو بہ شيون لڳندا آهن، پر اصل ۾ ٻئي هڪ ئي شيءِ آهن ۽ اڳ ۾ ئي گڏ هئا ۽ لازم و ملزوم آهن. نہ پڙاڏو سڏ کان جُدا ڪا شيءِ آهي نہ سڏ پڙاڏي کان الڳ ڪا چيز آهي.

لطيف سائين جڏهن اندر جي اک سان هن ڪائنات جو مشاهدو ڪيو تہ کيس هر طرف هڪ ئي وجود نظر آيو اهو ڏسي پاڻ چيائين:

سوئي هيڏانهن، سوئي هوڏانهن، سوئي مَن وسي
سوئي سو پسي، تنين سندي سوجهري

—

سو هي سو هو، سو پرين سو پساهہ
سو اجل سو الله، سو ويري سو واهرو

—

ايڪ نُصر، در لک، سهسين سندس ڳڙکيون
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن سجڻ سامهون.

هن ڪائنات ۾ انسان ڇا آهي؟ ڇا هُو صرف هڪ مادي ۽ فاني وجود آهي جيڪو ڪڏهن ختم ٿي ويندو؟

لطيف سائين هن سوال جو جواب هن طرح ڏئي ٿو...

ڏسڻ جي ڏسين، تہ همہ کي حق ڇئين
شارڪ شڪ مَ ٿيِ، انڊا انهيءَ ڳالهہ ۾

يعني انسان جو وجود فاني نہ آهي، ڇو تہ اهو تہ "حق" آهي ۽ حق ڪڏهن بہ فنا نہ ٿيندو آهي. انهيءَ ڳالهہ کي صرف اندر جي اکين وارا ئي ڏسي سگهندا. انڊا انهيءَ ڳالهہ کي ڪٿي ٿا پروڙي سگهن.

ان "حق مطلق" کي سمجهڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ان کي ڪٿي ڳولجي؟ ان سان پنهنجي رشتي جو تعين ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟ انهن سوالن جي جواب ۾ ڪن انسانن ظاهري عبادت کي ترجيح ڏني. ڪن "ان" کي جهر جهنگ ۾ ڳولڻ لاءِ پنهنجي پاڻ کي جوڳي ۽ سامي بنايو. ڪن سندس بُت ٺاهي ان جي پُوڄا ڪئي پر لطيف سائينءَ چيو تہ. جنهن هستيءَ لاءِ توهان ايترا آتا ۽ ماندا آهيو اها توهان کان الڳ ٿوروئي آهي.

اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ
هاٽي وچ گمان، اسان صحيح سڃاتا سپرين.

سو پکي، سو پڃرو، سو سَر، سوئي هنج
پهي جان پروڙيو مون پانهن جو منجهہ
ڏيل جنهن جو ڏنجهہ، سو مارِي ٿو منجهہ ڦري.

اها ذاتِ حقيقي جيڪڏهن انسان جي اندر ۾ آهي تہ پوءِ ان کي ڳولڻ لاءِ وندر ووڙڻ ۽ وٹڪار وڃڻ جي کهڙي ضرورت آهي. لطيف سائين چوي ٿو:

وڃين ڇو وٹڪار هت نہ ڳولين هوت کي
لڪو ناهي لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار
نائي نيڻ نهار تو ۾ ديرو دوست جو

هن بيت جي آخري سٹ تي جيڪڏهن غور ڪجي تہ خبر پوندي تہ "لطيف سائين"، "حق مطلق" کي اسان جو "دوست" ٿو چوي... يعني اسان جو ۽ سندس رشتو "دوستي" جو آهي. ان دوست يا پرين کي پسڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي پروڙجي. پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ئي حبيب کي هٿ ڪرڻ آهي. لطيف سائين فرمائي ٿو:

"وَ في انفسڪم افلا تبصرون" سوجهي ڪر سهي
ڪڏهن ڪا نہ وئي، ڪا هوت ڳولڻ هٿ تي

جيسين تائين انسان حق کي نٿو سڃاڻي، تيسين هو عذاب ۾ مبتلا رهي ٿو. اندر جي اُڃ، پرين کي پسڻ جي بيتابي ۽ سڄڻ جي سڪ انسان کي سُورن ۾ مبتلا ڪريو ڇڏي، اهي سور هڪ لحاظي ۾ لهيو وڃن، پر ڪيئن؟.... شاهہ سائين فرمائي ٿو:

نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور ويا.

جنهن حبيب کي اسان هر هنڌ پيا ڳوليون، جنهن کي پاڻ کان الڳ سمجهي سندس ڳولا ۾ سرگردان آهيون، اهو تہ اسان جي ساهہ جي رڳن کان بہ ويجهو آهي. سندس وجود تہ هر چيز جو احاطو ڪيو بيٺو آهي. شاهہ لطيف فرمائي ٿو:

هوت تنهنجي هنج ۾ پُڇين ڪهُ پرياڻُ
"وَنَحن اُقرَب اَلِيہِ مِن حَبل الوَرِيد" تنهنجو توهين ساڻ
پنهنجو آهي پاڻ، آڏو عجيبن ڪي.

ووڙيم سڀ وڻاڻ، يار ڪارڻ جت جي،
"الله بڪل شئي محيطُ"، اي آرياڻي اهڃاڻ
سڀ ۾ پُنهون پاڻ، ڪينهي ٻئو ٻروچ ري."

هاڻ جيڪڏهن پرينءَ کي پسڻ لاءِ، پنهنجو پاڻ سڃاڻجي تہ ان جو طريقہ ڪار ڇا آهي؟

ڪنهن بہ شيءِ کي سمجهڻ لاءِ اسان پنهنجن پنجن حواسن کي استعمال ڪندا آهيون، پر ڇا پرينءَ کي پسڻ لاءِ بہ انهن حواسن تي ڀروسو ڪري سگهجي ٿو؟.... نہ بلڪل نہ.... لطيف سائين فرمائي ٿو:

"اکيون سي ئي ڌار، جن سان پسين پرين کي
ٻي ڏي ڪين نهار، سڄڻ ريسارا گهڻا

—

هي گاڏها وڪٽي، ڪن کي پيا ڳنيج
تنين ساڻ سٽيج، پريان سندي ڳالڙي

هل هِئين سين هوت ڏي، پيرين پنڌ وسار
قاصيداڻي ڪار، ڪين رسائي ڪيچ ڪي.

شاهه سائين جي صوفيانه شاعري پڙهڻ کان پوءِ اسان هيئين نتيجن تي پهچون ٿا:

1. شاهه لطيف "نظريه وحدت الوجود" جو قائل آهي.
2. انسان جو وجود خدا جي وجود کان الڳ ڪا حيثيت نه ٿو رکي.
3. ڪائنات جي هر شئي خدا جو مظهر آهي.
4. خدا تعاليٰ کي سڃاڻڻ لاءِ پنهنجي ذات جو عرفان ضروري آهي يعني جن پاڻ کي سڃاتو، ان جڻ خدا کي سڃاتو.
5. خدا سڃاڻڻ لاءِ انساني حواس ناقص آهن، ان لاءِ اندر جي اکين جي ضرورت آهي.
6. جڏهن انسان کي ذاتِ باري تعاليٰ جو عرفان حاصل ٿيندو آهي ته ان مان سڀ بيچينيون ۽ بيقراريون ختم ٿي وينديون آهن ۽ "مڪمل سڪون" جي حالت ۾ اچي ويندو آهي.

## شاهه لطيف جي مجازي شاعري

'مون کي ماءُ مجاز پچاري جيئن پچيو
ورد وضيفا وسريا، رهي ڪانه نماز
هينئڙو بحري باز، چائي چنبن ۾ ڪيو.

سنڌ جي هن سدا حيات شاعر، حقيقت جي اعليٰ درجي تي پهچڻ کان اڳ، مجاز جون ڪيتريون ئي منزلون طئه ڪيون. جانب جي جلوي سندس جيءَ کي جهوري وڌو.

عشق، سندس اندر جو سڪون برباد ڪري ڇڏيو پنهنجي بيچيني کي دور ڪرڻ لاءِ هو جهر جهنگ جهاڳڻ لڳو. پنهنجي اندر جو احوال هن ريت ٿو بيان ڪري:

"ڪامان، پچان، پڇران، لچان ۽ لوچان،
تن ۾ تؤنس پرينءَ جي پيان نه ڏاپان،
جي سمنڊ منهن ڪريان، توءِ سر ڪيائي نه ٿئي"

—

ڪامان پچان نه مران، سڙان ساري رات،
ٻن ٻئائي کي وجهي، ڪر پريان جي تات

سيخون سنديون سڄڻين، اُيرن آڏيءَ رات،
نہ ڪين هٿ ۾ نہ ساٿ، ڏيهاٽيو ڇُنگ چڙهان.“

پنهنجي پرينءَ جي جلوي جي عڪاسي ڏاڍي سهڻي انداز سان ڪئي اٿس. سڄڻ جي هار سينگار ۽ سونهن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٿن ويس،
چوٽا تيل چنبيليا، ها ها، هو هميش،
پسئو سونهن سيد چوي، نينهن اچن نيش،
لالن جي لبيس، آتڻ، اکر نہ اُجهي.

هڪ جمال پسند انسان ڪي جسماني سونهن ۾ سڀ کان وڌيڪ اکيون متاثر ڪنديون آهن. شاهہ لطيف مومل جي اکين ڪي تيز تبرن سان تشبيهہ ٿو ڏئي جن ايترن ڪي تہ ڪٺو جو انهن پرديسين جون قبرون قائم ٿي ويون:

”گجر ڪي گجميل جون تيز تکيون تبرون،
هٽي حاڪمن ڪي زور، پريون زبرون
ڪاڪ ڪنڌيءَ قبرون پسو پر ڏيهين جون“

–

”مومل ڪي مجاز جا، اکين ۾ الماس،
نہ ڪي عام نہ خاص، جي وڻاسي وڍيا.“

شاهہ سائين انهيءَ خيال جو هو تہ اندر جي آڙاہ ڪي عالم آشڪار نہ ڪجي، ان لاءِ ڪيڏي مهل نهائين کان نينهن سکڻ جي تلقين ٿو ڪري تہ ڪيڏي مهل چوي ٿو تہ ”توڙي چڪن چاڪ، تہ بہ آه نہ سلج عام سين“. پنهنجي قوت برداشت بابت چوي ٿو:

مون جيئن پنهونءَ سين، جي هُوَنوءَ ملاقات،
وجهي پانهن وات، هوند رجن ۾ ريهون ڪريو.

شاهہ لطيف رجن ۾ ريهون تہ نہ ڪيون، باقي ايترو ضرور چيائين ”عقل، مت، شرم، تيئي نينهن نهوڙيا“ عقل جو عشق وارن سان ڪهڙو ڪم؟ جتي عشق پير پاتو اتي عقل جي ڪهڙي جاءِ؟

شاهہ لطيف جي سرن ۾، مجاز جو ذڪر سڀ کان وڌيڪ سر مومل راڻي ۾ آهي ۽ سيني سورمين کان وڌيڪ مومل جي حسن جي تعريف، ڪئي اٿس. سندس حسن ۽ لباس جي تعريف ڪندي چوي ٿو:

”جهڙا پانن پن، تهڙيون سايون مٿن شالون،

عطر ۽ عنبير سين، تازا ڪيائون تن،
مڙهيا گهڻو مشڪ سين، چوتا ساڻ چندن،
سنهن ربي سون سين، سندا ڪامڻ ڪن،
ڪيائون لال لطيف چئي، وڏا ويس ورن،
منجهہ مرڪئس من، سوڍي سين سگ ٿيو.

مجازي محبت ۾ سڀ کان وڏيڪ عذاب ڏيندڙ "محبوب جو انتظار" آهي. سندس اوسيئڙي ۾ ننڊون حرام ٿيو وڃن ۽ ماڻهو ائين ٿو محسوس ڪري تہ اجهو ٿو مران. شاهہ لطيف انهيءَ ڪيفيت کي مومل جي واتان، هيئن ٿو بيان ڪري:

"شمع ٻاريندي شب، پرهہ ڀاڪون، ڪيون،
موٽ مران ٿي مينڌرا، راڻا ڪارڻ رب،
تنهنجي تات طلب، ڪانگ اڏايم ڪاڪ جا"

وٽ سوريندي ولها، ويو تيل ٻري،
موٽ مسافر سپرين، چانگي تي چڙهي،
راڻي لاءِ رڙي، ويئي وهامي راتڙي.

جي پرين آهي تہ سڀ ڪجهہ آهي. محبوب آهي تہ ملڪيت آهي. جڏهن محبوب گڏ هوندو آهي تہ دنيا جي هر شئي وڻندي آهي. هر طرف حسن ئي حسن نظر ايندو آهي ۽ ماحول ۾ سنگيت جا سر پيا ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. پر جڏهن محبوب نہ آهي تہ هر شئي اوپري پئي لڳندي آهي. قدرت جا حسين نظارا بي معنيٰ ٿي ويندا آهن. هار سينگار زهر ٿي پوندو آهي ۽ حسن بہ ڪومائجي ويندو آهي. مومل جي زباني سيد چوي ٿو:

"ڪاڪ ڪڙهي وڻ ويا، ڀرئا رنگ رتول
تو پڇاڻان سپرين، هيئنڙي اچن هول
جي مون سين ڪيئي، قول، سي سگها پاڙج سپرين،

ڪاڪ ڪڙهي وڻ ويا، ڀرئا محل ماڳ،
سوڍي جي سرتيون، وڏيس وه ويراڳ،
سورن لائيا سانگ، سگهو موٽج سپرين.

عاشق جي زندگيءَ جو ڏيئو محبوب جي محبت جي ڪري روشن هوندو آهي، جانب آهي تہ جان بہ آهي، سڄڻ آهي تہ ساهہ بہ آهي. جانب کان سواءِ جيئڻ ڪهڙو هوندو آهي؟ محبوب کان سواءِ تہ ماڻهو پاڻ کي مئل

ئي سمجهندو آهي. لطيف سائين چوي ٿو تہ اسان عاشق تہ مٿل آهيون، اسان سان بہ ماڻا ٿا ڪريو اهو مناسب تہ نہ آهي فرمائي ٿو:

"ڪاڪ ڪڙهي وڻ ويا، لوڻو لڌاڻو
تو پڄاڻان سپرين، آڻ اجهاڻو
مُين سين ماڻو مناسب نہ ميندرا."

عاشق جي جان مال سڀ ڪجهہ سندس محبوب جو هوندو آهي، جيڪڏهن محبوب رسي وڃي تہ مال ملڪيت ۽ گهر گهاٽ ڪي ڇا ڪبو؟ سڀ ڪجهہ پرينءَ تي قربان ڪري ڇڏبو ايتري قدر جو جان بہ پرينءَ تان قربان ٿيڻ لاءِ ٿي تہ آهي.

شاهہ سائين فرمائي ٿو:

"حال قربان، مال قربان، گهوريان لڌاڻو
فدا ٿي، فقير جو شل رسي مَ راڻو
مُين سين ماڻو مناسب نہ ميندرا."

شاهہ سائين جي مجازي شاعريءَ جو پهلو انتهائي دردناڪ آهي، جنهن ۾ رئڻ ۽ رڙڻ آهي، سڙڻ ۽ پچڻ آهي ۽ انتظار جي اذيتناڪ ڪيفيت آهي، جنهن ۾ روح رڙي ٿو ساهہ سڙي ٿو ۽ جان جلي ٿي. جنهن ۾ عقل اڏامي وڃي ٿو شرم ختم ٿي وڃي ٿو ۽ انسان چرين جي آچار بنجيو پوي، اهو سڀ ڪجهہ سهڻو آهي ۽ صبر سان سهڻو آهي. اندر جي ڦٽن ڪي عوام جي اڳيان کولڻ ڪچائي آهي. برهہ جي باهہ ۾ پچي راس ٿيڻ ڪان پوءِ ئي ماڻهو عشق جي پهرينءَ منزل ۾ ڪامياب ٿيندو آهي.

شاهہ سائين بہ جڏهن عشق جي پهرينءَ منزل تي پهتو تہ ڪيس پرين مليو ۽ شاهہ چيو:

"جنين ڪارڻ مون، تڙ پو چارا پوڇيا،
پنهنجي اميدون، سي ئي سجڻ آيا."

جڏهن لطيف سائين کي وصل نصيب ٿيو تہ هو عشق جي پهرئين ڏاڪي چڙهي چڪو هو. يعني مجاز کان حقيقت ڏانهن وڃي چڪو هو هن ڏي هر طرف سجڻ ئي سجڻ نظر اچڻ لڳو. ڪيڏانهن وڃڻ جي ضرورت ئي نہ هئي فرمائي ٿو:

"ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو ڇئوڙس ڇناڻو
منجهين ڪاڪ ڪکوري، منجهين لڌاڻو
راڻو ۽ راڻو ريءَ، راڻي پئو ناهہ ڪو."

## شاهہ لطيف جي شاعريءَ تي مذهبي اثرات

اسلام دين فطرت آهي ۽ شاهہ لطيف بہ فطرت جوئي شاعر آهي. اسلام انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ جيڪي قدر ڏنا آهن، اهي سڀ شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ موجود آهن. ان کان علاوه اسلام جا بنيادي نقطا يعني حق جي سر بلنديءَ لاءِ قرباني ڏيڻ وغيره سڀ احسن طريقي سان موجود آهن. لطيف سائين الله جي هيڪڙائي ۽ وڏائي بابت چوي ٿو:

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهي قديم
والي، واحد، وحده، رازق رب رحيم،
سو ساراه سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جون.

الله صرف هڪ آهي هو قادر مطلق آهي ۽ سندس قدرت ۾ ڪير بہ شريڪ نہ آهي. جن بہ سندس هيڪڙائي ۾ شرڪ ڪيو اُهي گمراهہ ٿي ويا. لطيف سائين فرمائي ٿو:

وحده لا شريڪ لهٗ ايئن هيڪڙائي حق،
ٻٽائي کي ٻک، جن وڌو سي ورسئا

الله جي هيڪڙائي مڃڻ کان پوءِ انسان لاءِ اهو ضروري آهي تہ حضرت محمد ﷺ کي الله تعاليٰ جو آخري نبي سمجهي، وحدانيت سان گڏ رسالت هڪ لازمي جُز آهي. خدا تعاليٰ قرآن ۾ هن ڪائنات جي خلقت جو سبب ٻڌائيندي چوي ٿو تہ "اي محمد ﷺ جيڪڏهن آئون توکي نہ خلقيان ها تہ هيءَ ڪائنات نہ خلقيان ها." انهيءَ آيت جو تفسير ڪندي لطيف سائين چوي ٿو:

وحده لا شريڪ لهٗ، جان ٿو چئين ايئن
تان مڃ محمد ڪارڻي، نرتون منجهان نيهٗ
تان تون وڃيو ڪيئن، نائين سر ٻين کي

يعني جيڪڏهن توکي الله تي ايمان آهي تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي هن ڪائنات جي تخليق جو سبب سمجهہ. شاهہ سائين اڳتي هلي فرمائي ٿو:

وحده لا شريڪ لهٗ، جڏهن چيو جن
تن مڃيو محمد ڪارڻي، هيجاه ساڻ هين
تڏهن منجهان تن، اوتڙ ڪو نہ اولئو

الله ۽ رسول تي ايمان آڻڻ لاءِ صرف ڪلمو پڙهڻ ڪافي نہ آهي، پر پوري يقين سان شرڪ کان توبہ ڪجي. لطيف سائين فرمائي ٿو:

ان پر نہ ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائين
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهيس.

الله ۽ رسول تي ايمان کان پوءِ انسان کي قيامت جي ڏينهن تي يقين رکڻ گهرجي ۽ اهو بہ يقين رکڻ گهرجي تہ ان ڏينهن الله تعاليٰ انصاف ڪندو ۽ اسان جي گناهن جا شاهد اسان جي خلاف شاهدي ڏيندا. لطيف سائين فرمائي ٿو:

وحده لاشريڪ لهُ، ٻڌءِ نہ ٻوڙا
ڪِ تو ڪنين نہ سئا، جي گهٽ اندر گهوڙا
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد ٿيندءِ سامها

شاهہ سائين هن دنيا کي عمل جو ميدان ٿو چوي، جنهن جو نتيجو قيامت جي ڏينهن ملندو. جيڪڏهن اسان جا عمل صالح هُوندا تہ اسان کي خدا تعاليٰ جي خاص ڪرم سان نوازيو ويندو. شاهہ سائين فرمائي ٿو:

وحده لاشريڪ لهُ، اي وهائج وي،
ڪٺين جي هارائين، هنڌ تنهنجو هي
پاٺا چندءِ پي، پري جام جنت جو.

الله رسول ۽ قيامت تي ايمان فرض آهي. انهن کان پوءِ عملي فرضن جو وارو اچي ٿو جن لاءِ قرآن پاڪ ۾ سڀ کان وڌيڪ نماز لاءِ تاڪيد ڪيل آهي.

وحده لا شريڪ له، چئي چوندو آءُ
فرض، واجب، سنتون، تنيئون، ترڪ مَ پاءِ
توبه سندي تسبيح، پڙهڻ ساڻ پڄاءِ
نانگا پنهنجي نفس کي، ڪا سئين راه سونهاءِ
تہ سندي دوزخ باهہ، تو اوڏيائي نہ اچي.

نماز پڙهڻ لاءِ يا ٻين عبادتن لاءِ پهرين انسان کي پنهنجي خودي ۽ انا کي ختم ڪرڻو آهي. جيسين تائين انسان جي اندر ۾ غرور، تڪبر، حرص ۽ وڏائي جهڙا غليظ عنصر هوندا، تيسين تائين هن جي ڪابہ عبادت قبول نہ پوندي. نماز لاءِ پهرين پنهنجو اندر اجارڻو آهي ۽ پوءِ اها مڪمل خشوع ۽ خضوع سان ادا ڪرڻي آهي. لطيف سائين فرمائي ٿو:

جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهہ نماز
سڀ وڃائي ساز، تهان پوءِ تڪبير چئو
جان جان پسين پاڻ کي، تان تان ناهہ سجود
وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چئو

اسلام امن جو دين آهي، ان ۾ اڳرائي ڪرڻ حرام آهي. جنهن بہ اڳرائي ڪئي آهي، انهيءَ خطا کاڌي آهي. شاهہ سائين فرمائي ٿو:

هُو چوندي تون مَ چئو، واتئون ورائي
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي

اسلام انسان کي تقويٰ ۽ پرهيزگاري سيکاري ٿو. عبادتن جو هڪ مقصد اهو بہ آهي تہ انسان پنهنجي نفس تي ضابطو رکڻ سکي ۽ پنهنجي پاڻ کي ڪنهن اعليٰ مقصد لاءِ وقف ڪري ڇڏي. شاهہ سائين جي رسالي ۾ جا بجا نفس ڪشي لاءِ تاڪيد فرمايل آهي.

لائي خنجر، "لا" جو هيءُ خَنجَر کي هڻ
سَڌ جون، سيد چئي، وڌون سڀ وڍڻ
پيير پروڙي ڪڻ، تہ هلڻ ۾ هوري وهين

شاهہ لطيف جي شاعري تي مذهبي اثرن جو جائزو وٺڻ مهل هيٺين ڳالهين جو پتو پوي ٿو:

1. شاهہ لطيف خدا جي وحدانيت جو قائل هو.
2. هن کي رسول اڪرم ﷺ جي آخري پيغمبر هئڻ تي پورو ايمان هو.
3. پرين کي پسڻ لاءِ معرفت کي ذريعو بنايو اٿس، پر شريعت جي اصولن کي بہ نظر انداز نہ ڪيو اٿس.
4. قيامت جي ڏينهن تي سندس پورو يقين هو.
5. الله جي رحمت مان مايوس نہ ٿيڻ جو درس ٿو ڏئي.
6. تزڪيہ نفس لاءِ عبادتون ضروري آهن، پر عبادتن ڪرڻ کان پهرين انسان کي پنهنجي اندر اجارڻ جي تلقين ٿو ڪري.
7. هٺ، غرور ۽ وڏائيءَ کان پاسو ڪرڻ جي تلقين ٿو ڪري.

## شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ جدوجهد

ڪرڪٽا لاهي، سُک نہ ستا ڪڏهين
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين کي پنڌ جو

شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ جتي ٻين ڪيترن ئي اعليٰ انساني قدرن جو پرچار ڪيو آهي، اتي جدوجهد يا عمل جي اهميت تي به تمام گهڻو زور ڏنو اٿس.

انساني زندگيءَ جو هر لمحو با مقصد آهي ۽ هر گهڙي قيمتي آهي، پر جڏهن ان زندگيءَ جو ڪو خاص مقصد مُتعين ڪجي ٿو ته انسان کي پنهنجي پاڻ ۾ ڪجهه تبديليون آڻيون پون ٿيون ۽ ڪا حڪمت عملي ترتيب ڏيڻي پوي ٿي.

پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي سڀ کان پهرين سستيءَ ۽ غفلت مان جان ڇڏائڻي پوي ٿي. حد کان وڌيڪ ننڊ انسان لاءِ هاڃيڪار آهي، تنهن ڪري انسان کي سڀ کان پهرين هن شئي مان جان ڇڏائڻي آهي.

شاهه سائين فرمائي ٿو:

اي ڪم ڪميڻن، جئن سمهن پير ڊگها ڪري
لوچين ڇو نه لطيف چئي، هاريا! لئه هوتن
ننڊان نياڳين ڪي اويالا اڇن
سي پنهون ڪوه پڇن؟ جي سنجهي رهن سمهي

ننڊ مان جان ڇڏائڻ ڪافي ناهي. پنهنجي مقصد جي باري ۾ هر قسم جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي. ان لاءِ هر قسم جي غفلت ۽ ڪوتاهي ڏاڍي مهانگي پوندي آهي ڇو ته ڪڏهن ڪڏهن ڪي ضروري ڳالهيون ڏاڍي ماٺ ميٺ ۾ ٿي وينديون آهن ۽ انسان کي خبر به نه پوندي آهي.

شاهه لطيف چوي ٿو:

غافل غفلت ڇوڙ تون ڪِنءَ اٿاسين اوجهرين
ڇپاتا ڇڙهي وئا، وڃي پهتا توڙ
ننڊين ننڊ اُڪوڙ جم ورن ۾ واڪا ڪرين

جڏهن انسان هر قسم جي سستيءَ ۽ غفلت کان جان ڇڏائي ته ان کي پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ پنهنجي ڪم ۾ جنبي وڃڻ گهرجي. جڏهن ڪم جي شروعات ڪجي ٿي ته ان کان پوءِ نيون نيون سوچون ذهن ۾ اچن ٿيون ۽ عمل منجهان ئي رهنمائي حاصل ٿئي ٿي.... شاهه لطيف فرمائي ٿو:

وه مَ منڊ پنور ۾، ڪرڪو واڪو وس
ٻانهي پاروچن جي. گولي! ڇڏمَ گس
ڏورڻ منجها ڏس، پنڌ هوت پنهوءَ جو

مقصد ماڻڻ آسان ڪم نه آهي. ان لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيڻي پوي ٿي.

ڪڏهن حالتون بلڪل سازگار نہ هُونديون آهن تہ ڪڏهن انسان کي بُک ۽ بيماري هٽي نستو ڪري وجهنديون آهن. اهڙين مايوس ڪُن حالتن کي ڏسي ڪيترائي انسان پنهنجي مقصد تان هٿ کڻي ويندا آهن ۽ سک ۽ آرام پسند ٿي پوندا آهن. اهڙن ماڻهن کي شاهہ لطيف "سڏڙيا ماڻهو" چيو آهي. جيڪي پنهنجي مقصد کان وڌيڪ پنهنجي جان کي مٺو ڪندا آهن. پاڻ فرمائين ٿا:

سڏائڻي سيڪا، بک نہ باسي ڪا
جيهي تيهي ذات جي، جنبش ڪانهي جا
مون سين هلي سا، جاجيَ مٺو نہ ڪري

مقصد سان محبت ڪندڙ ماڻهو ڪڏهن بہ حالتن کان نہ گهٻرائيندا آهن. جڏهن بہ حالتون شديد مخالفت ڪنديون آهن تہ انهن جي ڪم ۽ جدوجهد ۾ بہ شدت اچي ويندي آهي. مخالفت ۽ حوصلا شڪني انهن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو وڌيڪ اتساهہ پيدا ڪندا آهن. ڇو تہ هنن جي ذهن تي بس هڪ ئي ڌن سوار هوندي آهي، اها آهي، مقصد جو حُصول. شاهہ لطيف فرمائي ٿو....

جنءَ جنءَ تپي ڏينهن، تنءَ تنءَ تاٿيان پنڌ ۾
ڪو اڳانجهو نينهن، ٻانيڙ ٻروچ سين

جدوجهد ڪندڙن جي ذهن کي اهو احساس مسلسل ستائيندو رهندو آهي تہ وقت تمام گهٽ آهي، منزل تمام پري آهي. وسيلا محدود آهن ۽ جيءُ جڏو آهي. اهڙين حالتن ۾ ٿورڙي وقت ۾ گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي. سک ۽ آرام کي تياڳ ڏئي، جان جلائي بہ مقصد حاصل ڪرڻو آهي. شاهہ سائين فرمائي ٿو:

ٽتيءَ ٽڏيءَ ڪاهہ ڪانهي ويل وهڻ جي
متان ٿئي اونداهہ پير نہ لهين پرينءَ جو.

پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ انسان کي پنهنجا سڀ وسيلا ڪتب آڻڻا پوندا آهن. پنهنجي هر شئي قربان ڪرڻ کان بہ ڪونہ ڪيٻائبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي، جو ماڻهو وٽان آهستي آهستي سڀ وسيلا وڃڻ شروع ٿيندا آهن. ايتري قدر جو جسم بہ ساٿ نہ ڏيندو آهي. پر مقصد تي ايتري گهري نظر هجڻ گهرجي جو پنهنجي خون جي آخري ڦطري تائين بہ جدوجهد جاري رکجي. اها ڳالهہ شاهہ لطيف سسئيءَ جي واتان هيئين ٿو چوائي....

"مليا تہ ملندياسِ، نہ تہ گهوري جان جتن تان."

پنهنجي جدوجهد جي دؤران پوئتي موٽڻ جو تصوربہ نہ ڪرڻ گهرجي ۽ مقصد جان کان بہ وڌيڪ اهم هجڻ گهرجي. مقصد جي راهہ ۾ مرڻ ڪنهن بہ حالت ۾ بي مقصد نہ آهي... شاهہ لطيف فرمائي ٿو:

موٽي مران مَر ماءِ، موٽڻ کان اڳي مران
لڄي لالن لاءِ، شال پنديس پير تي

شاهہ لطيف جي شاعري انسان کي هر جڳهہ تي جدوجهد لاءِ آماده ڪري ٿي. ان جدوجهد جي دؤران جيڪي بہ مشڪلاتون ۽ سور ملن انهن کي صبر سان سهڻ جي تلقين ڪري ٿو. سُر سهڻيءَ ۾ سهڻيءَ اڳيان، درياءَ جي دهشت آهي، ڪنن جو ڪرڪُل آهي، لکين لوهڻيون آهن، رات اونداهي آهي ۽ پرين پري آهي، پوءِ بہ همت نٿي هاري.

شاهہ جي شاعري ۾ سُر سسئي ۾ جدوجهد پنهنجي عُروج تي آهي. سسئي جهڙي نماڻي نار جهرن جبلن ۾ اڪيلي آهي، لٽا ليڙون اٿس، پير پٿون اٿس، پر تڏهن بہ ڪاهي ڪيچ ڏي پئي.

اڳيان ڪرڙا ڏونگر اٿس، مِرن جو خوف بہ اٿس، سج بہ لهي پيو بک ۽ اُڃ کان بيحال آهي، ٿڪاوٽ کان سَنڌ سَنڌ ساٿو اٿس، پر پوءِ بہ موٽڻ جي واٽي نہ ٿي ڪري، جبل سان ڳالهائي ٿي، ان کي پنهنجو حال بہ ٻڌائي ٿي تہ ڪٿي ڪيس دڙڪا بہ ڏئي ٿي، چوي ٿي:

ور ۾ ڪونهي ور، ڏيرن ور وڏو ڪِئو
نهاريندس نڪري، ٻوتن ڪارڻ ٻر
آڏو ٿڪرتر، متان روهہ رتيون ٿيين

هوتن جي هاجي جو دل تي گهرو گهاءُ اٿس تہ بہ پرعزم آهي، پنهنجي بدقسمتي ۽ غفلت تي روئي بہ پئي تڏهن بہ حوصلو اٿس ۽ حوصلي کي هَر هَر ورجائي بہ پئي.

نماڻي جي نجهري، روئڻ ۽ راڙو
ڪنل جي قلب ۾، قرب جو ڪاڙهو
هوتن لڳ هاڙهو سيِ رڱنديس رت سان

مطلب تہ شاهہ سائين وٽ مقصد کي ماڻڻ لاءِ حوصلي ۽ همت سان گڏ هر قسم جي قرباني ڏيڻ تمام ضروري آهي. جيڪا راه متعين ڪجي ان تي سختيءَ سان عمل ڪجي پوءِ ڇا بہ ٿي پوي.

وڻئو ويڄ واٽ، ڪنڌ مَر ڦيرج ڪيڏهين
لوٽي ڦيرلپاٽ، لڳنديءَ لطيف چي.

## سچل سرمست

سچل سرمست جي شاعري معنيٰ، مفهوم ۽ فني لحاظ کان ڪنهن به طرح دنيا جي وڏن شاعرن جي شاعريءَ کان گهٽ نه آهي. سندس شاعريءَ ۾ خاص ڳالهه اها آهي ته هن هر ڳالهه کليءَ طرح چئي ڇڏي آهي ۽ ان ۾ تمام گهڻو بي باڪ ٿي ويو آهي. بقول ڪنهن شخص جي ته "جيڪڏهن شاهه جي شاعري ڪکر ۽ مينهن آهي ته سچل جي شاعري جهنگ کي باهه آهي." هتي اسان سچل جي شاعري جي صرف ٻن رخن جو مختصر جائزو وٺون ٿا:

### سچل سرمست جي صوفيانه شاعري

سچل سرمست به انهيءَ راهه جو راهي آهي، جنهن تي شاهه عنايت، شاهه ڪريم ۽ شاهه لطيف هلي چڪا هئا. پر هڪ ڳالهه ۾ انهن سڀني کان مختلف آهي. انهن سڀني تصوف جون رمزون مام ۾ چيون آهن، پر سچل سرمست بنا ڪنهن رک رکاءَ جي وڏي واڪي چئي ڏنيون آهن.

شاهه لطيف پيشنگوئي ڪئي هئي ته جيڪا ڳُني اسان چاڙهي آهي، ان جو ڍڪڻ هي لاهيندو. پر جڏهن ڍڪڻ لاهڻ جو وقت آيو ته سچل سرمست ڍڪڻ ته ڇا پر ڳُني به ڀڃي پورا ڪري ڇڏي. تصوف جي نشي ۾ ايترو ته مست ٿي ويو جو سندس ڪافر هجڻ جون فتوائون به جاري ڪيون ويون.

جيڪي شريعت جي پيروي ڪندڙ هوندا آهن، اهي خدا تعاليٰ جو راضپو حاصل ڪرڻ لاءِ جسماني عبادتون ڪندا آهن، پر اهلِ تصوف، پرين کي پسڻ لاءِ روحاني عمل مان گذرندا آهن ۽ ان وقت "ڪفر ۽ اسلام" "دين ۽ بي دين" جي فرق کي مٽائي ڇڏيندا آهن. اها ڳالهه شاهه لطيف به چئي آهي، پر ڍڪيل لفظن ۾. سچل سرمست انهيءَ ڳالهه کي وڏي واڪي بيان ڪندي چوي ٿو

اتي ڪفر نه اسلام، آهي سڄڻ کي سلام،
ڪڏهن ڏسي ڪينڪي، اهو آرانيو آرام،
مذهب مور نه مڃيان، آئون مشرف منجهه مدام،
قيد ڀڃي ظاهر ٿيان، آئون جاري پيان جام،
هادي سائين پاڻ، سچوءَ کي عشق ڪيو انعام.

سچل سرمست نظريه وحدت الوجود جو زبردست حامي هو. سندس خيال ۾ هن ڪائنات ۾ صرف هڪ ئي وجود آهي، هي جيڪا وجود جي ڪثرت نظر اچي ٿي، اها اصل ۾ هڪ ئي وجود جا مختلف روپ آهن. اهو

هڪ ئي وجود هر هنڌ حاضر ۽ ناظر آهي ۽ سندس شان اعليٰ ۽ اُتم آهي.
سچل سائين چوي ٿو:

الله الله چو ڪرين، پاڻ ئي الله ڄاڻ،
"سچو" سائين هڪڙو ناهي شڪ گمان.

سچل سرمست جي خيال ۾ واحد وجود پنهنجو روپ بدلائي هن ڪائنات جو روپ اختيار ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي جلوي کي ظاهر ڪيائين. سچل سرمست انهيءَ وجود کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو:

ڀول نہ ڀي ڪنهن ڀل، تون تہ آدم ناهين،
لڪيو ٿو لاتون ڪرين، جيئن باغ اندر بلبل.

سچل سرمست پاڻ کي بہ انهيءَ ازلي وجود جو حصو ٿو سمجهي ۽ پنهنجو پاڻ کي ٻيو ڪجھ سمجهڻ لاءِ تيار نہ آهي. هو نوري ۽ ناريءَ جي چڪر کان پاڻ کي بچائيندي چوي ٿو:

آهيان آئون اسرار،
جيڏيون مون کي ڪير ٿيون ڀانئيون،
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار.

ٻانهون ڀانءِ مَ پاڻ، تون ئي مالڪ ملڪ جو
"لاخير في عبد"، اهو اٿئي اهڃاڻ.

سچل سرمست، حسين بن منصور حلاج کان تمام گهڻو متاثر هو ۽ سندس نظريي "اناالحق" کي تمام گهڻو ڳايو اٿس. حسين بن منصور حلاج کي هڪ دفعي ڪنهن چيو "تون پيغمبريءَ جي دعويٰ ٿو ڪرين؟ منصور کيس جواب ڏنو "افسوس جو تو منهنجو شان گهٽايو آهي، آئون تہ خدائيءَ جي دعويٰ ٿو ڪريان!" سچل سرمست بہ سندس پيروي ڪندي چوي ٿو:

ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ بڻيجي،
مار نغارا اناالحق دا، سولي سر چڙهيجي،
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تان نہ اڙيجي
سبحاني مان اعظم شاني، سچو سر سليجي.

يعني، آئون اهو ئي حق آهيان ۽ منهنجو شان اعليٰ آهي.

سچل سرمست عشق کي انساني زندگيءَ لاءِ تمام اهم ٿو سمجهي ۽ چوي ٿو تہ عشق انسان جو رهبر آهي، جيڪو کيس ذات حقيقي تائين پهچائي ٿو. انسان کي جيڪڏهن ڪنهن رهبر جي ضرورت آهي تہ اهو عشق ئي آهي. فرمائي ٿو:

عشق هي امام ميرا، ديگر امام ڪيا هي،
ميخانہ مين هوا، جرعہ يا جام ڪيا هي،
بغير عشق دي، ڏوجها ڪوئي ڪمال نهين،
نهين جو عشق، تہ اي دوست تيڏا حال نهين.

عشق حقيقيءَ ۾ عاشق کي هر قسم جي قرباني ڏيڻي پوي ٿي. ايتريقدر جو عشق جي باهہ ۾ سڙي خاڪ بہ ٿيڻو پوي ٿو. سچل سرمست انهن عاشقن جي خاڪ پنهنجي اکين ۾ وجهڻ لاءِ تيار آهي. چوي ٿو:

خاڪ عاشق دي اکيان وچ، سرمہ جوڙڪي پيسيون،
عاشق سو جو سرمہ ٿيوي، ڳالهہ اُهين دي ڪيهي.
ايهي عجب جيهي.

اهلِ تصوف وٽ دنيا جون ظاهري ريتون ۽ رسمون ٽوڙڻ تمام ضروري آهي. دنيا سان گڏ هلڻ وارو شخص ڪڏهن بہ ذاتِ حقيقي کي سمجهي نہ ٿو سگهي. شريعت ۾ آهي تہ انسان خدا جو ٻانهو آهي، پر سچل چوي ٿو:

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو،
وهم سچل ڪيو ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ سهانو.

سچل سرمست بہ ٻين عارفن وانگر ظاهري علم کي ناقص چيو آهي. جيڪي ماڻهو رڳو ڪتاب ڪڇي وينا فتوائون ڏيندا آهن، انهن کي مشورو ڏيندي چوي ٿو:

قاضي ساڙ ڪتابان ڪون هڻ، مرشد ايوين فرمايا،
آپ سڃاڻ تہ تون ڪيا هيئن، عرف نفسه پرجهايا،
"سچل" راه ڪفر دا سانون، مرشد آپ بتايا.

قاضي من سچ آکان تينون، ڇوڙ مسائل مصلا،
آءِ پيوين هڪ سرڪي مئہ دي، مول نہ ٿيوين مُلا،
"سچل" جنهن حق حاصل نہ آهي، راهہ ڪون او يلا.

جڏهن هر طرف حق آهي، جڏهن هر هنڌ حق آهي ۽ جڏهن سڀ ڪجهہ حق آهي تہ پوءِ ڪيڏانهن وڃڻ جي ضرورت نہ آهي. بس ان کي ڏسڻ، پسڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت آهي. سچل فرمائي ٿو:

ڪيهي ڪعبي، ڪيهي قبلي، اهي تہ سڀ بهاني،
مين ڪيوين نيت ڪعبي دي ڪران، پير ميڏا ميخاني،
"سچل" آپ سائين فرمايا، ٿيوو حق مستاني.

ظاهر دارن تي ڪڏهن ڪڏهن تہ ايترو ڪاوڙجي ٿو پوي جو انهن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان بہ ڪونہ ٿو ڪيبائي. چوي ٿو:

عشق پيوسي زور زور، ڪٽ مليان دي نوڙ نوڙ
زيران زبران ڪيهان پڙهيوني، هن حرامي نور نور
لِک لک ڪاغذ ڪتوني ڪالي، هِن ڪتابي چور چور.

سچل سرمست ڪيترن ئي جڳهين تي خدا سان مخاطب ٿيو آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي تہ ان کي ميارون بہ ڏنيون اٿس.

خدا تعاليٰ کي چوي ٿو تہ تون ئي آهين جيڪو ازل کان وني روپ بدلائيندو ٿو اچين، ڪڏهن پيغمبر تي ٿو اچين تہ ڪڏهن امت، ڪڏهن عاشق تي ٿو اچين تہ ڪڏهن معشوق:

موسيٰ تي وت ڪيتوئي ڪشالي، آپ ڪون آپ ڏتوئي ڏڪالي،
عيسيٰ تي وت دم دي نالي، مويان نون ڦير جواندا هئين.
وچ حلاج دي ڪيتوئي نظارا، "اناالحق" دا وت ماريوئي نغارا،
ايڏون اوڏون ڪر پسارا، آپ ڪون آپ مراندان هئين.

سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ ايتري تہ بي باقي آهي جو سندس پوئلڳ ويچارا، ان جي تشريح ڪرڻ لاءِ مشڪل ۾ پئجي ويا آهن.

سچل سرمست جي حقيقي شاعري پڙهڻ کان پوءِ اسان هن نتيجي تي پهچون ٿا:

1. سچل سرمست بہ شاهہ لطيف وانگر نظريہ "وحدت الوجود" جو زبردست قائل هو.
2. ڪائنات جي هر شيءِ خدا جي وجود جو حصو آهي.
3. ذات حقيقيءَ کي سڃاڻڻ لاءِ عشق تمام ضروري آهي.
4. حق تائين پهچڻ لاءِ ظاهري علم ناقص آهي.

## سچل سرمست جي مجازي شاعري

انسان جو سونهن سان ازلي ناتو آهي. اها سونهن چاهي قدرتي نظارن جي هجي يا محبوب جي جوبن جي، انسان هميشه انهيءَ تي مست رهيو آهي. سونهن کان سواءِ انسان هميشه پنهنجو پاڻ ۾ ڪا کوٽ محسوس ڪئي آهي، ان کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ هو هميشه حسن جي ڳولا ۾ سرگردان رهيو آهي. ۽ جڏهن حسن ملي ٿو وڃي تہ ان جو لازمي نتيجو عشق ئي نڪرندو آهي، ڇو تہ عشق، حسن جو ردِ عمل آهي. جڏهن حسن پنهنجو وارَ

ڪري ٿو ۽ انسان عشق جي پنڌ جو پانڌيئڙو بنجي ٿو تہ هن دنيا ۾ ڪيئي تبديليون اچن ٿيون. انسان جي زندگيءَ سان لاڳاپيل سيئي لطيف فن، عشق جي ڪري ئي وجود ۾ اچن ٿا. اهو عشق ئي آهي جيڪو انسانن کي شاعر، سنگ تراش، مصور، سنگيت ڪار ۽ فنڪار بنائي ٿو. اهو عشق ئي آهي جنهن جي ڪري قومن جون ثقافتون وجود ۾ اچن ٿيون. اهو عشق ئي آهي، جنهن جي ڪري ڪيتريون ئي معاشرتي تبديليون اچن ٿيون. عشق، انسان کي کلڻ ۽ روئڻ سان گڏ جيئڻ بہ سيکاري ٿو ۽ انسان جي دل ۾ گداز پيدا ڪري ٿو جيڪو شاعري جو سبب بہ بنجي ٿو.

اها سونهن، سوپيا، اهو عشق جو درد ۽ فراق، اهي هجر ۽ وصل جون راحتون، اهي سڙڻ ۽ پچڻ جا تجربا، مطلب تہ اهي سڀ وارداتون جيڪي عاشق تي ٿين ٿيون، اهي شاعري جو روپ وٺي، ٻين انسانن کي بہ انهن جهانن جو سير ڪرائينديون آهن.

سچل سرمست جي مجازي شاعري بہ انهن سڀني ڳالهين سان ڀرپور آهي. سندس سموري ڪلام، خاص ڪري ڪافين ۾ حسن جي تعريف، درد جون دانهون، وڇوڙي جا ورلاپ ۽ عشق جي باھ جا اُلا نمايان نظر ايندا.

انسان جڏهن مجازي عشق جي آڙاھ ۾ پچي راس ٿئي ٿو تڏهن هو حقيقي عشق ڏانهن قدم وڌائيندو آهي.

سچل سرمست بہ حقيقي عشق جي منزل تي پهچڻ کان اڳ، مجازي عشق جي گهاٽي ۾ پيڙيو ويو جنهن کيس تمام گهڻو ايذاءُ ڏنو جنهن جو عڪس اسان سندس شاعري ۾ ڏسي سگهون ٿا.

مجازي عشق جي شروعات گهڻو ڪري پرينءَ جي جلوي پسڻ سان ٿيندي آهي ۽ ان ۾ سيني کان پهرين، انسان اکين کان متاثر ٿيندو آهي. سچل کي بہ پنهنجي پرينءَ جي اکين حيران ڪري ڇڏيو:

انهن جادوگر اکين بيران ڪيوسي،
انهن نيڻن سندي نازن، حيران ڪيوسي.

سچل جڏهن انهيءَ حيرانگي مان نڪتو تہ کيس خبر پئي تہ سندس ساھ تہ سوگهو ٿي چڪو آهي! انهيءَ حقيقت جي انڪشاف سچل کي زارو زار روئڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو:

چشمن جي چمڪار، ساھ منهنجو سوگهو ڪيو.
ويهي واٽڙين تي، روئان زار و زار،
هوت اچج هيڪار، اڱڻ آسروند جي.

سچل جڏهن پنهنجي پرينءَ کي چڱي طرح ڏٺو تہ هن کي اها خبر پئي تہ اکين سان گڏ ٻي بہ ڪا شيءِ آهي. جيڪا دل کي سوگهو ڪري ٿي:

اکيان ڪنديان, ابرو ڪنديان, وال ٻيي ڪنديي ڪنديي,
ڪڏان ڪڏان ڇتڪا ڇڙيندي, مارسيه اتون منديي

جڏهن عاشق اکين جي انگ ۾ اڙندو آهي تہ هن کي پنهنجي دل تي ڪوئي اختيار نہ رهندو آهي ۽ هر وقت پرينءَ جا پور پچائيندو رهندو آهي. سندس ياد جيءَ کي ايترو جهوريندي آهي جو ماڻهو پنهنجا سڀ هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيندو آهي:

حُج ڦٽي ڪيم هاڻي,
ماريس تنهنجي ماڻي, الله ڄاڻي,
ويئي ڏسان واٽ اوهان جي,
آئون ٻُلي ٻاڻي, الله ڄاڻي,
راتيان ڏينهان يار سڄڻ ميان,
تن توئي ڏي تاڻي, الله ڄاڻي.

جڏهن عاشق جي دل ڪسجي ويندي آهي تہ سندس سک ۽ آرام ڦٽي پوندو آهي, بي چيني ۽ بي قراري ايتري وڌي ويندي آهي, جو اکين مان آب جاري ٿي ويندو آهي. سچل پنهنجي ڪيفيت هيئن ٿو بيان ڪري:

ڍوليا تولئہ ڍٽ ۾, آئون وتان ويڳاڻي,
راتو ڏينهان اوتيان, پنبڻين مان پاڻي.

ويئي ڪڙهان ڪاڪ تي, آڻيندوءِ الله,
گهڙي اوهان جي ٿي گهران, ڇٽ اوهان جي ڇاه.

سچل پنهنجي محبوب جو انتظار بہ ڪندو رهيو ۽ جُدائي ۾ بہ جلندو رهيو جڏهن فراق جي ڦٽن جو عذاب سهڻ کان وڌيڪ ٿي ويو تہ سچل اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳو:

ڦٽ فراق جا روز ڦٽن ٿا, چاڪ اندر جا روز چڪن ٿا,
سي تہ محبت جون آهن مارون مارون
درد منجهارون مون دانهون ڪيڙون,
عرش عظيم کان لنگهي پار پيڙيون
يار سچل جون اوچنگارون, اوچنگارون,

جڏهن انسان, عشق جي انتها تي پهچندو آهي تہ هُو پنهنجو سڀ

ڪجهہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. مال ملڪيت، سر ۽ ساهہ قربان ڪرڻ سان گڏ هُو پنهنجي آزادي بہ قربان ڪري ڇڏيندو آهي. آزادي، جنهن کي دنيا جي عظيم نعمت چيو ويو آهي ٿو اها بہ سچل جي اڳيان ڪا حيثيت نہ ٿي رکي. هن لاءِ سڀ ڪجهہ پنهنجو پرين آهي. چوي ٿو:

ٻانهن جي آئون ٻانهي آهيان، ساري سڀ چمار،
هيءُ سر صدقي توتان، تو تئون، سسي ساڻ ڪپار.

سچل پنهنجي وقت جو وڏو عالم پڻ هو. هن پين علمن حاصل ڪرڻ سان گڏ، انسانن جي تاريخ بہ پڙهي هئي. سڀ کان وڌيڪ متاثر انهن ماڻهن کان ٿيو هو جن محبت جي ميدان ۾ پنهنجو سڀ ڪُجهہ لٽائي ڇڏيو هو. پنهنجي شاعري ۾ انهن مانجهي مردن جو ذڪر ڏاڍي سوز سان ڪيو اٿس:

"ڪيئي سر ساهہ ساجن لئي، مٿي سوريءَ سهايا ها،
ورهہ جي واٽ تي ويرن، ڪلهن ڪئون ڪنڌ ڪپايا ها،
تتي موٽڻ جو مهڻو هو، وڏي ڪنهن تاوَ تايا ها،
مٿا ميخاني تي مستن، وتيءَ جي وٽ وڍايا ها،
سڻو هن نينهن جي نعري، گهڻن جا سر گنوايا ها،
"سچو" تون صدقي ٿي تن تئون، جن هي رنگ لايا ها."

سچل جڏهن مجازي عشق جو اٽانگو سفر طئي ڪري، حقيقي عشق ڏانهن قدم وڌايو تہ هن کي هر طرف محبوب ئي محبوب نظر آيو. هن کي ڪيڏانهن وڃڻ جي ضرورت ئي نہ پئي. ورهہ ۽ وڇوڙي جا سُور ويندا رهيا ۽ پاڻ طالب جي بجاءِ مطلوب بنجي ويو!

هِت هُت آهي صُورت منهنجي، ٻاهہ نہ ڪو پيو ٻاهيان،
پنهنجو پاڻ ئي سان يار، "سچو" ڙي نيهن اهو ئي لاهيان.

# ڪجهہ عروضي شاعر

## خليفو گل محمد گل هالائي

سنڌي غزل ۾ خليفي گل جي حيثيت هڪ باني ڪار شاعر واري آهي. سندس جنم 1808ع ۾ ٿيو جڏهن تہ هن 1855ع ۾ وفات ڪئي. هو عربي ۽ فارسيءَ جو وڏو ڄاڻو هو ۽ سندس خاندان پڻ وڏو علم جو صاحب هو. جيتوڻيڪ گل کان اڳ ئي غزل جي شروعات ٿي چڪي هئي پر خليفي گل ئي ان جا صحيح معنيٰ ۾ خد و خال واضح ڪيا ۽ ان کي هڪ وڌيڪ معياري ۽ بهتر رنگ روپ ڏنو. بقول

شيخ عبدالرزاق راز جي تہ ”غزل ۾ هن خالص سنڌي قدرن کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ غزل ۾ فارسيت جي بدران سنڌيت کي ڪم آندو آهي. سنڌي ماحول، سنڌي ثقافت ۽ سنڌي مزاج کي غزل ۾ سموهڻ جي هڪ وڏي ڪوشش ڪئي آهي. اجنبيت ۽ غيريت متائڻ جو سعيو ڪيو آهي. حيثيت جي اعتبار کان تہ غزل فارسي هيئت جي مطابق آهي، پر فڪري ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان سندس غزل سنڌيت جي بلڪل قريب آهن.“ گل هڪ لحاظ کان غزل جي روايتي گهاڙيٽي کي تہ نہ ڇيڙيو پر ان جي ٻوليءَ کي ضرور متايو ۽ ان ۾ سنڌي رنگ پيدا ڪرڻ جي ڀرپور شعوري ڪوشش ڪئي. جيتوڻيڪ هو ان جي شروعات ڪندڙ هو تنهن ڪري هو سنڌي غزل کي مڪمل سنڌي بڻائڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو ۽ ڪٿي ڪٿي هن پاڻ بہ فارسي ترڪيبون ۽ تشبيهون ڪم آنديون آهن.

ڏسڻ سان تنهنجي اي باغِ حسن مون کي سِرئا ٿي گل
تنهنجو مک گل، زلف سنبل، منهنجي دل جيئن گلِ لالہ.

....

تنهنجي ڏني بُت بحر ٿيو منجهہ شوق شادي شهر ٿيو
ٿيا ذوق حاصل جانِ من، دلڙي کلي ٿي باغ باغ.

گل جي غزل جو هڪ اهم ۽ سڀ کان اهم پاسو اهو ئي آهي، تہ هن غزل جي روايتي اصطلاحن، ترڪيبن ۽ مزاج کي تبديل ڪيو. ان کان علاوه هن غزل جي اهم خوبي تغزل کي بہ قائم رکيو جنهن سان غزل جي نفاست ۽ ترنم جو حسن بہ برقرار رهيو. غزل کي سنڌي مزاج مطابق بڻائڻ واري گل جي پهرين وک کي منزل تائين وٺي وڃڻ جو ڪم اياز ڪيو ۽ هن غزل جي مزاج کي بلڪل ۽ قطعي بدلائي ڇڏيو.

گل سنڌيءَ جو پهريون صاحبِ ديوان شاعر هجڻ ڪري بہ سنڌي غزل جي روايت ۾ نهايت اهم آهي. هن فارسي ۽ عربيءَ بجاءِ خود سنڌي الف-ب جي اکرن تي رديف قائم ڪيا ۽ انهن مطابق ديوان تيار ڪرڻ جو ڪارنامو ڪيو. جيتوڻيڪ هن اصلاحي ۽ اخلاقي موضوعن کي بہ غزل جو حصو بڻايو آهي، پر هن غزل جي ڪلاسيڪل موضوعن عشق ۽ تصوف کي ئي مرڪزي حيثيت ڏني.

## آخوند محمد قاسم

آخوند قاسم علم عروض تي مڪمل دسترس رکندڙ شاعر هو. پاڻ 1806 ۾ پراڻن حالن ۾ پيدا ٿيو ۽ 1881ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين. سنڌ جي روايتي

عروضي شاعرن ۾ هن کي خليفي گل کان پوءِ سڀ کان اهم شاعر طور ليکيو ويجي ٿو. ڪن عالمن جو تہ خيال آهي تہ آخوند قاسم کي خليفي گل کان بہ وڌيڪ علم عروض جي نزاڪتن جي خبر هئي. هن جي شاعريءَ جو پڻ ديوان شايع ٿيل آهي، جنهن کي "ديوانِ قاسم" جي نالي سان سڏجي ٿو. هيءَ ديوان سڀ کان اول 1875ع ۾ شايع ٿيو. سندس ديوان کي مرزا قليچ بيگ پڻ نئين سر مرتب ڪيو. جنهن جي خاص خوبي يا انفراديت اها آهي تہ مرزا صاحب پنهنجي مرتب ڪيل هن ديوان ۾ غزلن جا وزن پڻ ڄاڻايا. جڏهن تہ هن شرح بہ لکي آهي. آخوند قاسم جو غزل ان حوالي کان بہ گهڻي اهميت رکي ٿو تہ ان ۾ مڪمل استادانہ رنگ جون جهلڪيون ملن ٿيون ۽ ڄاڪاڻ تہ هي غزل جي ابتدائي شاعرن مان هڪ اهم شاعر جا غزل آهن. ان حوالي سان انهن جي حيثيت بہ بنيادي نوعيت جي آهي. هن جي غزل جي خوبين ۾ بندش جي پختگي، ٻوليءَ جي فارسي آميزي، غزل جي روايتي اخلاقي ۽ نصيحت آميز موضوعن جو نياءُ، عشق محبت جي معاملن جي گهڻ رنگائي شمار ڪري سگهجن ٿيون. هن جي حوالي سان شيخ عبدالرزاق راز لکي ٿو تہ"موضوعاتي اعتبار کان قاسم گل جو رنگ اختيار ڪيو آهي، پر وٽس نہ گل جهڙي جذبات جي شدت آهي ۽ نہ وري عشق مجازي جو پراثر تصور. قاسم وٽ فڪر جي گهرائي گهٽ نظر ٿي اچي. قاسم جي شاعري ۾ عموماً جذبات، احساسات، ۽ ڪيفيات جو عنصر گهٽ آهي، جنهن ڪري منجهس فڪري بلندي جي گهٽتائي محسوس ٿئي ٿي. سندس شعر ۾ ڪاريگري جو نمونو وڌيڪ آهي ۽ ان ڪري منجهس ٽيڪنڪ ۽ فني اصولن جي پختگي نظر اچي ٿي. "

قاسم جي غزل ۾ جيڪا حسناڪي ۽ سونهن آهي، ان جا هونئن تہ ڪئين رنگ آهن، پر ڪجهہ رنگ هنن شعرن مان بہ پسي سگهجن ٿا:

اڄ مروت ۽ وفا، منجهہ آدمين آهي الپ،
پڻ صداق ۽ صفا، منجهہ آدمين آهي الپ.

## غلام محمد شاهہ گدا

سنڌيءَ جي عروضي شاعرن ۾ هڪ اهم نالو غلام محمد شاهہ گدا جو بہ آهي. هو 1826 ۾ پيدا ٿيو ۽ 1905ع ۾ ڏٽيءَ کي پرتو. هن جو پڻ هڪ ديوان "ديوانِ گدا" جي نالي سان ڇپيل آهي، جيڪو سنڌيءَ جي هڪ ٻئي مشهور شاعر رشيد احمد لاشاريءَ سهيڙيو آهي. گدا سنڌيءَ سان گڏ اردو ۽

فارسيءَ ۾ بہ ڪلام چيو آهي، پر هن جي اهم سڃاڻپ هن جا غزل آهن، جن ۾ تغزل جو رنگ پوري جوڀن تي آهي. هن کي غزل جي روايتي عروضي رنگ وارن شاعرن ۾ هڪ اهم شاعر طور ليکيو ويجي ٿو. هن جي ڪلام ۾ فارسي لفظ ۽ اصطلاح بہ آهن، پر پوءِ بہ سلاست کي محسوس ڪري سگهجي ٿو. هن جو شعر پنهنجي صاف گوئي ۽ ابلاغ سبب گهڻو اثرائتو آهي.

اسان ڪيو عشق جو اظهار پنهنجن ۾ پراون ۾
اسان ڪيو عقل جو انڪار پنهنجن ۾ پراون ۾.

گدا جي غزل ۾ ڪيفيتن ۽ داخلي حالتن جا ڪئين سهڻا چٽ چٽيل ملندا. ٻئي طرف هن جي تخيل ۾ جيڪا رنگيني آهي، سا ورلي شاعرن وٽ ملندي

## مير عبدالحسين سانگي

مير عبدالحسين سانگي سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران مير نصير خان جو پوٽو هو. هي 1851ع ۾ بنگال ۾ ڄائو هو ۽ 1924ع ۾ گذاري ويو. هو سنڌي غزل جي انهن ٿورن شاعرن مان هڪ آهي، جن کي هر دور ۾ ياد رکيو ويندو. سانگي عملي طور تي تہ بادشاهہ گهراڻي سان تعلق رکندڙ هيو ئي، پر غزل ۾ بہ هن جي بادشاهي قائم رهي. هن کي سنڌي غزل جي شڪل صورت واضح ڪرڻ ۽ ان کي هڪ ڀرپور شخصيت عطا ڪرڻ جو شرف حاصل آهي.

سانگي غزل جو باڪمال شاعر هو. هن غزل جو گهاڙيٽو تہ ساڳيو فارسي وارو رکيو پر ان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ماحول استعمال ڪيائين.

سانگي پنهنجي غزلن ۾ عشق جي آڙاهہ ۾ سڙندو نظر اچي ٿو. هن عشق جون منزلون ڏاڍيءَ بي باڪيءَ سان سر ڪيون. چوي ٿو:

ادا حضرتِ عشق جي نوڪريءَ ۾،
ڏناسون ڏکيا امتحان ڪهڙا،
جڏهن حسن جي فوج جي ٿي چڙهائي،
ويا خاڪ ٿي خاندان ڪهڙا ڪهڙا.

هن غزل ۾ دنيا جي بي ثباتيءَ جو بہ ذڪر ڪيو آهي، پر ان ۾ نج سنڌي اصطلاح ڪم آندا اٿس. پنهنجي دل جي حالت بيان ڪندي چوي ٿو:

دردن• ڪئي ڏوم ڏام دل ناتوان تي،
صدما هزار منهنجي رسيا آهن جان تي،
واچوڙي وانگي ڦرندو وتان آئون روز و شب،
آهيان ڪڏهن زمين تي ڪڏهن آسمان تي.

عشق ۾ انسان اڻ سهو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن سندس محبوب ڪنهن ٻئي سان ٿورو به کلي ڳالهائيندو آهي ته اندر ۾ اُلا ٻرڻ شروع ٿي ويندا آهن ۽ دل شڪ ۽ گمان ۾ پرجي ويندي آهي. سانگي هن صورتحال تي لکي ٿو:

رقيبن سان جڏهن، گفتگو ڪئي تي دلبر،
اٿيا تڏهن دل تي، گمان ڪهڙا ڪهڙا.

سانگي جانب جي جدائي کان پهرين پرين سان گڏ گهاريو هو. ان وقت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

دلربا گهر ۾ هو ته سيڪي هو،
نازنين پر ۾ هو ته سيڪي هو.

پر جڏهن پرين ڪانئس جدا ٿي ويو ته سانگيءَ جو سک به ڦٽي پيو ۽ بي قراري وڌي ويس. چوي ٿو:

برهه ۾ بي قرار آهيون،
درد تنهنجي کان داغدار آهيون.

جڏهن سانگيءَ جي دل جي بي قراري اُتي پهتي، جو ماڻهو کيس ”چريو چريو“ چوڻ لڳا ته هن کي ان ڳالهه تي ڪوبه افسوس نه ٿيو. هن چيو ته دنيا جا جيڪي وڏا ڏاها ماڻهو هئا، اهي به انهيءَ ساڳي ڪيفيت مان گذري چڪا آهن. جنهن مان آئون گذري رهيو آهيان. ڏاهن جي باري ۾ چوي ٿو:

نظامي و جامي، و حافظ ۽ صائب
ٿيا حسن جا مداح خوان ڪهڙا ڪهڙا.

هن پنهنجي خواهش ظاهر ڪئي ته هن کي ڪنهن ٻي شيءِ جي ضرورت نه آهي، هن کي صرف هڪڙي شيءِ جي گهرج آهي اها هيءَ آهي:

هن عالم اسباب ۾ مستن وٽ موجود،
سڀ سور جو سامان هجي، بس پيو نه هجي ڪو
جنهن لاءِ سڪان ٿو ۽ سڙان ٿو ۽ پچان ٿو
مون ساڻ سو جانان هجي، بس پيو نه هجي ڪو.

سانگيءَ جي غزل ۾ نه صرف فني پختگي آهي، پر فڪر جي گهرائي پڻ آهي. ان کان علاوه سندس غزل ۾ جيڪا رواني ۽ فصاحت و بلاغت آهي اها ڪافي متاثر ڪندڙ آهي. انهيءَ جو سبب اهو آهي جو هن ايراني ماحول بجاءِ سنڌي ماحول کي پيش ڪيو.

سانگيءَ غزل ۾ جيڪا جدت پيدا ڪئي، انهيءَ اڳتي هلي نيون

روايتون قائم ڪيون. هن ڪانپوءِ ايندڙ ڪيترن ئي غزل گو شاعرن سندس انداز اختيار ڪيو ۽ غزل کي نئين رنگيني ۽ دلڪشي بخشيائون.

ادا حضرت عشق جي نوڪريءَ ۾،
ڏناسون ڏکيا امتحان ڪهڙا،
جڏهن حسن جي فوج تي چڙهائي،
ويا خاڪ تي خاندان ڪهڙا ڪهڙا.

هن غزل ۾ دنيا جي بي ثباتيءَ جو بہ ذڪر ڪيو آهي. پر ان ۾ نج سنڌي اصطلاح ڪم آندا اٿس. پنهنجي دل جي حالت بيان ڪندي چوي ٿو:

دردن ڪئي ڏوم ڏام، دل ناتوان تي،
صدما هزار منهنجي رسيا آهن جان تي،
واچوڙي وانگي ڦرندو وتان آئون روزو شب،
آهيان ڪڏهن زمين تي ڪڏهن آسمان تي.

عشق ۾ انسان اڻ سهو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن سندس محبوب ڪنهن ٻئي سان ٿورو بہ کلي ڳالهائيندو آهي تہ اندر ۾ اُلا ٻرڻ شروع ٿي ويندا آهن ۽ دل شڪ ۽ گمان ۾ پرجي ويندي آهي. سانگي هن صورتحال تي لکي ٿو.

رقيبن سان جڏهن، گفتگو ڪئي تي دلبر،
اٿيا تڏهن دل تي، گمان ڪهڙا ڪهڙا.

سانگي جانب جي جدائي کان پهرين پرين سان گڏ گهاريو هو. ان وقت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

دلربا گهر ۾ هو تہ سيڪي هو
نازنين ير ۾ هو تہ سيڪي هو.

پر جڏهن پرين ڪائنس جدا ٿي ويو تہ سانگيءَ جو سک بہ ڦٽي پيو ۽ بي قراري وڌي ويس. چوي ٿو:

برهہ ۾ بي قرار آهيون،
درد تنهنجي کان داغدار آهيون.

جڏهن سانگيءَ جي دل جي بي قراري اُتي پهتي، جو ماڻهو کيس "چريو چريو" چوڻ لڳا تہ هن کي ان ڳالهہ تي ڪوبہ افسوس نہ ٿيو. هن چيو تہ دنيا جا جيڪي وڏا ڏاها ماڻهو هئا، اهي بہ انهيءَ ساڳي ڪيفيت مان گذري چڪا آهن، جنهن مان آئون گذري رهيو آهيان. ڏاهن جي باري ۾ چوي ٿو:

نظامي و جامي، و حافظ ۽ صائب
ٿيا حسن جا مداح خوان ڪهڙا ڪهڙا.

هن پنهنجي خواهش ظاهر ڪئي تہ هن کي ڪنهن بہ شيءِ جي ضرورت نہ آهي، هن کي صرف هڪڙي شيءِ جي گهرج آهي اها هيءَ آهي:

هن عالم اسباب ۾ مستن وٽ موجود.

سڀ سور جو سامان هجي، بس بيو نہ هجي ڪو
جنهن لاءِ سڪان تو ۽ سڙان تو ۽ پچان تو
مون ساڻ سو جانان هجي، بس بيو نہ هجي ڪو.

سانگيءَ جي غزل ۾ نہ صرف فني پختگي آهي، پر فڪر جي گهرائي پڻ آهي. ان کان علاوه سندس غزل ۾ جيڪا رواني ۽ فصاحت و بلاغت آهي اها ڪافي متاثر ڪندڙ آهي. انهيءَ جو سبب اهو آهي جو هن ايراني ماحول بجاءِ سنڌي ماحول کي پيش ڪيو.

سانگيءَ غزل ۾ جيڪا جدت پيدا ڪئي، انهيءَ اڳتي هلي نيون روايتون قائم ڪيون. هن کانپوءِ ايندڙ ڪيترن ئي غزل گو شاعرن سندس انداز اختيار ڪيو ۽ غزل کي نئين رنگيني ۽ دلڪشي بخشيائون.

# ڪجھ جديد شاعر

## شيخ اياز (1997-1923)

سنڌ ڌرتيءَ کي اهو فخر حاصل آهي تہ ان هميشہ اهڙين عظيم ۽ مهان شخصيتن کي جنم ڏنو آهي، جن پنهنجي شخصيت کي وساري، سندس سينڌ سجائي آهي. هن ڌرتيءَ جي ڪک هميشه سائي رهي آهي ۽ هر دؤر ۾ منجهانئس مانجهي مرد جنم وٺند ارهيا آهن.

شيخ اياز سنڌ ڌرتيءَ جي، ويهين صديءَ جي، وڏي ۾ وڏي ادبي تخليق آهي. اسان کي جيترو فخر سنڌ ڌرتيءَ تي آهي، اوتروئي سندس تخليق تي بہ آهي.

سنڌي ٻولي ۽ شاعريءَ تي شيخ اياز جو وڏو احسان اهو آهي جو هن، ان کي دقيانوسي ۽ قديم روايتن کان نجات ڏياري، ان ۾ جدت پيدا ڪئي ۽ ان کي نوان رنگ ۽ روپ بخشيا.

سندس شاعري موضوعي توڙي معنوي لحاظ کان گهڻ پاسائين آهي. هن تمام گهڻن موضوعن تي لکيو آهي ۽ ڀرپور انداز سان لکيو آهي. سندس شاعريءَ تي تبصرو ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي تحقيق ۽ وقت جي ضرورت آهي. هتي صرف سندس ٽن اهم موضوعن تي مختصر تبصرو ڪجي ٿو:

## سنڌس شاعري ۾ رومانيت

شيخ اياز رومانيت جو اعليٰ پايي جو شاعر آهي. محبت کان سواءِ تہ هن دنيا ۾ ٻيو ڪجهہ آهي بہ ڪونہ. هو جيڪڏهن ڌرتي جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ ان ۾ محبت ئي آهي، جڏهن قوم جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ ان ۾ بہ محبت آهي. مطلب تہ سنڌس شاعري جو سرچشمو محبت ئي آهي. هڪ هنڌ لکي ٿو:

"جنهن محبت نہ ڪئي، سو اي اياز زندگي جي گنهگارن مان آ."

هن تہ خدا کي سڃاڻڻ لاءِ بہ پنهنجي محبوب جي حسن کي ذريعو بنايو آهي. چوي ٿو:

"اسان سوال ڪيو هو، خدا بہ آهي ڇا؟
اوهان جو حسن، انهيءَ جو جواب آ سائين."

سنڌس روماني شاعري تہ تبصرو ڪندي محترم امير علي چانڊيو لکي ٿو "اياز پنهنجي روماني شاعريءَ ۾ پنهنجي ڦوهہ جواني جي جذبن جو اظهار نهايت خوبصورت انداز ۾ ڪيو آهي. پوءِ اهو خواه غزل هجي، نظم هجي يا گيت هجي. اياز نهايت فنڪاريءَ سان ۽ خوبصورت انداز ۾ سنڌي شاعري ۾ Taboo جي پابندين کي جهنجهوڙيو آهي. اهڙي قدم کڻڻ لاءِ هو ڪو Vulgar نٿو ٿئي، بلڪ روايت جو هڪ تسلسل آهي، جنهن کي ڪٿي هُو اڳتي هلي ٿو. ليڪن روايت جي اهڙي تسلسل کي ورتڻ لاءِ جيڪو ڏانوَ گهرجي، سو اياز وٽ ڀرپور انداز ۾ ملي ٿو ۽ هُو ان کي ڀرپور انداز سان نڀائي ٿو. اها ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ آهي جو اياز روايت کي نئون روپ بہ ڏئي ٿو ۽ ان ۾ جدت بہ پيدا ڪري ٿو. هو اوپرن ۽ ڌارين لفظن جي بدران مقامي ۽ مانوس لفظ ڪتب آڻي ٿو."

هيٺيون شعر سنڌس انهيءَ ڳالهہ کي ثابت ڪري ٿو:

"رات اسان رابيل سنگهي سين، هن جي تن سان پيٽ ڪئي سين،
رنگ روپ ۾، ون واس ۾ منڙو يار "اياز" مٺيرو."

اياز جي عمر جو ڪوبہ حصو محبت جي خوشبو کان خالي نہ رهيو. محبت کي زندگيءَ لاءِ تمام ضروري سمجهيو اٿس. چوي ٿو:

"ڪنهن ڪاريءَ ڇڳ تي رات ڪٽي، ڪنهن ڳاڙهي ڳل تي ٻاک ڦٽي،
ائين وقت ڪٽيو ائين عمر لٽي، سڀ سانگ سڄايو آ پيارا."

شيخ اياز جي روماني شاعري، محبت جي قديم ۽ جديد تصور جو حسين امتزاج آهي. تصوف ۾ مجازي محبت کي حق تائين پهچڻ ۽ پاڻ

سُجاڻڻ جو ذريعو سمجهيو ويندو آهي. شيخ اياز به اها ساڳي ڳالهه ڪندي چوي ٿو:

"هاڻ آئون به تون، لٿو مون تان مامرو
تون ئي پنهنجي پنڌ ۾، آهين هوت پنهون،
تون ئي پير پٺون، تون ئي ڏونگر ڏورئين."

يا وري سر سهڻي ۾ چوي ٿو:

"ڇا مون پنهنجي پاڻ ڪي، تو ۾ سڃاتو؟
منهنجو توسان سانورا، ننهن ننهن جو ناتو
مون توکي پاتو، يا مون پاتو پاڻ ڪي؟"

شيخ اياز روايتي محبت جو قائل هوندي به محبت جي جديد تصور کي اپنايو آهي ۽ ان کي تمام گهڻو ڳايو اٿس.

اياز جو محبت جو جديد تصور سگمنڊ فرائڊ (Sigmund Freid) جي نظريي مطابق آهي، جنهن ۾ جنس (Sex) کي محبت ۾ تمام گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي. (جنس کان بغير محبت جي تصور کي "افلاطوني محبت" (Platonic Love) چيو وڃي ٿو هن نظريي جو قائل هجڻ جي ڪري شيخ اياز جو محبوب هڪ عام عورت آهي، جيڪا سونهن ۽ سوڀيا ۾ ته سيني کان سرس آهي، پر ڪنهن ٻئي ستاري جي مخلوق نه ٿي لڳي. ان ڪري اياز ان لاءِ عام فهم ۽ نيون تشبيهون استعمال ڪيون آهن.

هن جديد تصور ۾ جسماني خوبصورتي، انساني امنگون، ۽ جنسي تشنگي وغيره اهم جاءِ والارين ٿيون. اياز ويهين صديءَ جي شاعر هجڻ جي حيثيت ۾ انهن تصورن کي نه صرف اپنايو آهي، پر انهن کي سنڌي ٻوليءَ ۾ روشناس ڪري محبت جي دقيانوسي قدرن کي پڻ جهنجهوڙيو آهي. سندس هي سٽون انهيءَ ڳالهه جو ثبوت آهن:

"ڇَپَ ڇُميءَ لئه ايريا، سامهون آهي چوٽيئن چنڊ،
ڪهڙو سُندر سپنو آهي، جيون جو سپنو."

"تنهنجي ڇاتي آتي آتي، نيڻ به تنهنجا نيند،
دانهون دانهون تنهنجون ٻانهون، پيار پلين ٿي ڇو؟"

هتي اياز پنهنجي محبوب جي جذبن جو اظهار ائين ڪيو آهي، جڻ ته انساني عضوا به ڳالهائيندا آهن. اهي جذبن جي شدت کان بي تاب آهن، جڻ ته اهي ازل کان پياسا آهن ۽ اڄ اُجهاڻڻ لاءِ آتا آهن.

جنس (Sex) انساني زندگي ۾ بنيادي اهميت جي حامل آهي. هن جذبي کي مطمئن ڪرڻ بہ ايترو ئي ضروري آهي، جيترو بک ۽ اُڃ کي ختم ڪرڻ. جيئن بک ۽ اڃ تي مڪمل ضابطو محال آهي، تيئن هن جذبي تي بہ مڪمل ضابطو ممڪن نہ آهي. ان تي جيتريون پابنديون وڌيون ويندڀون آهن، اهو اوترو ئي وحشي ٿي ويندو آهي. اياز هن حقيقت کي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڏاڍي بي باڪي سان نروار ڪيو آهي. چوي ٿو:

"جهليم هن کي جهول ۾، وجهي ڳچيءَ ڳٽ،
لهي ويس لڄ پري، لبن مٿان لٽ،
پرين سارو پٽ، ڇهي ڇهان ڪيترو."

"پيارينم پنهنجي اکين مان شراب،
چُني ڏنيم پنهنجي چپن مان گلاب."
"نہ آ ڪو حسين جسم جهڙو ثواب،
گهنگهار آهيان، مگر لاجواب."

اياز پنهنجي محبوب جي جسماني خوبصورتي ۽ ميلاپ جو ذڪر ڪرڻ وقت بہ جماليات جو خاص خيال رکي ٿو. هن وٽ جنس براءِ جنس نہ آهي، پر جنس بہ هڪ آفاقي حسن جو جلوو آهي. سندس هيٺين سٽن ۾ جنسيات ۽ جماليات جو حسين سنگم آهي:

"ڪارا ڪڪر اڀ ۾، وسڪارو ۽ وڄ،
منهنجا مٺڙا هن گهڙيءَ، ڇاتيءَ کان نہ ڇڄ،
مون سان بيهي ڀڄ، برساتين ۾ بره جي."

"ميهر تنهنجا هٿ، ڇڪن ساهہ سرير مان،
مون ۾ ڇيد ڇهاوَ سان، آڏيءَ رات آڪٽ،
وره انوکي وٿ، جهبڙ سان جرڪي پوي."

اياز مجازي محبت کي، دنيا جي هر قيمت کان اُتم سمجهيو آهي. هن وٽ پرينءَ جو شباب هجي، چنگ وَ رباب هجي، پوءِ هن کي دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ جي پرواهہ نہ آهي:

"هر حقيقت کان مٿي آهي مَجاز
هر عبادت کان چڱو آهي شباب."

"هان ڪٿو ساري خُدائي پئي اٿوَ
مون ڪنيو آهي، نقط چنگ وَ رباب."

## سنڌس شاعري ۾ وطن دوستي

شيخ اياز جي شاعري جو ڳچ حصو معروضي حالتن جي ڪري وجود ۾ آيو. هن هر دؤر ۾ سنڌ سان ظلم ٿيندي ڏٺو. ڪڏهن سنڌ جي وسيلن جي ڦرلٽ ڪئي ويئي تہ ڪڏهن سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جون سازشون ڪيون ويون. وَن يونٽ جي زماني ۾ تہ انتها ٿي ويئي، جنهن بہ سنڌ جو نالو ٿي ورتو ان کي غدار ۽ اسلام دشمنيءَ جا لقب ٿي مليا. ون يونٽ جي خلاف جدوجهد ڪندڙن کي جيلن ۾ بند ڪري، مٿن ٽارچر ڪيا ويندا هئا. انهيءَ صورتحال شيخ اياز کي تڙپائي ڇڏيو ۽ هن آزاديءَ جا گيت وڏي واڪي ڳائڻ شروع ڪيا. چوي ٿو:

"هي ماٺهو وِهہ جو ڍڪ ٿيا، جيئن لُڪ لڳي تيئن رُڪ ٿيا،
اڄ آزاديءَ جي نعري سان، سڀ درد ويا دلگيرن جا"

سنڌ کي هيسائڻ لاءِ جڏهن ڪات ڪهاڙا اُڀا ٿيا تہ اياز چيو:

"ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ، پوءِ بہ نعرا نينهن جا،
سنڌڙيءَ جو سوڳنڌ، مرنداسين پر مُرڪندي"

اهڙي صورتحال ۾ ڪئين ڪونڌر ڪسجي ويا ۽ ڪئين گهوٽ گهايل ٿيا تہ اياز چيو:

"آ مهڪ هوا ۾ مينديءَ جي، سي گهوٽ اڄن ٿا، گهايل ٿي،
جي لال لهو ۾ ليٽڙ جي، اڄ رُت جي ريت نڀائن ٿا."

اهڙي ماحول ۾ ڪافي حد تائين ماٺار ٿي ويئي. گيتن جي گونجار بند ٿي ويئي، مانجهين جي للڪار بند ٿي ويئي، پر اياز جي گفتار بند نہ ٿي ۽ چيائين:

"اجان رُڃ مان رڙ اچي ٿي، اچي ٿي،
متان ائين سمجهين، مُئا مور سارا."

نيٺ جدوجهد رنگ لاتو ۽ ون يونٽ جو بند ٽُٽو فتح عوام جي ٿي، جن وڏيرن ۽ پيرن ون يونٽ نهڻ لاءِ تجويزون ڏنيون هيون، انهن جي دانگي لهي ويئي ۽ شيخ اياز چيو:

"اڄ لال لهوءَ جي سرگرم تي، ٿي ڌرتي منهنجي رقص ڪري،
منهن هيڊ ٿيا غدارن جا، بي شرم وڏيرن پيرن جا."

"هڙ دوڪي جي ديوار ٽٽي، ان جي سر سر سان نہ ملي،
اڄ ٻوڙي هرڪو ديوانو ٿو ڪولي بند اسيرن جا."

اياز جي شاعريءَ جو اتساهہ سنڌ ۽ سنڌي عوام آهي. هو سنڌ سان بي انتها محبت ڪري ٿو. سنڌ جي مٽي، سنڌ جون ڍنڍون، سنڌ جا جبل، سنڌ جا پکي، سنڌ جا ماڻهو مطلب تہ هر اها شيءِ جنهن جو تعلق سنڌ سان آهي، اها اياز جي شاعريءَ جو اهم موضوع آهي. سنڌ کي عبادت جي حد تائين چاهي ٿو لکي ٿو:

"سنڌ ديس جي ڌرتي ماتا، توتي پنهنجو سيس نمايان، مٽي ماٿي لايان،
ڪينجهر ڪان ڪارونجهر تائين، توکي چشمن چايان، مٽي ماٿي لايان."

پنهنجي وطن جي خوبصورت نظارن کي تہ دنيا جي هر شاعر ڳايو آهي، پر اياز جي عظمت ان ۾ آهي تہ هن پنهنجي ڌرتيءَ جي معمولي ۽ ايذائيندڙ شين کي بہ اهڙي فنڪارانہ انداز سان پيش ڪيو آهي جو پڙهندڙ دنگ رهجيو وڃي. چوي ٿو:

"جت لُڪ لڳي، جت اَڪ تپن
سو ديس مسافر منهنجو ڙي،
جت سج ڦلا تي نڪري ٿو
۽ آگ اُلا تي نڪري ٿو
جت ڏينهن ڪڙهائي جيئن ڪڙهن،
سو ديس مسافر منهنجو ڙي

هي انداز دنيا جي ڪنهن ورلي شاعر ۾ ملندو. چو تہ دنيا جي گهڻو ڪري سيني شاعرن، پنهنجي ديس جي گلن کي ڳايو آهي، ٿڌڙي هير کي ڳايو آهي، پر اياز سنڌ جي اَڪن کي ڳايو آهي، سنڌ جي ساڙيندڙ لڪن کي ڳايو آهي، واريءَ جي طوفانن کي ڳايو آهي، مطلب تہ اياز سنڌ جي هر ذري ذري کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بنائي پنهنجي محبت جي انتها ثابت ڪئي آهي.

تاريخ ۾ گهڻو ڪري ائين ٿيو آهي تہ پنهنجي ڌرتيءَ سان بي انتها محبت ڪندڙ ماڻهن کي باغي ۽ غدار قرار ڏنو ويو آهي. شيخ اياز کي بہ ٽي ڀيرا ڪوٺن ۾ قيد ڪيو ويو. اياز مڃي بہ ٿو تہ هو ڏوهي آهي هو چوي ٿو:

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان،
مون ڪيئي ڏوهہ ڪيا آهن.

هي ڌوڪ نہ آ، آڪاس چڙي،
مون پريت لڳائي ڌرتيءَ سان؟

مون ذات انوکي آندي آ،
تي تند وڙهي تلوارن سان؟

ها اها ذات ئي آهي، جنهن تلوارن سان مقابلو ڪيو آهي، اها ڌرتيءَ جي محبت ئي آهي، جنهن اياز کي ازلي محبت جو پيغامبر بنايو آهي. آخر ۾ اياز چوي ٿو:

"سنڌ کان سواءِ منهنجي، شاعري اجائي آ،
ڪائنات جي خوشبو سنڌ ۾ سمائي آ."

## سندس شاعريءَ ۾ انسان دوستي

هي سائنسي دؤر آهي. اڄ دنيا هڪ ننڍي شهر جو روپ ڌاري چڪي آهي. دنيا جي هڪ ڪنڊ ۾ ٿيندڙ ڪنهن اهم واقعي جي خبر دنيا جي ٻي ڪنڊ ۾ منٽن ۾ پهچيو وڃي. تنهن ڪري هن دؤر کي "بين الاقوامي دؤر" بہ چيو وڃي ٿو.

اياز بہ هن دؤر جو شاعر آهي. سندس عقابي اکيون دنيا جي اهم واقعن جو مشاهدو ڪنديون رهيون آهن. هڪ اعليٰ آدرشي انسان هجڻ جي ناتي، اياز دنيا جي هر مظلوم جو ڏک پنهنجو ڏک سمجهيو آهي ۽ انهن تي ٿيندڙ هر ظلم جو ايذاءُ محسوس ڪيو آهي. چوي ٿو:

"جنهن تي بہ ٿيو جنهن وقت ٿيو جنهن جاءِ ٿيو
سو مون تي ظلم ٿيو آهي،
ڪا ٻانهن وڍي، مون دانهن ڪئي، جو ڪانهہ ڪپيو
سو منهنجي ڪنڌيءَ جو آهي،
ڪوئي بہ ڪُتو جيڪو بہ ڇرو جنهن تي بہ هليو
سو منهنجيءَ رتُ رتو آهي."

انساني محبت جون بہ منزلون آهن. پهرين هو صرف هڪ شخص يعني پنهنجي محبوب سان محبت ڪري ٿو ان کان پوءِ هو پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجي قوم سان محبت ڪري ٿو. ان کان پوءِ جيڪا محبت جي منزل اچي ٿي، اها زمان، مڪان، قوميت، مذهب ۽ ٻوليءَ کان مٿاهين محبت هوندي آهي. هن ۾ انسان دنيا جي هر مظلوم سان محبت ڪري ٿو، هر ظالم

سان نفرت ڪري ٿو. هر آزاديءَ جي تحريڪ جي حمايت ڪري ٿو ۽ هر آمر کي ننديو ٿو. هيٺين بيت ۾ اياز نازي جرمنيءَ جي شڪار ٿيل معصوم ڇوڪريءَ کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

اينيءَ منهنجي ڀينڙي، ڏورانهين ابلا
اڄ جو مهنجي گهاوَ مان، رت ڪيا ريلا،
انهن ۾ تنهنجا، سهسين سڏڪا ٿو سڻان.

اياز پنهنجي دؤر ۾ موت جو ڀيانڪ رقص شروع کان ئي ڏسندو رهيو هو. ٻي جنگ عظيم، سرد جنگ، ٽين دنيا ۾ آزاديءَ جون تحريڪون ۽ انهن کي ڪچلڻ لاءِ آمريڪا جا سفاڪ ۽ وحشي فوجي جيڪو ڪجهه ڪندا رهيا آهن، اياز اهو سڀ ڪجهه گهرين نظرن سان ڏسندو رهيو هو. ۽ اهي سيئي گهاءَ پنهنجي ڇاتيءَ تي بہ محسوس ڪندو رهيو هو. ويٽنام جي آزاديءَ واريءَ ويڙهہ بابت لکي ٿو:

"هنوئي هر جاءِ، آزاديءَ جو مورچو
لکين نينگر نينگريون، مرڻ جيئڻ لاءِ،
ڪانئر پير نہ پاءِ، جي تو پياري جندڙي"

هن پنهنجي ديس ۾ بہ ڏٺو تہ استحصالي ٽولا غريب عوام جو رت چوسي رهيا آهن، تہ هن پنهنجو پاڻ کي انهن مظلوم انسانن سان واڳي ڇڏيو:

"آئون اوهان سان آهيان، دکي انسانو!
جيسين ڀڃي، ڍير ٿئي، ظالم زمانو
ڪونڌر ڪسانو پيڙهيون پيڙيل پورهيتو"

اياز مظلومن جو ساٿاري آهي. هو ظالمن جي اکين ۾ اکيون وجهي سچ چوي ٿو. هو جڏهن انسان کي انسان تي ظلم ڪندو ڏسي ٿو تہ ماٺ رهي نٿو سگهي ۽ چوي ٿو:

او انسان!
او انسان!
ڪنهن کي ٿو مارين!
هي جو ماڻهو جو ٻچڙو آ.

---

* اينيءَ فرئنڪ يارهن ورهين جي يهودي ڇوڪري هئي، جيڪا نازي جرمنيءَ ۾ ماري ويئي هئي. جنهن جي ڊائري ڪيترين ئي زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪي آهي.

* هنوئي ويٽنام جي گاديءَ جو هنڌ آهي.

هي جو پٽر ڪان ڏاڍو آ.
ڪونپل ڪان بہ ڪچڙو آ.
او حيوان!
او حيوان!
ڪنهن ڪي تو مارين!
هن جو تو سان وير بہ ڪهڙو
هن جو ديس بہ ساڳي ڌرتي،
هي بہ تہ ماڻهو آ تو جهڙو.
او نادان!
او نادان!
ڪنهن ڪي تو مارين!

هو ظالم کي تنبيهہ بہ ڪري ٿو تہ مظلوم کي ظلم کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ همٿائي بہ ٿو. جڏهن مظلوم، ظالم جي پاڙ پٽي ٿو تڏهن اياز کي بہ سرهائي ٿئي ٿي ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي جيت ٿو ڀائي.

"جنهن وقت بہ ڪنهن جو طوق ٽٽو
مون ائين سمجهيو
ڄڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي،
اي دنيا ڀر جا محڪومو اي مظلومو،
محڪوميءَ مان ڪو بہ ڇٽو
مون ائين سمجهيو منهنجي گردن هلڪي ٿي."

## تنوير عباسي

اعليٰ انساني قدرن ۾ سُونهن ۽ سچ بہ اهڙا قدر آهن جيڪي هميشہ انسان جي توجهہ جو مرڪز رهيا آهن. هَرُ سنو انسان انهن ٻن قدرن کي حاصل ڪرڻ گهري ٿو. پر انهن ٻنهي قدرن جي خلاف هڪ مضبوط ۽ سگهاري قوت هميشہ برسر پيڪار رهي آهي. ان هر دؤر ۾ سونهن تي غلبو حاصل ڪري ان کي ذاتي ملڪيت بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ سچ کي ڇپياتي ۽ ڪچلي، ڪوڙ جي حڪمراني قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اها طاقت آهي "بدي."

بديءَ جو ساٿ ڏيڻ وارن ٽولن ۾ استحصالي گروهہ، مفاد پرست مذهبي رهنما ۽ حڪمران طبقا پيش پيش رهيا آهن.

بديءَ جي قوتن جي خلاف "سچ" هميشہ اڏول رهيو آهي، اهو ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيو آهي. جيڪڏهن وقتي طور هن ڪٿي شڪست کاڌي آهي تہ اها شڪست ڪنهن دائمي فتح جو رُوپ وٺي ۽ ڪو نئون سچ بڻجي وري پئي ظاهر ٿي آهي.

سچ ڪڏهن بہ ختم ٿيڻو ناهي. چاهي هن کي ڦاسي تي لٽڪايو وڃي، تيل جي ڪڙاهي ۾ ڪاڙهيو وڃي، گهاڻي ۾ پيڙهيو وڃي، گوليءَ سان اڏايو وڃي يا لانگ بُوٽن سان چيپاٽيو وڃي، تہ بہ سچ امر آهي ۽ امر رهندو. چو تہ سچ جا ساٿاري آهن، فنڪار، اديب، شاعر، ڪلاڪار ۽ محبت ڪرڻ وارا ماڻهو.

اسان جي سنڌ ڌرتيءَ کي هي فخر حاصل آهي تہ ان هميسہ اهڙا انسان پيدا ڪيا آهن، جن سچ سان ساٿ نڀايو آهي. جن "سچ جي ساٿارين" پنهنجي قلم جي ذريعي سچ جو مان رکيو "ڊاڪٽر تنوير عباسي" بہ انهن مان هڪ هو.

تنوير عباسي ڊاڪٽر هو ۽ عام طور تي اهو سمجهيو ويندو آهي تہ ڊاڪٽر کي مريض جي درد جو احساس نہ ٿيندو آهي، پر تنوير کي پڙهي اهو مفروضو غلط ثابت ٿئي.

تنوير سچ سان ساٿ نڀائڻ لاءِ پهرين هن ڌرتيءَ جا ۽ ڌرتيءَ وارن جا درد محسوس ڪيا ۽ پوءِ انهن کي بيتن، غزلن ۽ واين جو روپ ڏئي، رسالن ۽ ڪتابن جي ذريعي اسان تائين پهچايا ۽ اهڙي طريقي سان هن قلم جي وسيلي ڪوڙ جا ڪوٽ ڪيرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. چوي ٿو:

"علم آهي جنهن هيٺ هيسيل دٻايل،
ڏتاريل ڏڪاريل، اڃ نيٺ مرندا
انهن جي اُميدن جا گُل نيٺ ٽڙندا

اسان کي قلم جو قسم آ
اسان جو قلم محترم آ
اسان جو قلم هڪ علم آ

تنوير حالات جي پرواهہ بلڪل نٿو ڪري، حالتون کهڙيون بہ هجن، تنوير کي پنهنجي منزل ڏانهن هلڻو آهي.

"اُج ڪٿي اڳتي هلبو
رُج پلي پئي ڏيئي دلبو
هلڻو آهي هيڪاندو
رڻ ۾ کهڙو مانجهاندو

تنوير عام شاعرن وانگر پنهنجي پيڙائن جو ذڪر ڪري ٿو ٿا ٿيندا پر... ٻين ڪي بور نٿو ڪري، هو رڳو مسئلن جي نشاندهي ڪري ٻين کي مايوس نٿو ڪري پر انهن مسئلن جو حل به ٻڌائي ٿو ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ اُتساهه به پيدا ڪري ٿو:

"جت گهڙون ات گهيڙ،
جتان وڃون اُتان آهي واٽ،
جتي ٻرون اُتي آهي لاٽ."

تنوير هميشه لکندو رهيو پوءِ سک ۾ هجي يا ڏک ۾، ڪمري ۾ هجي يا قيد ۾، سچ سان سندس ساٿ هميشه برقرار رهيو. خيرپور جيل ۾ ويهي لکي ٿو:

"اونده جي سڪرات هجي پل،
تنهنجي وائي هوندي وات،
دل ۾ هوندو تنهنجو درد،
تنهنجي سُورن جي سوغات،
آهيون تو لئه آتا،
ڌرتـي مـاتـا،
پختا تـي ويـا،
تـوسـان نـاتـا.

تنوير جڏهن انسان کي بي وس ۽ لاچار ڏسي ٿو ته اندر ۾ ڪڙهي ٿو ڏسي ٿو ته خلقڻهار سڀ ڪجهه ڏسي ۽ ٻڌي پيو ۽ پوءِ ڪُجهه نٿو ڪري ته تنوير جي برداشت جي قوت جواب ڏيئي ٿي وڃي ۽ بي اختيار چوي ٿو:

"او الله جا تصور،
تو ۾ سڀ ڪجهه آهي،
تقدس، قهر، جبر ۽ رحم،
تنهنجا نوانوي نالا،
پر تو ۾ هڪ شئي ڪانهي،
سُا آهي انسانيت.

پر جڏهن غور ڪري ڏسي ٿو ته هن کي ان ۾ انسان ئي قصور وار ٿو نظر اچي ٿو ته خدا تعاليٰ ته چئي ڇڏيو آهي ته.

"جيسين ڪا قوم پنهنجي حالت نٿي بدلائي، تيسين آئون به هن جي حالت نٿو بدلايان".

اها ڳالهہ ڏسندي تنوير خود خالق جي طرفان چوي ٿو

مون توکي هٿ ڏنا،
ان لاءِ تہ ڪم ڪرين،
۽ تون انهن هٿن کي،
گهڙي گهڙي ۾ هر ويلي،
دُعا جي لاءِ کڻين.

جيڪي بہ آدرشي شاعر هُوندا آهن، اهي ڪڏهن بہ پنهنجي دؤر جي تقاضائن کان منهن موڙي نہ سگهندا آهن. هُو جڏهن ڏسندا آهن تہ سچ ڪنهن "ينور" ۾ آهي ۽ ڪوڙ ۽ بدي "صدين پراڻو" پيانڪ رقص ڪري رهيا آهن تہ هو پنهنجي شاعريءَ کي ذريعو بنائي، حالتن کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

تنوير چوي ٿو:

"مان بہ زماني جي دردن کي دل تان، هٽائڻ چاهيان ٿو
زهريلن جي زور کي ماري، زور گهٽائڻ چاهيان ٿو
پيار سان هر ڪنهن کي، وس ۾ آڻڻ چاهيان ٿو
جن کان حياتي هانو ٿي هاري، تن کي ميجائڻ چاهيان ٿو
وقت جي وهہ ۾ محبت جو ميناج ملائڻ چاهيان ٿو
تو جان مان او جوڳي، مُرلي وڄائڻ چاهيان ٿو
تنهنجو من پيي روڳي... منهنجو من پيي روڳي.
او مُرليءَ وارا جوڳي.

تنوير عباسي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪجهہ نيون معنائون بہ ڏنيون آهن. اڳ سچ سيپ ڪجهہ سهندو هو سوريءَ تي بہ چڙهندو هو ۽ صليب تي بہ لٽڪندو هو پر تنوير چوي ٿو تہ نہ، هاڻي سچ جو انداز بدلجڻ کپي، سچ جي زباني پاڻ چوي ٿو:

"مون هٿ ۾ بندوق ڪنئي آ
منهنجي جهوليءَ ۾ هي بم آ
هاڻي آئون سولي نہ چڙهندس،
هاڻي تنهنجو وارو آ.

تنوير وٽ سُونهن جو قدر بہ اعليٰ درجي جو آهي. هُو انساني سُونهن سان گڏ قدرت جي نظارن جي بہ سُني عڪاسي ڪري ٿو.

سُونهن هر قسم جي فن جو بنيادي ماخذ آهي. شاعريءَ ۾ ته ان جي اهميت اڃا به گهڻي آهي. شاعر جڏهن سُونهن کي ڏسي ٿو ته ان جي دل ۾ نوان نوان جذبا جنم وٺن ٿا ۽ هُو پيار جي زنجير ۾ جڪڙجي ويندو آهي. پيار وري اهڙي شئي آهي جنهن مان درد جنم وٺندو آهي ۽ اهو درد ئي راحت بڻجي ويندو آهي. درد سهڻ کان سواءِ محبت نصيب ئي نه ٿيندي آهي ۽ اهو درد ئي اهي جيڪو شاعريءَ جو روپ به وٺي سگهي ٿو:

"تڏهن شعر "تنوير" لکبو آ پاڻهي،
جڏهن گهاءُ دل تي ڪوئي کائبو آ."

جڏهن تنوير شعر لکي وٺي ٿو ته انهن کي شعر ڪري نٿو چوي، پر چوي ٿو،

"نه ڪي بيت مون وٽ نه ڪي آيتون
رڳو پيار ۽ پيار جو ساعتون."
سڄي عمر پڙهبو پيو آ سبق هڪ
پنو عشق جو ڪين اُٿلائبو آ

محبت ۾ عذاب سهڻ، محبت جو لازمي شرط آهي، اها محبت ڪهڙي جنهن ۾ عذاب ۽ درد نه آهي، تنوير چوي ٿو

"تنهنجو ته بهارن تي ڪو حق به نه آهي،
ڪنڊن سان ڪڏهن پي تو آ پاند نه اٽڪايو."
يا
جنهن نه لکن ۾ لوڏا ڪاڏا،
تنهن به پنهل سان پيچ نه پاتو.

تنوير جي شاعري، فني لحاظ کان به پُختي آهي. منجهس تشبيهون ۽ استعارا سٺي نموني سان استعمال ٿيل آهن. سندس شاعريءَ تي تبصرو ڪندي محترم نصير مرزا لکي ٿو

"ڪلاسيڪل ڪهاڻين جي آڌار تي لکيل تنوير جي نظمن کي ساهتڪ رچنائون چئي سگهجي ٿو. نظمن سان گڏ ڪجهه غزلن ۾ به تنوير انهيءَ سمي وارين دکدائڪ حالتن کي پنهنجو موضوع بڻايو آهي. جديد سنڌي شاعريءَ ۾ سندس غزل پنهنجي رنگ، ڍنگ ۽ مزاج جي لحاظ کان الڳ سڃاڻپ رکي ٿو. سندس غزل ۾ خيال جي تازگي، پُرڪشش، نغمگي، داخلي غنائيت ۽ پاتال جهڙي گهرائي موجود آهي. سندس گيت جديد

سنڌي شاعريءَ جي مٿي جو جهُومر آهن. تنوير، امن، نيچر ۽ محبت جو شاعر آهي."

## استاد بخاري

مظلوم قومن جي ماڻهن جو هڪ الميو اهو به آهي ته هر ننڍيءَ وڏيءَ ڳالهه تي جلدي مايوس ٿي ويندا آهن. اها مايوسي ۽ ماٺ واري ڪيفيت ڏاڍي خطرناڪ هوندي آهي. انهيءَ حالت مان قوم کي جيڪڏهن جلد نه ڪڍيو ويندو آهي ته اها ڪيترائي سال پوئتي رهجي ويندي آهي. انهيءَ حالت مان ڪيڻ لاءِ دانشور ۽ اديب جيڪو ڪجهه تخليق ڪندا آهن، انهيءَ کي "اتساهيندڙ ادب" چيو ويندو آهي.

استاد بخاري جي شاعري جو وڏو حصو اتساهه پيدا ڪندڙ شاعري تي مشتمل آهي. انتهائي حساس ۽ ذهين شاعر هجڻ جي ڪري سندس هٿ هميشه سنڌي قوم جي نبض تي رهيو آهي.هن جڏهن به ڏٺو آهي ته ماڻهو مايوسيءَ جي غار ۾ گهلبا ٿا وڃن ته هن پنهنجي شاعريءَ کي استعمال ڪري ماڻهن ۾ نوان جذبا پيدا ڪيا آهن ۽ انهن کي پنهنجن حقن وٺڻ لاءِ هر دم همٿايو آهي. چوي ٿو:

سون بازر مان ڳنهي وٺبو آ،
فيض مرشد کان پني وٺبو آ،
جو به سمجهو ته اوهان جو حق آ،
حق مڙسيءَ سان ڇني وٺبو آ.

ڪوڪا پائي پيرن منجهه تير سجائي سينن منجهه
ڏنپ سهائي رڳ رڳ تي، وڌ اڳتي او وڌ اڳتي.

جاڳو جاڳو ٻانگ اسان جي، در در ٺڪ ٺڪ ڏانگ اسان جي،
ڳائي ڳائي نيٺ بخاري ڳوٺ اٿاري وجهنداسين.

استاد بخاري هڪ باشعور شاعر آهي. هو نه صرف اسان جي قومي مسئلي کي کولي سمجهائي ٿو پر ان مسئلي جو حل به ٻڌائي ٿو ۽ ان لاءِ همت به پيدا ڪري ٿو چوي ٿو:

"هٿين خالي اسين ظلم سان لڙنداسين، لڙڻ ڏسجو،
اميد آهي، يقين آهي ته کٽينداسين، کٽڻ ڏسجو.

جبل ايندا اڳيان، جبل جا سينا ڏاري وجھنداسين،
بحر حال اسين منزل ڏي وڌنداسين، وڏڻ ڏسجو.

استاد اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ اسان ڪڏهن وڌنداسين. ان لاءِ هو ڪو وقت نٿو ٻڌائي پر اهڃاڻ ٿو ڏي چوي ٿو:

"اٿن اولڙ، گجن گوڙون، وهن واهڙ،
تڏهن سمجهو تہ ڪجهہ تڙپيا اسين آهيون."

استاد جي سموري شاعريءَ ۾ مهراڻ واري موج آهي، فڪر جي گوناگونيءَ سان گڏ ان ۾ بي انتها رواني بہ آهي، مثلاً:
ڪجهہ جاچ ڪبي، ڪجهہ سوچ ڪبي، ڪجهہ ماٽ ڪبي، ڪجهہ شور ڪبو
ڪجهہ هوش ڪبو ڪجهہ جوش ڪبو ڪجهہ غور ڪبو ڪجهہ زور ڪبو.

هر حالت ۾، هر صورت ۾" هن حالت کي، هيئنئن ڪرٽو آ.
جي هيئنئن نہ ٿيو پوءِ هونئن ڪبو جي هونئن نہ ٿيو ڪجهہ اور ڪبو.

استاد پنهنجي شاعري ۾ ڪيڏارو بہ زبردست نموني سان چيو آهي. هن سنڌي قوم جو رت ڪيترائي دفعا وهندي ڏٺو آهي. هن سنڌين کي ڌڪ پچائي، وڙهندي بہ ڏٺو آهي، سنڌين جي بهادري بابت چوي ٿو:

"سنڌي شير ببر، گجن گولين وچ ۾
ڇڄن ڪين ڇپر، وسن مينهن رُهيون ڪري،

—

پوءِ پيا ڪيجو پار، پهريان ڳڻ ڳڻي وٺو
بهادريون بيباڪيون، ڪري ڪير شمار،
حيلا هوش هزار، ڳنا هڪڙي ڪونڌ ۾.

استاد ماٽ جو دشمن آهي. هو چوي ٿو تہ هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندا رهو ڇو تہ ماٽ چڻ موت جي ڀيڻ آهي. حق وٺڻ لاءِ جيڪڏهن وڙهڻ جي سگهہ نہ آهي تہ واڪا ڪرڻ تہ نہ ڇڏيو! چوي ٿو:

ساڙيو ماٽ سڙيون، ڪوڙ مري ويون ماٽ ۾!
لايو ڌم ڌڙيون هوڪا، واڪا حق لئي.

استاد جي سڄي شاعريءَ جو محور سنڌ ۽ سنڌي عوام آهي. ماروئڙن جا ڏک ۽ سور هن کي پنهنجا ڏک سور ٿا لڳن. جيڪڏهن ماروئڙا بک ۾ آهن

تہ استاد ڪيئن ٿو پيٽ ڀري کائي سگهي؟ جيڪڏهن سانگيئڙا بي گهر آهن تہ استاد ڪيئن ٿو محلن ۾ رهي سگهي؟ چوي ٿو:

مان ڪيئن سيج سمهان
منهنجا ماروئڙا ـ منهنجا سانگيئڙا ـ پڌري پٽ سمهن.

ـ تنهنجي ميزن تي، سهسين ڪاچ اچن،
کائن ڪانگ ڪتا، جوٺا جام بچن،
مان ڪيئن لوڙ چکان،
منهنجا ماروئڙا ـ منهنجا سانگيئڙا روزا روز رکن.

ـ تو وٽ خوب خوشيون، عيدون، عيش، وهان،
ريشم، ويس وڳا، ڏينهون ڏينهن نوان،
مان ڪيئن سينڌ ڍڪيان،
منهنجا ماروئڙا ـ منهنجا سانگيئڙا ـ ننگي پيٽ گهمن.

استاد پنهنجي هر خوشيءَ ۽ هر غم کي سنڌي عوام سان واڳي ڇڏيو آهي. سنڌين تي ٿيندڙ هر ظلم هو پاڻ تي ستم ٿو ڀانئي ۽ ان ستم کي خوبصورت انداز سان ٻين تي آشڪار بہ ڪري ٿو ۽ ڌرتي جي خدمت لاءِ هر وقت تيار بہ رهي ٿو. پاڻ چوي ٿو:

آڙاه ۾ آلاڻ، اها اڻ ٿيٽي،
۽ سون ۾ ڪاراڻ اها اڻ ٿيٽي،
جنهن وقت سڏي سنڌ، بخاري پٽڪي،
ڇا لاءِ ۽ ڇاڪاڻ، اها اڻ ٿيٽي.

استاد بخاري سنڌ سان محبت کي عبادت جو درجو ڏيندي چوي ٿو:

"ڇڄن ٿا سنڌ ۽ سنڌين جي، ڇو تسبيح پيو سورين!
ڇيم هاڻِ ڀڄاڙي آ، عبادت جي ضرورت آ.

استاد بخاريءَ جي شاعري فني لحاظ کان بہ اعليٰ قسم جي آهي. هن خاص ڪري وائيءَ ۾ ڏاڍا سنا ۽ ڪامياب تجربا ڪيا آهن. هن وائيءَ جي موضوع سان گڏ ان جي گهاڙيٽي ۾ بہ تبديليون آنديون آهن. سندس هڪ وائيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

باهہ وڄائي، نانگ بڄائي، ڇير ٻڌو ڇمڪايان،
ڇا ڇمڪايان؟

هو ڪجهہ ٻوڙو مان ڪجهہ گونگو سپنو پيو سمجهايان،
ڇا سمجهايان؟
هن وٽ ڦٽڪا، مون وٽ گجرا، ڦهڪائي ڦهڪايان،
ڇا ڦهڪايان؟

اُستاد جي شاعريءَ تي تبصرو ڪندي هڪ شاعر لکي ٿو:

"استاد جي شاعريءَ ۾ جتي حسن سان اٿاهہ پيار آهي، اتي ڏاڍ سان اڻ ٽڪ جنگ جوٽيل نظر ايندي. سندس دل ۾ پنهنجي پيڙهيل مظلوم قوم جو درد، انهن جي غلاميءَ جو احساس، انهن کي ڇڙوڇڙ رکڻ تي سياسي اڳواڻن جي روين تي افسوس، پنهنجي ڀونءِ جي ڀترن، ٻنن، ميون، وڻن، ڍنڍن، نديءَ، واهن، ڪسين، پاڻي، اناج ۽ ان تي زندگي جي سمورن پهلوئن سان اٿاهہ محبت سندس هڪ هڪ لفظ ۾ پريل آهي. هو قومي ٻڌي لاءِ تڙپي ٿو. آزادي وٺڻ لاءِ ڳچي واري ڳٽ کي ڇيلهہ جو سندرو ڪري ٿو ۽ هماليہ کان بہ وڌيڪ پختو عزم رکي ٿو."

## نامور مُحقق ۽ نثر نويس

## مرزا قليچ بيگ

مرزا قليچ بيگ مرحوم 1853ع ۾ ٽنڊي نوڙهي ۾ پيدا ٿيو. ايلفنسٽن ڪاليج بمبئي مان بي اي ڪيائين. پر بي- اي جي آخري سال ۾ فيل ٿي پيو. سنڌ ۾ واپس اچي مختيارڪار ٿيو ۽ ڊپٽي ڪلڪٽر ٿي رٽائر ڪيائين. 76 ورهين جي ڄمار ۾ 1929ع ۾ وفات ڪري ويو.

مرزا صاحب انگريزي، فارسي ۽ عربيءَ جو وڏو عالم هو. سندس مطالعو تمام وسيع هو. مرزا صاحب سنڌي ادب لاءِ جيڪي بہ خدمتون سرانجام ڏنيون آهن سي ڪيس سنڌي ادب ۾ هميشہ زنده جاويد رکنديون.

مرزا صاحب تقريباً 400 کن ڪتاب لکيا، جن ۾ گهڻائي ترجمن جي آهي. هن تقريباً ادب جي هر صنف تي لکيو. ادب کان علاوه سائنس، باغباني ۽ صحت وغيره تي بہ پنهنجي قلم جا جلوه ڏيکاريائين. هتي سندس تخليقن جو مُختصر جائزو ورتو وڃي ٿو.

### ناول

جڏهن بہ سنڌي ناول جو ذڪر ڪجي ٿو تہ سندس ناول "زينت" جو ذڪر ضرور ٿئي ٿو. مرزا صاحب پهريون ناول 1888ع ۾ "دلارام" جي نالي

سان لکيو. سنڌي ادب ۾ هي سندس پهريون طبع زاد ناول هو. هن کان اڳ صرف ٻين ٻولين تان ترجمو ٿيل ناول ڇپيا هُئس.

سندس ناول زينت (1895ع) سنڌي ادب ۾ هڪ ڪلاسڪ جي حيثيت رکي ٿو. هن ناول ۾ زينت جو ڪردار سونهن، سچائي، مستقل مزاجي ۽ بهادريءَ جو لاثاني مثال آهي. فني لحاظ کان هي ناول ڪافي پختو آهي، پر آخر ۾ منجهس ڪجهه غير حقيقي ڳالهيون اچي ويون آهن جنهن ڪري ڪجهه ڪچايون بہ رهجي ويون آهن.

هنن ٻن اصلوڪن ناولن کان علاوه مرزا صاحب ڪافي ناول انگريزيءَ تان ترجمو بہ ڪيا. مثلاً: گُلن جي ٽوڪري، گليور جو سفر، سچي محبت، سئنڊ فورڊ مرٽن وغيره. هنن ترجمن جي زبان ۾ سادگي ۽ رواني آهي. هن گهڻو ڪري انهن ڪتابن جا ترجما ڪيا، جيڪي مقصد جي لحاظ کان ڪافي اهم هئا.

## ڊرامہ

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڊرامہ نويسي جي شروعات بہ مرزا قليچ بيگ کان ٿئي ٿي. پاڻ 1880ع ۾ هڪ ڊرامو "ليليٰ مجنون" جي نالي سان لکيائون. ان کان پوءِ ڊرامو "خورشيد" جي نالي سان لکيائون، جيڪو اصل ۾ بنگالي ڊرامي تان ورتل هو.

مرزا صاحب اصلوڪن ڊرامن کان علاوه ڪيترائي ڊرامہ ترجمو بہ ڪيا. هن شيڪسپيئر جي هيٺين ڊرامن جو ترجمو پڻ ڪيو:

1. ڪنگ ليئر ـ شاهہ ايليا جي نالي سان.
2. مرچنٽ آف وينس ـ حسنا دلدار جي نالي سان.
3. سمبيلائين – شمشاد مرجانہ جي نالي سان.
4. ٽو جينٽلمين آف ويرونا – عزيز شريف جي نالي سان.
5. روميو جوليٽ – گلزار ۽ گلنار جي نالي سان.
6. هئمليٽ – شهزادو بهرام جي نالي سان.

مرزا صاحب ٻين ٻولين تان بہ ڪافي ڊرامہ ترجمو ڪيا. انهن سيني ڊرامن ۾ مرزا صاحب جي اها ڪوشش رهي تہ انهن ۾ ڪردار نگاري حقيقت پسندانہ هجي. پاڻ هڪ هنڌ لکي ٿو "منهنجو مطلب هو تہ پڙهندڙن يا ٻڌندڙن کي حورن ۽ پرين، جنن ۽ ملائڪن ۽ جادوءَ جي ڏيکن ۽ ٻين ناشدنيءَ جهڙين ڳالهين سان واهپو نہ رکايان. پر اهڙي ڪا ڳالهہ سندن هٿن

۾ ڏيان، جنهن ۾ دنيا جو وهنوار ۽ ٻي عام رواجي هلي چلي چڱيءَ طرح ڏيکاريل هجي."

ائين ڪرڻ سان مرزا صاحب اصل ۾ ماڻهن کي تقدير پرستي جي فلسفي کان ڪڍي پنهنجو پاڻ تي اعتماد ڪرڻ سيکاريو.

## فلسفو ۽ اخلاقيات

فلسفي ۽ اخلاقيات تي بہ مرزا صاحب جو قلم خوب هليو. پاڻ پنهنجا مضمون بہ لکيائون، پر گهڻو تعداد ترجمن جو هو. سندس مشهور ڪتاب "مقالات الحڪمت" آهي، جيڪو Becon's Essays تان ترجمو ڪيائين. بيڪن انگريز مفڪر هو ۽ سندس مضمون فلسفي جي پيچيده مسئلن تي مشتمل هئا. مرزا صاحب انهن ڏکين ۽ پيچيده فلسفيانہ مضمونن کي ڪمال فنڪاريءَ سان سنڌيءَ جو ويس ڍڪايو. انهن مضمونن جي ٻولي نهايت سادي رکيائين تہ جيئن هر هڪ انهن کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهي.

مقالات الحڪمت کان علاوه مرزا صاحب ٻيا بہ ڪيترائي ترجما ڪيا جن جا ڪجهہ نالا هي آهن.

Self-help جو ترجمو خودياوري جي نالي سان، امام غزالي جي ڪتاب 'ڪيميائي سعادت' ۽ 'اخلاقيات جلالي' نصيرالدين طوسي جي ڪتاب 'اخلاق ناصري' وغيره جا ترجما بہ نهايت سهڻي طريقي سان ڪيائين.

مرزا صاحب عربي ۽ فارسيءَ جو عالم هوندي بہ اها ڪوشش ڪئي تہ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا لفظ گهٽ کان گهٽ استعمال ڪيا وڃن ۽ عام سنڌي لفظ استعمال ڪيا وڃن تہ جيئن ٻوليءَ جي سادگي ۽ حُسن برقرار رهي.

## تاريخ ۽ تحقيق

مرزا قليچ بيگ تاريخ ۽ تحقيق جي ميدان ۾ بہ پوئتي نہ رهيو. هن ڪافي تاريخي ڪتاب مرتب ڪيا ۽ ترجمو بہ ڪيا. چچ نامہ جيڪو سنڌ جي تاريخ جو هڪ بنيادي دستاويز آهي، ان جو ترجمو سليس سنڌي ۾ ڪيائين.

'قديم سنڌ' جيڪو فارسيءَ ۾ لکيل هو ان جو ترجمو ڪيائين. هي ڪتاب سنڌ جي مشهور شهرن ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪرڻي بابت هڪ اهم ڪتاب آهي.

هن هڪ ٻيو ڪتاب 'شاهہ نامي وارا شاهہ' جي نالي سان لکيو جنهن جو مواد 'شاهہ نامي' تان ورتل آهي.

## شاعري

مرزا قليچ بيگ نثر سان گڏ نظم ۾ بہ طبع آزمائي ڪئي. شاعريءَ تي مشتمل هيٺيان ڪتاب سندس ذهني اُڏام جو نتيجو آهن:

1. سوداءِ خام. 2. رباعيات عمر خيام 3. موتين جي دبلي 4. املھ ماڻڪ 5. ديوانِ قليچ 6. مثنوي ڪشف اعجاز.

پاڻ جيڪا بہ شاعري ڪيائون اها گهڻو ڪري علم عروض جي بحر ۽ وزن مطابق هُئي.

سندس شاعري جو موضوع گهڻو ڪري ناصحاڻو هو. ان کان علاوه دنيا جي بي ثباتي ۽ انساني همت ۽ عظمت جو ذڪر بہ سندس شاعريءَ ۾ ملي ٿو. هيٺ سندس شاعريءَ جو نمونو ڏجي ٿو:

دل آهي عاقلن لئہ هڪڙو حساب خانو
پر آهي عاشقن لئہ هڪڙو ڪباب خانو.

وڏا اج نندين جا ٿيا زيردست،
سخي سپ بخيلن، اڳيان ٿيا خوار.

مشڪل ۾ پئو تہ آسان بہ مشڪل تي پوي ٿو
پاڻي اندر ٽپڻ سان، درياءُ جو ڊپ لهي ٿو.

شاعريءَ کان علاوه شاهہ لطيف جو رسالو ايڊٽ ڪيائين ۽ رسالي ۾ آيل ڏکين لفظن جي لغت "لغاتِ لطيفي" بہ لکيائين. شاهہ عبدالڪريم، حفيظ تيوڻي ۽ ثابت علي شاهہ جو ڪلام بہ مرتب ڪيائين ۽ ڪيترن ئي شاعرن جون سوانح عمريون پڻ لکيائين.

## مختلف موضوع

مٿين موضوعن کان علاوه مرزا صاحب ٻين ڪيترن ئي موضوعن تي لکيو ۽ ڪوبہ اهڙو اهم موضوع نہ ڇڏيائين، جنهن جي سنڌي ادب کي ان وقت سخت ضرورت هئي.

مختلف موضوعن تي سندس ڪجھ ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

باغ ۽ باغباني، حشرات الارض، حاجتمنديءَ مان طاقتمندي، آزار مان آرام، صلح ڪل جو پيغام تحفة النسوان، وغيره وغيره.

مرزا صاحب جي سڄي ڄمار اها ڪوشش رهي تہ هو سنڌي ادب ۾ هر موضوع تي ڪتابن جي کوٽ کي پورو ڪري. انهيءَ لاءِ هن تقريباً سيني موضوعن تي ڪتاب لکيا ۽ ترجما ڪيا. ترجمي ڪرڻ لاءِ هن کي سخت محنت ڪرڻي پوندي هئي ۽ وڏي ڳالهہ تہ هن صرف ڪنهن هڪ زبان تان ترجما نہ ڪيا، پر انگريزي، فارسي، عربي، اردو ۽ بنگالي زبانن تان هڪ ئي وقت ترجما ڪيائين.

اهو سندس سخت محنت، جوش و خروش، ادبي ذوق ۽ سنڌي ٻولي ۽ ادب سان دلچسپيءَ جو نتيجو آهي، جو اڄ تائين ڪوبہ عالم، مرزا صاحب جيترا ڪتاب نہ لکي سگهيو آهي. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ مرزا صاحب جو نالو هميشہ عزت ۽ احترام سان ورتو ويندو.

## ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي

ڊاڪٽر صاحب 1884ع ۾ حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. 1905ع ۾ ڊي جي ڪاليج مان بي اي ۽ 1907ع ۾ ولسن ڪاليج بمبئي مان ايم اي پاس ڪيائين. 1928ع ۾ انگلينڊ مان Ph-D جي ڊگري وٺي آيو. ڊي جي ڪاليج ۾ پروفيسر ۽ پوءِ پرنسپل ٿي رهيو. 1947ع ۾ وفات ڪيائين.

ڊاڪٽر صاحب جو شمار سنڌي ٻوليءَ جي انهن ڳاڻ ڳڻين عالمن ۾ ٿئي ٿو جن پنهنجي اَڻٿڪ ڪوشش سان سنڌي ٻوليءَ کي سنواريو ۽ سينگاريو آهي.

ڊاڪٽر صاحب جي Ph.D جيئن تہ تصوف جي موضوع تي هئي، تنهن ڪري کيس تصوف سان تمام گهڻي دلچسپي هئي. انهيءَ دلچسپي سبب هن شاهہ لطيف جو رسالو مرتب ڪيو. جيڪو هڪ وڏو ڪارنامو آهي.

ڊاڪٽر صاحب شاهہ جي رسالي جا ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل نسخا هٿ ڪري، انهن ۾ ڏنل بيتن کي شاهہ لطيف جي معيار مطابق پرکيو. جيڪي بہ بيت سندس نظر ۾ ان خاص معيار مطابق نہ هئا، انهن کي شاهہ جي رسالي مان ڪڍي، رسالي کي ٽن جلدن ۾ مرتب ڪيائين.

رسالي جي سرن جو متن ۽ انهن جو روحاني راز هر سُر جي منڍ ۾ لکيائين تہ جيئن سڀ ماڻهو شاهہ جي فلسفي کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهن. ان کان علاوه هر بيت کي صحيح طريقي سان پڙهڻ لاءِ لفظن تي اعرابون ڏنائين، جيڪو هڪ ڏکيو ۽ محنت طلب ڪم هو.

ڊاڪٽر صاحب رسالي جي شروع ۾ شاهه لطيف جي سوانح عمري، سندس اسلوب بيان ۽ ٻوليءَ تي هڪ جامع مقدمو لکيو. ادب جي جديد رجحان کي نظر ۾ رکندي ڊاڪٽر صاحب جيڪو مقدمو لکيو اهو پوين محققن لاءِ بہ مشعل راهِ بڻيو.

رسالي ۾ آيل نيم تاريخي قصن کي آسان ٻوليءَ ۾ خوبصورت پيرايي ۾ بيان ڪيو اٿس. مقدمي ۽ رسالي ۾ آيل احوال مان پوءِ بہ ڪتاب الڳ ڪري "مقدمہ لطيفي" ۽ "روح رهاڻ" جي نالي سان ڇپايائين.

شاهه جي رسالي کان سواءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي هڪ ناول "نورجهان" جي نالي سان بہ لکيو. ڊاڪٽر صاحب، جنهن وقت اهو ناول لکيو ان وقت سنڌي ادب کي ناولن جي سخت ضرورت هئي، ڇو تہ ان وقت گهڻو ڪري رڳو ترجمو ٿيل ناول ئي ڇپيا پئي ويا.

'نورجهان' هڪ تاريخي ناول آهي، جيڪو مغلن جي حڪومت جي پس منظر ۾ لکيل آهي. هن ناول جو انداز عالمانہ ۽ ٻولي شاعرانہ استعمال ڪيل آهي. ڊاڪٽر صاحب محاورن ۽ تجنيس حرفي جو بہ بهترين استعمال ڪيو آهي. قصي ۾ تسلسل بہ آهي تہ ڪردار نگاري ۽ منظر نگاري بہ اعليٰ پايي جي آهي، پر هن ناول جي سڀ کان وڏي خصوصيت آهي ان جي "ٻولي".

ڊاڪٽر صاحب ٻولي نهايت خوبصورت انداز سان استعمال ڪئي آهي. سندس ٻوليءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو. "سليم اجهان تخت تي پير رکيو ئي ڪين تہ توپن جي ٺڪا ٺوڪي ٿي ۽ نغارن ۽ شرنائين جو غلغلو مچي ويو.

امير ۽ وزير قطارون ڪيو بيٺا هئا. تن نئڙي سلام ڪيو ۽ هڪڙي نقيب اڳتي وڌي بلند آواز سان پڪاري چيو: "اڄ شهنشاهہ نور الدين جهانگير يعني اسلام جي روشنائي ۽ "دنيا جو فتح ڪندڙ" تخت نشين ٿيو آهي. هي اهو صاحب قران آهي جنهن جو زحل دربان آهي ۽ آسمان آستان، چنڊ سندس پيغام رسائيندڙ آهي ۽ زهره راڳيندڙ قضا سندن نگهبان آهي ۽ قدر ثنا خوان، تجمل ۽ توانائي جو مايو آهي ۽ شان ۽ شوڪت جو پايو، سخا جو بحر آهي ۽ عطا جو ڪڪر... امير اصل آهي ۽ امير نسل آهي، ملائڪ روءِ آهي ۽ ملائڪ خوءِ آهي. شل جهان هميشہ سندس بنده هجي ۽ سندس زندگي پائنده هجي."

ڊاڪٽر صاحب مٿين ڪتابن کان علاوه هڪ ٻيو بہ ڪتاب "لنواريءَ جا لال" جي نالي سان لکيو جنهن ۾ لنواريءَ جي ٽئن بزرگن جون سوانح عمريون لکيائين. اهي بزرگ هي آهن: خواجہ محمد زمان، خواجہ گل محمد، خواجہ محمد زمان ثاني ۽ خواجہ محمد حسن.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ تصنيفون تہ صرف اهي ئي ڪيون جن جا نالا مٿي اچي چڪا آهن، پر اڻ سڌيءَ طرح هن سنڌي ادب جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. هن پنهنجي لاءِ استاديءَ جو پيشو اختيار ڪيو ۽ بهترين شاگرد تيار ڪيائين، جن پنهنجن ڪاوشن سان سنڌي ادب کي مالا مال ڪري ڇڏيو. شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو سندس خاص شاگردن مان هو.

## ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو

شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو ضلعي دادو جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ٽلٽي ۾ پيدا ٿيو. بنيادي تعليم سنڌ مدرسي ۾ حاصل ڪيائين ۽ ايم- اي کان پوءِ ڪيمبرج يونيورسٽي مان پي-ايڇ- ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس مقالي جو موضوع هو "فارسي شاعري تي عربي جو اثر."

ڊاڪٽر صاحب مختلف جڳهين تي مختلف مضمونن جو پروفيسر رهيو ۽ سنڌ مدرسة السلام ڪراچي ۾ پرنسپال پڻ رهيو.

ان کانپوءِ سنڌ جي تعليم کاتي ۾ ڊي- پي- آئي (ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن) مقرر ٿيو.

آخر ۾ سنڌ ۽ اولهہ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر ٿيو ۽ انهيءَ عهدي کان پوءِ رٽائر ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي پوري زندگي جي دوران سنڌي زبان، ادب ۽ تعليم جي بي انتها خدمت ڪندو رهيو. ڊاڪٽر صاحب درسي ڪتابن کانسواءِ هيٺيان ڪتاب لکيا:

1. منهاج العاشقين (ترجمو) 2. شاهہ ڪريم بلڙي واري جو ڪلام 3. ڪلام گرهوڙي 4. منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي 5. ابيات سنڌي (ترجمو) 6. سرها گُل 7. مرشد المتبدي.

ان کان علاوه سندس چوڻ مطابق ڊاڪٽر گربخشاڻي جي شاهہ جي رسالي ۾ شاهہ جي سرن جو روحاني راز پڻ پاڻ لکيو هئائين.

سندس ادبي خدمتن جو مختصر جائزو حاضر آهي.

### شاهہ ڪريم بلڙي واري جو ڪلام

شاهہ ڪريم بلڙي واري جو ڪلام مرتب ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحب کي وڏي جاکوڙ ڪرڻي پئي.

شاهه ڪريم جو ڪلام ميان محمد رضا "بيان العارفين في تنبيه الغافلين" جي نالي سان لکيو. هن ڪتاب ۾ شاهه ڪريم جي بيتن جي تشريح فارسيءَ ۾ لکيل هئي. ڊاڪٽر دائودپوٽي انهيءَ ڪلام کي سوڍي، سنواري بيتن جي تشريح سنڌيءَ ۾ لکي ۽ ان کي "شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام" جي نالي سان ڇپايائين. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب جيڪا تشريح لکي آهي، سا لاجواب آهي.

تصوف جي رمزن کي نهايت ئي سهڻي انداز سان بيان ڪيو اٿس.

شاهه ڪريم جي شاعريءَ مان پاڻ ايترا متاثر هئا جو شاهه ڪريم کي سنڌي شاعريءَ جو "وهائو تارو" جو لقب ڏنائون.

**مقدمه نگاري:** ڊاڪٽر صاحب مقدمه نگاري جي فن ۾ به يڪتا هو.

هن سلسلي ۾ محترم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو "مقدمه نگاري ۾ شاهه ڪريم، خواجه محمد زمان ۽ عبدالرحيم گرهوڙي تي سندس مقدمو ڏسو هر هنڌ تحقيقي معيار نظر ايندو."

ڊاڪٽر صاحب جي تحقيقي قابليت مان ڪيترائي فيض ياب ٿيا. سندس شاگردن ۽ ننڍين همعصرن ۾ ڪيترائي محقق بنيا. تنهن سان گڏ متن کي ايڊٽ ڪرڻ جو نئون طريقو به رائج ٿيو.

ڊاڪٽر صاحب مقدمن لکڻ مهل جديد تنقيدي معيارن کي مدنظر رکيو. هن سلسلي ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي لکي ٿو:

"ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو تنقيدي تاريخ ۾ وڏو درجو آهي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي کي شاهه جي رسالي مرتب ڪرڻ ۾ هن صاحب به وڏي مدد ڪئي. پر خود سندس خاص خدمت هئي، سنڌ جي ڪن، ڪم-معلوم ۽ گمنام شاعرن جي ڪلام کي شايع ڪرڻ. ڊاڪٽر دائود پوٽي جو پهريون ڪتاب "منهاج العاشقين" (1934ع) هڪ ڪم- معلوم مصنف مولوي غلام محمد خانزي جي فارسي ڪتاب جو ترجمو هو جنهن ۾ شاهه جي آڪاڻين جو احوال ۽ روحاني مطلب نهايت تفصيلوار سمجهايل هو."

**ابيات سنڌي:** ڊاڪٽر صاحب جو ڪتاب "ابيات سنڌي" خواجه محمد زمان لنواري واري جي ڪلام تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي شرح اصل ۾ عبدالرحيم گرهوڙي عربي ۾ لکي هئي. ڊاڪٽر صاحب ان جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو. هي ڪتاب پوءِ بي- اي جي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحب جڏهن تعليم کاتي ۾ ڊائريڪٽر هو تڏهن هن ڪيترائي نوان درسي ڪتاب ڇپرايا. انهن ۾ انين درجي جي ڪتابن ۾ اعرابن جو

پراڻو سرشتو ڦيرائي عربي نموني تي ڪري ڇڏيائين ۽ ان کان علاوه صورتخطي ۽ اچارن ۾ پڻ گهڻيون تبديليون ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب جيئن تہ عربي ۽ فارسي جو عالم هو تنهن ڪري انهن ٻولين ۾ بہ ڪافي ڪم ڪيائين. ڪيترن ئي فارسي ڪتابن جا متن شاندار طريقي سان ايڊٽ ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب جو اندازِ بيان نهايت عالمانہ هو.

ڊاڪٽر صاحب کي سنڌي ٻولي سان بي انتها محبت هئي. هو هميشہ سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهندو هو. سندس ڪتاب "سرها گُل" جي تمهيد ۾ لکي ٿو: "پائرو جيڪڏهن اوهان ۾ غيرت آهي تہ اٿو پنهنجي اباڻي ورثي جي سنڀال ڪريو! جا ٻولي مخدوم ابوالحسن، مخدوم محمد هاشم، سيد عبداللطيف، بزرگ گرهوڙي ۽ ٻين عاليشان هستين جي هنجهہ ۾ پلي آهي، جيڪا لفظن، اصطلاحن ۽ ٻين ڪلامي خوبين ڪري ڪنهن بہ ٻي ٻولي کان گهٽ نہ پر گهڻو بلند ۽ بالا آهي، تنهن کي اوهين نڌڻڪو ڪري ڇڏي ڏيندا؟ جنهن کي "ادب" نہ آهي سا اڄ ڪنهن بہ قطار ۾ نہ آهي. جيڪڏهن اڄ اوهان پنهنجو ادب وساريو تہ ڏوهي جي ڪتي وانگر نہ گهر جا نہ گهاٽ جا ٿيندا! اکيون پٽيو جاڳو پنهنجو ورثو سنڀاليو نہ تہ سڀاڻي اوهان کي پڇتاءُ جون ترڪيون مهڻيون پونديون."

سندس مٿين لکڻين ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ سندس بي انتها پيار ظاهر ٿئي ٿو. ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت تي تبصرو ڪندي مهراڻ جو ايڊيٽر لکي ٿو: "مرحوم مغفور ڊاڪٽر دائود پوٽو برصغير هند و پاڪ جي هڪ مشهور ۽ جليل القدر مؤرخ ۽ محقق جي حيثيت سان ڪافي متعارف آهي. سندس شخصيت سرزمين سنڌ لاءِ خاص طرح فخر جو باعث آهي. سنڌي زبان، ادب ۽ تهذيب هن فرزند جليل جي علمي ۽ ادبي ڪاوشن تي جيترو ناز ڪري اهو گهٽ آهي. سچ پچ علامہ صاحب مرحوم جي ذات کي هڪ "مستقل دور" جي حيثيت حاصل آهي. افسوس جو اهو دور ختم ٿي ويو. سندس تصنيفات ۽ تاليفات، مقالات ۽ تخليقات جو وڏو حصو سنڌي زبان، سنڌي ادب، سنڌي تصوف ۽ سنڌي مشاهير، علماء، شعراء ۽ بزرگان دين سان تعلق رکي ٿو. هڪ "مثالي انسان" جي حيثيت سان سندس علمي خدمت جو پايو نهايت بلند آهي.

"علامہ مرحوم هڪ طرف مشرقي ۽ مغربي "لسانيات" جو وڏو اسڪالر هو تہ ٻئي طرف وري اسلام جي علم ۽ فن ۾ وڏي مقام وارو عالم تسليم ڪيو ويو. سندس انگريزي، فارسي، عربي ۽ سنڌي ڪتابن کي ڏسڻ کانپوءِ

هر ڪو اهل علم سندس تبحر علمي، وسعت نظري ۽ وسيع مطالعي، اصول انتقاد، تخليقي روح، اصول تنقيد، لساني ڄاڻ ۽ مختلف فنون جو دِل کولي داد ڏيو ٿو ڏي، خاص طور سنڌي زبان ۽ ادب سان سندن والهاڻه محبت اسان لاءِ بهترين مثال آهي."

## ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

ڊاڪٽر صاحب 1917ع ۾ ڳوٺ جمعو لغاري، ضلعي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. بنيادي تعليم ڳوٺ مان ئي حاصل ڪيائين. بي. اي جهوناڳڙهه ۽ ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي علي ڳڙهه مان پاس ڪيائين. 1946ع ۾ آمريڪا ويو ۽ اتان پي. ايڇ. ڊي ڪري 1949ع ۾ واپس وطن آيو.

ڊاڪٽر صاحب، سنڌي ٻوليءَ جي انهن چند محققن منجهان آهي جن پنهنجو وجود وساري سنڌي ٻولي ۽ ادب جي بي انتها خدمت ڪئي آهي. پاڻ هيستائين تقريباً اسي کن ڪتاب لکي چڪو آهي، جن مان تقريباً 50 کن ته رڳو لوڪ ادب تي آهن. سندس هيٺيان ڪتاب تمام گهڻا مشهور آهن:

1. پيلاين جا ٻول
2. ڪليات حمل
3. سنڌي۔ اردو لغت
4. جامع سنڌي لغات
5. سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ
6. ميين شاهه عنايت جو ڪلام
7. شاهه لطف الله قادري جو ڪلام
8. سنڌ سينگار شاعري
9. شاهه جو رسالو

ڊاڪٽر صاحب جي ڪيل خدمتن جو مختصر جائزو وٺجي ٿو:

### سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ

ڊاڪٽر صاحب هي ڪتاب 1962ع ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌي ٻوليءَ تي نئين کوجنا ڪري ان جي بڻ بڻياد بابت نئون نظريو ڏنو. پاڻ لکي ٿو: "سنڌي ٻولي بنيادي طور سڌو سنئون سنسڪرت مان نڪتل نه آهي، بلڪ سنسڪرت کان اڳ واري دؤر جي سنڌو ماٿر جي قديم ٻولي آهي." ان کان علاوه ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻولي ۽

ادب جي تاريخ ۽ ارتقا تي بهترين تحقيقي مواد پيش ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ادب جي تاريخ جو بنيادي ماخذ آهي.

### لوڪ ادب

سنڌ جو لوڪ ادب لغت سان گڏوگڏ ڏاهپ جي لفظن جي به اڻ کٽ کاڻ آهي. ڊاڪٽر صاحب هن کاڻ جي، پنهنجي سخت جدوجهد سان، کوٽائي ڪري اسان کي بي بها موتي آڻي ڏنا.

سنڌي لوڪ ادب کي سهيڙڻ جو ڪم سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڊاڪٽر صاحب کي سونپيو ويو. ڊاڪٽر صاحب هن ڪم جي پورائي لاءِ سنڌ جو چپو چپو گهميو ۽ هر علائقي جي ماڻهن سان مليو ۽ انهن جي رهڻي ڪهڻي جو مشاهدو ڪرڻ سان گڏ انهن وٽان لوڪ ادب به سهيڙيندو ويو ۽ اهڙي طريقي سان ڪيئي ڪتاب لکجي ويا. ڊاڪٽر صاحب جو هي ڪم واقعي هڪ وڏو ڪارنامو آهي.

### ٻيلاين جا ٻول

ڊاڪٽر صاحب جو هي ڪتاب به سندس اڻ ٿڪ ڪوشش جو زنده ثبوت آهي. هن ڪتاب جو مواد هٿ ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحب لسٻيلي جي پوري علائقي جو تفصيلي دؤرو ڪيو ۽ اتان جي لوڪ ادب کي سهيڙيو. هن سلسلي ۾ پاڻ لکي ٿو:

"لسٻيلي جي شاعري عام سنڌي شاعري جو هڪ مکيه ڀاڱو آهي ۽ جڻڪ بهتر ڀاڱو چيو ته لسٻيلي جي شاعري ٻيلي جي سڄاڻ سگهڙن ۽ سمجهو سالڪن جي ذوق سبب پنهنجي اصلي صورت ۾ موجود ۽ مروج آهي ۽ زماني جي لٽ ۾ اجا لٽجي نه ويئي آهي."

### جامع سنڌي لغات

ڊاڪٽر صاحب سنڌي لغت کي گڏ ڪري ان کي سوڍي ۽ سنواري باقاعدي پنجن جلدن ۾ پيش ڪيو جيڪو هڪ وڏو ڪارنامو آهي. ان سان گڏ ڊاڪٽر صاحب "سنڌي اردو لغت" ۽ "اردو سنڌي لغت" به تيار ڪئي آهي.

### مختلف شاعرن جو ڪلام

ڊاڪٽر صاحب ڪيترن ئي شاعرن جو ڪلام گڏ ڪري ڇپايو آهي. ڪجهه وڏن ۽ مشهور شاعرن جي ڪلام کي گڏ ڪري ڌار ڌار رسالا به ڇپايا

اتس، انهن ۾ سرفهرست، ”ڪليات حمل“، ”ڪليات سانگي“ ”شاهه لطف الله جو ڪلام“، ”ميين شاهه عنايت جو ڪلام“ وغيره آهن. ڊاڪٽر صاحب انهن ڪتابن جو مقدمو بہ لکيو آهي ۽ ڪلام کي سوڌي ۽ سنواري پيش ڪيو آهي.

ڊاڪٽر صاحب انهن عالمن منجهان آهن جن ڪڏهن بہ پنهنجي ڪم تي فخر يا وڏائي نہ ڪئي آهي. هو مختلف عهدن تي فائز رهندو آيو آهي. وائيس چانسلري واري دؤر ۾ بي انتها مصروف هوندي بہ سنڌي ٻولي جي خدمت ڪندو رهيو. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي مطابق ”ڊاڪٽر صاحب مرزا قليچ بيگ کانپوءِ ٻي ادبي اٿل آهي.“ واقعي مرزا قليچ بيگ کان پوءِ گهڻي کان گهڻا ڪتاب ڊاڪٽر بلوچ صاحب ئي لکيا آهن.

## ڊاڪٽر غلام علي الانا

پنهنجو پاڻ کي سنڌي ٻوليءَ جو فدائي سڏائيندڙ ڊاڪٽرالانا صاحب 1930ع ۾ ضلعي ٺٽي جي هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ جائو. بنيادي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان وٺڻ کانپوءِ ڪراچي مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. 1955ع ۾ ايم. اي سنڌي ۾ ڪري سنڌ يونيورسٽي ۾ ليڪچرار ٿيو.

1963ع ۾ لنڊن ويو جتان لسانيات جي شعبي ۾ ايم. اي ڪري آيو. اتي سندس مقالي جو موضوع هو "The Arabci Element in Sindhi"

1971ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. هتي سندس مقالو ”لاڙجي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ“ هو.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي پوري زندگي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. پاڻ جڏهن سنڌ الاجي ۾ ڊائريڪٽر هئا، تڏهن سنڌي ادب ۽ ثقافت کي گڏ ڪرڻ لاءِ رات ڏينهن هڪ ڪري ڇڏيائون.

پنهنجي شروعاتي ادبي سفر ۾ هن ڪجهه افسانہ ۽ ناول بہ لکيا، پر پوءِ جلد ئي سندن لاڙو تحقيق ڏانهن وڌي ويو. ان کانپوءِ مسلسل تحقيقي ڪم ڪندو رهي ٿو. سندس ادبي خدمتن جو مختصر جائزو ورتو وڃي ٿو:

### سنڌي نثر جي تاريخ

ڊاڪٽر صاحب هي ڪتاب 1966ع ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ مشهور نثر نويسن جي ادبي خدمتن جو تفصيل سان جائزو ورتو ويو آهي، پر هن ڪتاب ۾ صرف انهن نثرنويسن جو احوال آهي جيڪي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. بهتر آهي تہ ان ڪتاب جو نئون ڇاپو ڪڍيو وڃي، ڇو تہ هن

ڪتاب لکڻ کان پوءِ ڪيترن ئي ٻين اديبن جو انتقال ٿي ويو آهي. جن جو احوال هن ڪتاب ۾ نہ آهي.

## سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد

ڊاڪٽر صاحب هي ڪتاب سخت محنت کان پوءِ لکيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌي ٻوليءَ جي بڻياد بابت ٿيل تحقيق جو تفصيلي جائزو ورتو آهي.

## سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري

هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب، سنڌي ادب جي مشهور توڙي غير معروف شخصيتن جو مختصر احوال ڏنو آهي.

## سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي

هي هڪ ڏکيو موضوع آهي، پر ڊاڪٽر صاحب هن موضوع تي شاندار طريقي سان قلم کنيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب اهو ڏيکاريو آهي تہ جاگرافيائي حدن جو ٻوليءَ تي ڪهڙو اثر ٿئي ٿو.

## An Introduction of Sindhi Literature

ڊاڪٽر صاحب هي ڪتاب 1991ع ۾ لکيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌي ادب جي شروعات کان وٺي اڄ تائين ٿيل ارتقا جو مختصر جائزو ورتو آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر صاحب انگريزي ۾ انهيءَ ڪري لکيو آهي تہ جيئن غير سنڌي ۽ غير ملڪي، سنڌي ادب مان چڱيءَ طرح واقفيت حاصل ڪري سگهن.

ڊاڪٽر صاحب اڄڪلهہ رٽائرڊ زندگي گذاري رهيو آهي، پر خاموش نہ آهي. هو مسلسل ڪجهہ نہ ڪجهہ لکندو رهي ٿو. سندس ادبي خدمتن جو هر سنڌي معترف آهي.

سنڌي لئنگويج اٿارٽي جي چيئرمين جي حيثيت ۾ پڻ ٻولي ۽ ادب جي بي بها خدمت ڪيائين.

مٿين ادبي خدمتن کان علاوه سندس هيٺيان ڪتاب ڪافي مشهور آهن:

1. لاش
2. چور
3. سنڌي صورتخطي
4. سنڌي صوتيات
5. سنڌي معلم.

# سنڌي ادب ۾ جديد لاڙا

يورپ جي ادبي دنيا ۾ هميشہ ڪجھ نہ ڪجھ تجربہ ٿيندا رهن ٿا. سماجي، سياسي ۽ عقلي تحريڪن جو اثر بہ ادب تي پوي ٿو جنهن سبب ادب ۾ ڪجھ نوان رجحان يا لاڙا وقعوع پذير ٿيندا رهن ٿا. جيڪي ٻين ملڪن تائين بہ پهچن ٿا. ۽ اتان جي ادب توڙي سماج کي بہ متاثر ڪن ٿا. سنڌي ادب ۾ جديد لاڙا ورهاڱي کان پوءِ داخل ٿيا. جديد لاڙا ڪيترائي آهن پر انهن مان چند اهم لاڙن جو جائزو وٺجي ٿو:

## مقاميت نگاري

هن قسم جي ادب ۾ فنڪار ڪنهن خاص علائقي جي ٻولي، ثقافت، ريتن، رسمن ۽ سوچن کي پنهنجي فن ۾ اجاگر ڪندو آهي. نسيم کرل جي ڪهاڻي "پهرين مراد"، رسول بخش پليجي جي ڪهاڻي "جتي باھ ٻري"، جمال ابڙي جي ڪهاڻي "پيراڻي" ۽ امر جليل جي ڪهاڻي "ساجن منهنجو دوست" مقاميت نگاري جو بهترين مثال آهن. انهن کان علاوه عبدالقادر جوڻيجو ماهتاب محبوب، غلام نبي مغل، سراج ميمڻ ۽ محمد صديق مگيو بہ بهترين مقاميت نگار آهن.

## قوم پرستي

هي رجحان اسان جي ملڪي حالتن جي پيداوار آهي. ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ سنڌي اديبن ۾ بہ قوم پرستي جوجذبو وڌي ويو ۽ انهن جي ڪهاڻين جو موضوع قومپرستي بنجي ويو.

قوم پرستي جي رجحان کي سنڌ جي قومي، ثقافتي ۽ ٻولي وارين تحريڪن کان بہ ڪافي هٿي ملي. امر جليل، سراج، عبدالحق عالماڻي، ڊاڪٽر نجم عباسي، علي بابا، رسول بخش پليجو عبدالقادر جوڻيجو وغيره هن رجحان جا بهترين عڪاس آهن.

## نفسياتي رجحان

شروعاتي افسانن ۾ گھڻو ڪري سجو زور حالتن ۽ واقعن تي هوندو هو. ڪردار، حالتن جا غلام هئا ۽ ائين ڪندا نظر ايندا هئا. جيڪا معروضي حالتن جي تقاضا هئي. پر پوءِ آهستي آهستي ڪردارن جي دل ۽ دماغ جي ڳالھ بہ افسانن ۾ ٿيڻ لڳي.

ڪردارن جي اندر جي امنگن، حسرتن ۽ نفساني ڪشمڪش کي بہ افساني جو موضوع بنايو ويو.

جمال ابڙي جي ڪهاڻي "پشو پاشا"، غلام رباني جي "بدلو"، بشير مورياڻي جي "پريم" ۽ حفيظ شيخ جي "امان، مان اسڪول ڪونہ ويندس"، نفسياتي رجحان جون بهترين اوائلي ڪهاڻيون آهن. ان کان پوءِ بين ڪيترن ئي پنهنجن ڪاوشن ۾ هن رجحان کي اڳتي وڌايو انهن ۾ غلام نبي مغل، نورالهديٰ شاهہ، امر جليل، عبدالقادر جوڻيجو رسول بخش پليجو سرِفهرست آهن.

اهي هئا مکيہ جديد لاڙا جن سنڌي ادب کي تمام گهڻو متاثر ڪيو آهي، انهن کان علاوه بيون بہ ڪيتريون ئي فڪري تحريڪون هليون آهن، جن جو تورو يا گهڻو اثر اسان جي ادب تي ضرور پيو آهي. انهن ادبي تحريڪن ۾ رومانيت، انسان پرستي، عقل پرستي، وجوديت، فئنٽيسي سريئلزم وغيره. اسان جي اديبن کي ڪافي متاثر ڪيو آهي، جن جو عڪس سندن تخليقن ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

## سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد

سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد بابت جيڪي بہ نظريا ملن ٿا انهن تي عالمن جو اختلاف آهي. وڏا وڏا عالم، سنڌي زبان جو اصل نسل ڳولڻ لاءِ ڪافي جدوجهد ڪندا رهيا آهن. هيستائين جيڪي نظريا مليا آهن اهي هڪٻئي کان ڪافي مختلف آهن. اج تائين جيڪي ٽي نظريا مليا آهن. انهن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

### (1) سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتي آهي

انگريزن جڏهن سنڌي الف ـ ب ٺاهي راس ڪئي تہ انهن اها جدوجهد شروع ڪئي تہ سنڌي ٻوليءَ جو حسب نسب معلوم ڪجي. انهيءَ لاءِ پهرين ڪوشش سنڌي ٻوليءَ جي انگريز ماهر، ڊاڪٽر ٽرمپ ڪئي. هن 1872ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جو گرامر ڇپايو (The Grammar of Sindhi Language) ان ۾ هن اهو نظريو ڏنو تہ "سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتي آهي، يعني سنڌي ٻولي، سنسڪرت مان پالي، شؤرسيني، اپڀرنش ۽ وارچڊ اپڀرنش جي معرفت يارهين صدي عيسوي ڌاري هاڻوڪي صورت ورتي." هن نظريي جي پٺڀرائي ڏيهي توڙي پرڏيهي عالم تقريباً مني صديءَ تائين ڪندا رهيا. جن ۾ سرفهرست پيرو مل، مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي هئا. سندن خيال موجب "سنڌي ٻولي

سنسڪرت جي لائق ڏي آهي.سنڌي ۽ سنسڪرت جي صوتي ۽ صرفي هڪجهڙائي ثابت ٿي ڪري تہ سنڌي سنسڪرت جي شاخ آهي."

**(2) سنڌي ٻولي جي بڻ بنياد بابت ٻيو نظريو**

اسانجي بزرگ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڏنو. ڊاڪٽر صاحب 1959ع ۾ هڪ مقالو لکيو جنهن ۾ اها دعويٰ ڪيائون تہ "سنڌي ٻولي بنيادي طور سڌو سنئون سنسڪرت مان نڪتل نہ آهي بلڪہ سنسڪرت کان اڳ واري دؤر جي سنڌوءَ ماٿر جي قديم ٻولي آهي."

ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ لکي ٿو "آثار قديمہ مان مليل مواد ۽ معلومات جي بناءِ تي چئي سگهجي ٿو تہ "سنڌ جي قديم ٻولي غالباً ڪا "سامي" زبانن جي سٽ مان هئي جنهن تي پوءِ آريائي ٻولين جو اثر پيو. انهن آريائي ٻولين مان هن قديم زماني ۾ "سنڌ جي ٻوليءَ" تي گهٽي ۾ گهٽو اثر ايراني ۽ داردي ٻولين جو پيو ۽ ان بعد پالني ۽ پراڪرت جي ذريعي سنسڪرت جو."

ڊاڪٽر صاحب جي نظريي مطابق سنڌي سامي صفت زبان آهي يا سامي زبانن جي خاندان مان آهي (عربي، عبراني، سرياني ۽ حبشي سامي زبانون آهن) پاڻ لکن ٿا. "سنڌ جو هي قديم تمدن، هڪ قسم جو سامي تمدن آهي نہ ڪہ آريائي. انهي ڪري چئي سگهجي ٿو تہ قديم سنڌي تمدن جي ٻولي بہ ڪا سامي صفت زبان هئي. جا سنڌ جي اوائلي زبان هئي. انهيءَ ٻوليءَ جا مسخ شده نشان موئن جي دڙي مان لڌل مهرن تي موجود آهن."

ڊاڪٽر صاحب جي راءِ مطابق سنڌي، سامي زبانن ۾ عربي جي وڌيڪ ويجهو آهي. پاڻ لکن ٿا. "خاص سنڌ جي آڳاٽي ٻولي جي سٽاءَ ۾ سمير ۽ بابل جي تمدن وارين ٻولين ۽ سامي، صفت زبانن جا ڪي اجزا شامل آهن."

**(3) سنڌي زبان جي بڻ بنياد بابت ٽيون نظريو**

جناب سراج الحق ميمڻ ڏنو. پاڻ پهرين ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي نظرئي تي تنقيدي مقالو لکيائون. جنهن تي ٻنهي عالمن تماهي مهراڻ (1959ع کان 1962ع) ۾ ڪافي علمي بحث ڪيو. نيٺ سراج صاحب 1962ع ۾ پنهنجو نظريو ڏنو. سندس خيال مطابق. "سنڌي سنسڪرت جي ڄائي نہ پر سنسڪرت سنڌي جي ڄائي آهي."

سنڌي تمدن تي بحث ڪندي ثابت ڪيو اٿن تہ "سنڌ جا ماڻهو اولهہ

طرف يعني بابل ۽ ميسو پوٽميا وارن خطن ڏانهن پنهنجي زبان ۽ تهذيب کڻي ويا ۽ اتي انهن کي ڦهلايائون. سندن خيال موجب، بابل ۽ سمير جي تهذيب جو سنڌي تهذيب تي ڪو بہ اثر ڪونہ ٿيو بلڪ بابل ۽ سمير جي تهذيب تي سنڌي تهذيب يعني موهن جي دڙي واري تهذيب جا اثرات نظر اچن ٿا.“

پنهنجي نظريي جي پٺڀرائيءَ لاءِ سراج صاحب آمريڪي آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر نوح ڪريمر (Dr. Noah Kramer) جي ڪوجنا جو حوالو ڏئي ٿو. سراج صاحب پنهنجي ڪتاب ’سنڌي ٻولي‘ ۾ لکي ٿو ”ڊاڪٽر نوح ڪريمر آمريڪا جو هڪ مشهور عالم ۽ سميري تمدن جو وڏو ماهر مڃيو وڃي ٿو. سندس تصنيفون جڳ مشهور آهن ۽ سرجان مارشل جهڙن عالمن جي صف ۾ سندس شمار ٿئي ٿو. هو صاحب پينسلوانيا يونيورسٽي جي عجائب گهر ۾ ”سميريالاجسٽ“ مقرر ٿيل آهي. هن صاحب جو چوڻ آهي تہ سميري تمدن ۾ جيڪي مٽيءَ جي تختين تي لکيل اهڃاڻ آهن، انهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ اتي جا ماڻهو ڪنهن اهڙي تمدن کي ”دلمون“ سڏيندا هئا جو سندن اوپر پاسي هئي، جنهن جي لاءِ هنن جي دلين ۾ ساراه ۽ عقيدت منڊي جا جذبات هوندا هئا. ڊاڪٽر صاحب جو خيال آهي تہ اهو اشارو موهن جي دڙي جي تهذيب ڏانهن آهي. مهرون سمير ۾ لڌيون آهن ۽ موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان ڪي سميري شيون پڻ لڌيون آهن. اهو ڏيکاري ٿو تہ انهن ٻنهي تهذيبن جي وچ ۾ تجارتي ۽ تمدني رابطو هو.“

مٿيون بيان اهو ظاهر ٿو ڪري تہ سنڌي تمدن سامي تمدن کان گهٽ مٿانهين ۽ قديم هئي، جنهن لاءِ هنن کي مذهبي عقيدت هئي.

سنڌي ٻوليءَ بابت جيڪي ٽئي نظريا آهن اهي هڪٻئي کان ڪافي مختلف آهن. يعني پهرين نظريي مطابق سنڌي سنسڪرت جي ڌي آهي، ٻي نظريي مطابق سنڌي سنسڪرت جي ڀيڻ آهي ۽ ٽئين نظريي مطابق سنڌي سنسڪرت جي ماءُ آهي. انهن نظرين جي متعلق ڪيترائي عالم ڇنڊ ڇاڻ ڪندا رهيا آهن. ڪافي بحث مباحثي کان پوءِ اها ڳالهہ واضح ٿي وئي آهي تہ سنڌي ڪنهن بہ طرح سان سنسڪرت جي ڌي نہ آهي. هن ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ هيٺيان دليل ڏنا وڃن ٿا:

(1) سنڌي ٻوليءَ مان جيڪڏهن سنسڪرت فارسي ۽ عربي جا لفظ خارج ڪيا وڃن تہ بہ ايترا لفظ بچن ٿا جن سان پورو مڪالمو ترتيب ڏئي سگهجي ٿو.

(2) جڏهن آريہ هندستان ۾ داخل ٿيا هئا ان وقت انهن پنهنجون بينڪون غالباً ملتان ۽ ڪشمير وٽ قائم ڪيون ۽ هن ايراضيءَ جون پنهنجون ٻوليون هيون جيڪي پوءِ ايراني آرين جي اچڻ ڪري ايراني اثر هيٺ آيون. سنسڪرت ان وقت گنگا جمنا دوآبي ۾ پنهنجون ارتقائي منزلون طئہ ڪري رهي هئي ۽

اتان جي مقامي ٻولين تي پنهنجو اثر ڇڏي رهي هئي. سنڌ ۾ ان وقت قديم سنڌي رائج هئي ۽ 600 قبل مسيح تائين سنڌ تي جيڪو اثر پوندو رهيو هو ڪشمير ۽ ملتان واري علائقي مان داردي ٻولين جو هو.

(3) سنسڪرت وارو خيال ان تي ٻڌل آهي تہ هندستان جون جملي ٻوليون سنسڪرت مان نڪتل آهن جنهن ڪري هر ڪنهن ان جو عڪس ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ گماني دليل گهڻا ڏنا اٿن.

(4) سنڌي گرامر سنڌي کي سنسڪرت ۽ ان مان نڪتل ٻين ٻولين کان الڳ ڪري ٿو.

(5) سنڌي جي سنسڪرت مان نڪرڻ کي تقويت هندن، مذهب جي بنياد تي ڏني. پاڻ چيائون، "سنڌي يا تہ سنسڪرت مان نڪتل آهي يا تہ عربي مان پر جيئن تہ عربي ٻاهران آئي آهي ان ڪري سنڌي سنسڪرت مان نڪتل ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

مٿئين بحث کان پوءِ پهرئين نظريي کي رد ڪرڻ کان سواءِ چارو ڪونهي يعني اها ڳالهہ ثابت ٿي چڪي آهي تہ سنڌي سنسڪرت جي ڌي نہ آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي بڻياد بابت ڊاڪٽر غلام علي الانا جو 1967ع ۾ تماهي مهراڻ ۾ هڪ تفصيلي مقالو ڇپيو. پاڻ لکن ٿا. "ڪن بہ ٻن يا ٻن کان وڌيڪ زبانن جي تقابلي مطالعي لاءِ جن اهم جزن جي اڀياس ۽ ڀيٽ جي ضرورت آهي اهي آهن:

(1) صوتي هڪجهڙايون (2) لفظن جي ڌاتن جون هڪجهڙايون (3) ڪردنتن جي بناوت جا هڪجهڙا اصول (4) اسمن ۽ فعلن جي گردانن ۾ هڪجهڙايون (5) ضميرن ۽ حرفن ۾ هڪجهڙائي: مطلب تہ اگر ڪن بہ ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ٻولين ۾ اهي سڀ هڪجهڙايون موجود هونديون تہ پوءِ چئبو تہ يا تہ هڪ زبان ٻيءَ مان ڦٽي نڪتي آهي يا ٻئي (يا وڌيڪ) زبانون ڪنهن هڪ ئي ساڳئي بنياد جون شاخون آهن، يعني هڪ ئي بنياد مان ڦٽي نڪتيون آهن. سنسڪرت ۽ سنڌيءَ ۾ اهڙيون بيشمار هڪجهڙايون موجود آهن، تنهن ڪري انهن هڪجهڙاين جي اصول موجب، سنسڪرت ۽ سنڌي بہ ڪنهن هڪ ئي بنياد مان ڦٽي نڪتل پيون لڳن."

هاڻي جيڪڏهن سنڌي ۽ سنسڪرت جو بڻياد ساڳيو آهي تہ پوءِ اها بنيادي ٻولي ڪهڙي هئي؟ انهيءَ سوال جو جواب ديوان ڀيرو مل جي ڪتاب ۾ ملي سگهي ٿو. ديوان صاحب سنسڪرت لفظ جي معنيٰ سمجهائيندي لکي ٿو. "سنسڪرت لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي 'ڪره' جنهن

جي معنيٰ آهي ڪيل، 'سم' هڪ اڳياڙي آهي جنهن جي معنيٰ 'چڱو'، تنهن ڪري سم+ ڪرت (سنسڪرت) ٻولي معنيٰ چڱي يا صاف ٿيل يا سڌاريل (Polished or refined) ٻولي."

ديوان صاحب جي وضاحت مان اهو نقطو واضح ٿئي ٿو ته سنسڪرت ڪنهن ٻي ٻوليءَ جي سڌاريل شڪل آهي يعني اصل ٻولي نه آهي. ديوان ڀيرو مل ٻئي هنڌ پراڪرت لفظ جي معنيٰ سمجهائيندي لکي ٿو "پراڪرتيءَ جي معنيٰ پيدا ٿيل ٻولي، پراڪرت جي هڪ معنيٰ آهي قدرتي (Natural) ۽ ٻي معنيٰ اٿس "اصلوڪي ٻولي" (Original) پرڪرتيءَ جو ضد آهي "وڪرتي" جنهن جي معنيٰ آهي "بگڙيل صورت"

ڪاڪي ڀيرو مل جي وضاحتن تي ڊاڪٽر الانا صاحب تبصرو ڪندي لکي ٿو "ٻنهي لفظن- پراڪرت ۽ سنسڪرت- جي وصفن جي جائزي ڪان پوءِ اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته اهو ڪيئن ٿو ممڪن ٿي سگهي ته "سڌاريل يا صاف ٿيل يا اجاريل ٻولي (سنسڪرت) مان قدرتي يا اصلوڪي ٻولي (پراڪرت) ڦٽي نڪتي هوندي؟ پر حقيقت ۾ ته پاڻ اصلوڪي يا قدرتي ٻوليءَ (پراڪرت) مان صاف ٿيل يعني سڌاريل يا اجاريل ٻولي يعني سنسڪرت ڦٽي نڪتي هوندي ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته سنسڪرت پراڪرت جو اصلي بنياد نه آهي، پر سنسڪرت ته پاڻ پراڪرت جي سڌاريل ۽ اجاريل صورت آهي؛ يعني پراڪرت، سنسڪرت جو اصلي بنياد آهي."

"يورپ ۽ هندستان جا ڪيترائي ماهر انهيءَ راءِ جا آهن ته هندو پاڪ جون جملي ڏيهي ٻوليون، پراڪرتن جون ئي بدليل صورتون آهن ۽ نڪي سنسڪرت جون بدليل صورتون. يعني ته سيئي ڏيهي ٻوليون پراڪرتن مان ئي ڦٽي نڪتل آهن. جيڪي عوامي يعني روزمره واريون ٻوليون هيون. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو ته سيني ڏيهي ٻولين جي ماءُ سنسڪرت نه، پر قديم پراڪرت آهي."

مٿيئن بحث مان اها ڳالهه ثابت ٿي ٿئي ته پراڪرت ڪا هڪ ٻولي ڪانه هئي، پر ان جا ڌار ڌار لهجا هئا، جيڪي ڌار ڌار خطن ۾ ڳالهايا ويندا هئا. انهن لهجن مان هڪ لهجي، برهمڻ جي اثر هيٺ عالمانه صورت ورتي. اهو لهجو برهمڻ تائين ئي محدود رهيو ۽ پوري برصغير ۾ ڦهلجي نه سگهيو ۽ نه وري ڪنهن دؤر ۾ ڪو عوامي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ ڳالهايو ويندو هو.

ڊاڪٽر الانا لکي ٿو "ماهرن جي بيان ڪيل نظرين جي مطالعي کان،

پوءِ چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي ٻولي سنسڪرت جي شاخ نہ آهي، پر سنڌي، سنسڪرت ۽ لهندا، ٽنهي جو اصلي بنياد، قديم پراڪرت جي هڪ ٿي لهجي، يعني اڌيچيہ لهجي جو هڪ محاورو "وراچڊ اپڀرنش" آهي. هن پوري بحث جو نتيجو هيٺ چارٽ جي صورت ۾ ڏجي ٿو:

گذريل ڪجھ سالن دوران جھڙيءَ ريت ادبي تاريخن جي نالي ۾ انتهائي غير معياري، غير علمي، ناڪاره، ناقص ۽ بازاري ڪتاب سامهون آيا آهن، تن ماڻهن جو تاريخ جي ڪتابن تان ويساهه ئي کڻائي ڇڏيو آهي. انهن ڪتابن ۾ نه فقط انگن اکرن ۽ معلومات جون بي تحاشا غلطيون آهن، پر غلط ڪاريون به ٿيل آهن ۽ انهن جا ليکڪ ڪاروباري پبلشرن جي گهرج ۽ خواهش مطابق سالوڊ پيپرن ۽ گائيڊن نما تاريخ جا ڪتاب لکي، پوري 'خلوص' ۽ 'نيڪ نيتيءَ' سان ادبي تاريخ مٿان منڌيئڙن تي منڌيئڙا لڳائڻ ۾ رڌل آهن. ادبي تاريخ جنهن ذميداري، سنجيدگي، ايمانداري ۽ علمي گهرائيءَ جي گهرجائو آهي، اهڙيون بازاري ادبي تاريخون ان کان بلڪل وانجهيل ملنديون. ان ڪري اڪبر ڏاڏو سٺو ڪيو آهي، جو هن پنهنجي ڪتاب کي ادب جي تاريخ بجاءِ "سنڌي ادب جو مختصر جائزو" سڏيو آهي. جيتوڻيڪ هيءُ جائزو ڪئين ادبي تاريخن کان گهڻو معياري ۽ ڀرپور آهي ۽ اهو پڙهندڙ جون ڪوڙ اُڃون اجهائي ٿو ته ڪي منجهس پڙڪائي به ٿو جيئن اهو وڌيڪ علم ۽ فهم لاءِ ٻين ڪتابن ۽ هن جائزي جي اصل ماخذن جو به رخ ڪري. هن جائزي جي سڀ کان اهم خوبي ان ۾ موجود تنقيدي نُڪتهءِ نظر ۽ ليکڪ جو ڪنهن به قسم جي تنگ نظريءَ کان آجو هجڻ آهي. جڏهن ته هر باب جي آخر ۾ هر هڪ دور يا صنف جي خاص خاص ڳالهين کي جنهن مختصر ۽ بيحد جامع نموني، نُڪتن جي صورت ۾ نمايان ڪيو ويو آهي، تنهن هن ادبي جائزي کي ڪنهن به ادبي تاريخ کان مختلف ئي نه، معتبر بڻائڻ ۾ به ڪردار ادا ڪيو آهي.

اسحاق سميجو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اھڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ﭘﻴﻦ لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳَل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۾ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)